# سگمنڊ فرائيڊ


تورا ڪين قاضي

ظفر






سنڌي ساهت گهر

2005

سنڌي ساهت گهر - ڪتاب نمبر 158

ڪتاب جو نالو: سگمنڊ فرائيڊ

ليکڪ: تورا ڪيڊ قاضي

سنڌيڪار: ظفر

ڇاپو پهريون: مارچ 2005ع

ڇپائيندڙ: سنڌي ساهت گهر حيدرآباد، سنڌ.

ڪمپوزنگ: منظور احمد جوڻيجو (الرزاق ڪمپيوٽر حيدرآباد سنڌ)

قيمت: =/100 (هڪ سؤ روپيا)

ڪتاب ملڻ جا هنڌ

آئيڊيل ڪتاب گهر

رابعه اسڪوائر، حيدر چوڪ، گاڏي کاتو، حيدرآباد، سنڌ.



سنڌي ساهت گهر

پوسٽ باڪس نمبر 58، جنرل پوسٽ آفيس، حيدرآباد – سنڌ.

۽ سڄي سنڌ جا ڪتاب گهر

SIGMUND FREUD
Translated by: Zafar
Published by: Naz Sanai
Chairman_ Sindhi Sahat Ghar
Rabia Square, Gari Khato,
Hyderabad, Sindh.
Book No. 158, March 2005
Price Rs. 100/_

# ٻه اکر

سگمنڊ فرائيڊ اهو سگهارو نالو آهي جهن سڄي دنيا جي ادب تي پنهنجا خاص اثر ڇڏيا. سنڌي ادب تي به ان جا وڏا اثر آهن. هن نه رڳو انساني شعور جي مونجهارن ۾ دلچسپي ورتي پر انسان جي لاشعوري مونجهارن ۾ انهن جي ڪارڻن ۾ علاج ڪيءَ به دريافت ڪيو ۽ پنهنجو "تحليل نفسيءَ" وارو خاص نظريو پيش ڪيو. جنهن ڪري هو نه رڳو پنهنجي وقت جو متنازعه شخص بنجي ويو پر اڄ تائين به ان جي اِها صورتحال آهي. ڪجھ ماڻهو اهڙا آهن جيڪي ان جي نظرياتي سچائي ۽ امرتا جي ڳالهه تا ڪنِ ۽ ان تي ويساهه تا آڻين. ليڪڪ ان جيءَ اثر ۾ اڇڻ کان پاڻ ڇڏائي نه ٿو سگهي. دنيا جا ڪيترائي ليڪڪ آهن، جن جي تحريرن تي فرائيڊ جي نظريي جي گهري ڇاپ آهي. ڪيترا ماڻهو آهن جيڪي اڃان به فرائيڊ سان اختلاف تا رکن پر ان کي مليل مڃتا کان به ڪير انڪار نه ٿو ڪري سگهي. فرائيڊ جهڙا گهٽ ماڻهو آهن، جن جو اثر فوري طور ادب تي ڇانئجي ٿو وڃي. ان ۾ اسان جي ٻولي جو ادب به شامل آهي.

ظفر ان جي شخصيت تي ڪتاب ترجمو ڪيو آهي. جيڪو سنڌي ساهت گهر طرفان اوهان جي آڏو آهي.

**نازسنائي**

حيدرآباد، سنڌ:

٣_مارچ ٢٠٠٥ع

جيون ساٿياڻيءَ
شهناز
جي نانءُ

حقيقت پسندي، ثنا تي پوي ٿي.
- بخاري

# ڏياچ هو يا ٻيجل هو ڪوئي!

ماڻهوءَ جي ذهني بناوٽ سماج مان حاصل ڪيل ڄاڻ تي مشتمل ٿيندي آهي. سماج جو مجموعي ماحول هن جي ذهني سرگرمين جو خام مال هوندو آهي. هر ماڻهوءَ جو خاندان، رشتا ناتا، دوستيون ۽ واسطا هن جي ذهني رويي جا ڄڻ تہ خالق هوندا آهن. ڇاڪاڻ تہ ڪنهن بہ ماڻهوءَ جي زندگي اسٽيريو ٽائپ يا مشين جيان نہ گذرندي آهي تنهنڪري هر ڪنهن جي پنهنجي انفراديت بہ ٿيندي آهي

جڏهن بہ دنيا ۾ ڪنهن نئين نظريي يا فڪر کي پيش ڪيو ويو آهي تہ ماڻهن جي غالب اڪثريت ان کي تسليم ڪرڻ کان انڪار ڪيو. ڇاڪاڻ تہ ماڻهوءَ جا پراڻا نظريا سماج ۽ مذهب کان ورثي ۾ مليل هوندا آهن انهن ۾ بحث ۽ حجت بجاءِ عقيدو ڪارفرما هوندو آهي. هو انهن نظرين کي سچا، مقدس ۽ دائمي سمجهندو آهي. اهي پراڻا نظريا هن جي مزاج ۽ رواج مطابق هئا پر نئون فڪر تہ هن جي بزرگن جي مورثي علمن کي بہ جهالت سڏي ٿو، نتيجي طور ماڻهو ويچارو سَچ ۽ ڪوڙ جي وڪڙن ۾ پوڻ بجاءِ ان نئين ويچار خلاف اٿي کڙو ٿئي ٿو.

سماج جا ٿورو طبقا هر نئين ۽ بهتر نظريي جا مخالف هوندا آهن. ڇاڪاڻ تہ ان مان هنن جي ڦرمار جي متاثر ٿيڻ جو انديشو هوندو آهي. ان ڪري اهو سندس مفاد ۾ هوندو آهي تہ ماڻهو جهالت ۽ وهم ۾ مبتلا هجن. ان لاءِ هو ماڻهن کي اتساهي اهڙو ماحول جوڙيندا آهن جو جهالتون بہ مقدس ۽ الهامي بڻجي پونديون آهن.

جڏهن چارلس ڊارون دنيا جي مختلف جزيزن ۽ ساموندي ڪنارن تان جاندارن جي ڍانچن ۽ پٿرايل جسمن (فاسلز) جي عميق مشاهدن کان پوءِ نوان نظريا ڏنا تہ

ماڻهن جي ننڊ ڦٽي پئي. هن جا نظريا پراڻن الهامي ۽ مقدس نظرين جي ابتڙ هئا. هن چيو تہ انسان خاص طور حلقيل مخلوق نہ پر جانور مان لکين سالن جي ارتقائي سفر کان پوءِ پيدا ٿيو آهي

سائنس جو پنهنجو رستو آهي، اها صرف انساني ڀلائي لاءِ نيون کوجنائون ڪري ٿي، جن جي ذريعي فطرت جي پوشيده رازن کي پڌرو ڪري سگهجي. ان راهہ ۾ ڪابہ رڪاوٽ سائنس اڳيان جٽادار نہ آهي. نہ هن لاءِ ان ڳالهہ جي ڪابہ اهميت ڪانہ آهي تہ ڪنهن جا مقدس نظريا ڊهي اچي پٽ پيا آهن ۽ ان جا عقيدتمند ڪيترا هئا. سائنس جو سفر هميشہ جاري رهندو، سموريون انساني جهالتون آخر ان جو کاڄ ٿيڻيون آهن.

فرائيڊ جڏهن نفسياتي نظريا پيش ڪيا تہ ان تي بہ هميشہ جيان تهمتون لڳيون، ڪيس وحشي، جنسي بيمار ۽ ملحد سڏيو ويو. پر هن جي نظرين جي عالمي سچائيءَ اڳيان بند ٻڌڻ ممڪن ئي نہ هو. فرائيڊ پنهنجي حياتي جو گهڻو حصو ويانا ۾ گذاريو. هن جو پيءُ جيڪب فرائيڊ عام ڪاروباري ماڻهو ۽ ماءُ اميليا ناٿن عام گهريلو عورت هئي يهودي هجڻ سبب اهي جوئنٽ فيملي طور گڏ رهندا هئا. ان وقت يهودين جي حيثيت ٻئي درجي جي شهري واري هئي، انهن کي عام آبادي کان الڳ رهڻو پوندو هو ۽ کين پنهنجي شناخت لاءِ هيٽ پائڻا پوندا هئا يا ڏاڙهي رکائڻي پوندي هئي. فرائيڊ هميشہ کان يهودين سان ٿيندڙ نفرت ڏسندو آيو هو.

فرائيڊ جي پيش ڪيل نظرين ۽ دريافتن کي يهودي هجڻ ڪري شديد ترين مخالفت کي منهن ڏيڻو پيو. سندس مجتا بجاءِ تذليل ڪئي وئي، پر فرائيڊ شديد مخالفتن باوجود پنهنجو ڪم جاري رکيو.

هن دنيا جي سامهون جنسي غير آهنگي جا نظريا پيش ڪيا ۽ جنس کي هر ذهني مونجهاري جو اهم ترين سبب قرار ڏنو. هن جا نظريا عام ماڻهن وٽ تہ فحش ۽ گناهہ سڏجڻ ۾ آيا پر اينٽليڪچوئل سطح تي بہ کيس اجائي تنقيد جو نشانو بڻايو ويو. ان تنقيد جو بنياد علمي نہ پر ذاتي هو جنهن ۾ فرائيڊ جي هر چرپر ۽ عمل کي بنياد بڻايو ويو. فرائيڊ کي شروع ۾ پنهنجي شاندار ڪم عيوض صرف مذمت ۽ گاريون نصيب ٿيون.

ڊي ايچ لارنس فرائيڊ کي ( جنسي شعور جي پيدائش) جو مجرم قرار ڏنو.هن جو چوڻ هو تہ فرائيڊ کي ان ممنوع حد ۾ داخل نہ ٿيڻ گهرجي ها، اهڙين ڳالهين تي پردا رهڻ گهرجي. آدم ۽ حوا ان ڪري جنت مان نہ ڪڍيا ويا جو انهن جا جنسي

عضوا ظاهر ٿي ويا بلڪ ان ڪري ڪديا ويا جو انهن کي خبر پئي وئي هئي تہ پنهنجي جنسي عضون مان ڪيئن ڪم ڪڍي سگهن ٿا.

فرائيڊ جي نظرين کي پاڻ سيڪسيوئل ازم سڏي هن جي مخالفن ڪڏهن بہ قبول نہ ڪيو. ڇاڪاڻ تہ هن جو اهو نظريو پراڻي، روايتي ۽ فرسوده نظرين کان الڳ ۽ مختلف قسم جو هو. هن جا مخالف هن کي (ويانا جي غليظ يهودي جا غليظ نظريا) چوندا هئا. مذهبين جي نظر ۾ فرائيڊ اهڙو وحشي ڪافر هو جنهن انهن حدن کي پار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي جيڪي حدون برائي کي چڱائي کان جدا ڪنديون آهن، اهڙي طرح هن مقدس علائقي جي تقدس کي لتاڙڻ جي قابل مذمت حرڪت ڪئي آهي. ڇيو ويو تہ هن غلط مذهبي اصولن ۽ ناجائز اخلاقي بندشن جو ڪوبہ متبادل پيش نہ ڪيو هو.

معزز ۽ اوچي سوسائٽي ۾ فرائيڊ جو نالو انتهائي حقارت سان ورتو ويندو هو، عورتن جي محفلن ۾ فرائيڊ جو نالو ڪڻڻ معيوب هو، چو تہ هن جو نالو ٻڌندي ئي عورتون شرم ۾ ڳاڙهوين ٿي ويندڀون هيون، يا اهڙو رد عمل ڪنديون هيون ڄڻ ڪنهن ڪين فحش لطيفو ٻڌايو هجي.

فرائيڊ جي نظريي ايڊيپس ڪامپليڪس تي شديد ترين رد عمل ڪندي مذمت ڪئي وئي. جڏهن فرائيڊ چيو هو تہ ڇوڪرا پنهنجي ماءُ ۾ جنسي انسيت محسوس ڪندا آهن ۽ ڇوڪريون پيءُ ۾ اهڙي انسيت محسوس ڪنديون آهن، اهڙي طرح ڇوڪرا پيءُ کي پنهنجو رقيب سمجهڻ لڳندا آهن ۽ ڇوڪريون ماءُ کي پنهنجو رقيب سمجهي نفرت ڪرڻ لڳنديون آهن.

فرائيڊ لکيو هو تہ جنس جي ميدان ۾ عورت مرد سان نيڪ نيڪ تعصب جو شڪار ڏسجي ٿي. عورت مرد سان ان جي جنسي عضوي سبب شيد حسد ۽ رقابت جو شڪار هوندي آهي ۽ ائين ٿيڻ فطري آهي اها عورت جي ذهني زندگيءَ لاءِ وڏي اهميت رکي ٿي.

ٺهذيب انسان ٺاهي آهي تہ پوءِ هن ان ۾ رنڊڪ جا ٻج ڇو پوکيا؟ فرائيڊ جو وڏيڪ ڇوڻ هو تہ جيڪڏهن جنس تي بندش لڳل هوندي آهي تہ سمورو معاشرو ذهني مريضن سان پرجي ويندو آهي. هن جو چوڻ هو تہ انتهائي پريشاني ۽ شديد اضطراب جي حالت جيڪا ڇريائپ جي ويجهو هجي، اها غلط قسم جي جوش ۽ جنسي هٺ ڌرمي سبب پيدا ٿيندي آهي. باهہ چلهہ ۾ محفوظ طريقي سان ٻري رهي هجي تہ اسان ان کي محفوظ قرار ڏيندا آهيون پر ڇرواڳ باهہ خطرناڪ هوندي آهي. فرائيڊ چيو هو تہ جنسي جبلت جي مڪمل تسڪين حاصل ڪرڻ جي انا اهليت جو بنيادي

سبب دراصل اهي معاشري تي بندشون ۽ رڪاوٽون هيون جيڪي لفظ جنس جي آزادانه ادائيگي کي ٿي مشڪل ۽ ناممڪن بنايو بيٺيون هيون.

فرائيڊ اهو به نظريو پيش ڪيو هو ته انسان کي ذهني مريض ٿاهڻ ۾ وراثت کان وڌيڪ ماحول جو حصو ٿيندو آهي، يعني ورثي ۾ مليل جبلتن کان وڌيو آسپاس جون حالتون انساني ذهن تي وڌيڪ گهري انداز ۾ اثر ڪن ٿيون. هن جو چوڻ هو ته جبلت توانائي جو هڪ اهڙو ذخيرو آهي جيڪو اخراج جي راهه تلاش ڪرڻ لاءِ بيتاب رهندو آهي. اهڙي توانائي جسم ۾ هڪ قسم جي بيچيني پيدا ڪندي آهي ۽ ان ڇڪ جو آخري پورائو هڪ قسم جو تسڪين ڏيندو آهي.

ڪائڻ پيئڻ ڪنهڻ وغيره لاءِ فرائيڊ جنس جو اصطلاح استعمال ڪري ٿو، ڇاڪاڻ ته ان دور ۾ انهن لفظن جي اهڙي استعمال مان مراد جنسي لطف ورتي ويندي هئي ان ڪري ڪافي مونجهارن جنم ورتو. ممڪن آهي ته فرائيڊ اهڙن سپني عملن جي گهرائي سبب جنسي عمل چوڻ تي مجبور ٿيو هجي.

فرائيڊ پيءُ کي خدا جو ٿي اميج سڏيو آهي، جنهن وٽ سختي ۽ بندش آهي، جڏهن ته ماءُ مهربان فطرت جو هڪ روپ آهي.

چيو ويو ته فرائيڊ جي پيش ڪيل ٽوٽمي مفروضي ته پٽ سردار پيءُ جو خون ڪري ان کي کائي ويا تنهن پيڻيان سندس پيءُ سان شيد نفرت ڪارفرما هئي. جڏهن ته فرائيڊ ان ٽوٽمي دعوت جا تفصيل ۽ اهميت رابرٽسن سمٿ جي ڪتاب مان حاصل ڪيا هئا.

فرائيڊ لاءِ اهو به چيو ويندو هو ته هن ڪي پنهنجن نظرين تي اختلاف راءِ ۽ آزادانه بحث سخت ناپسند هئا. جڏهن ته فرائيڊ جو رويو ان جي ابتڙ هو. اهو صرف ٻن ساٿين سان فرائيڊ جي رويي مان پڌرو آهي. هانز ساچس جا فرائيڊ سان ٽيهه سال پراڻا تعلقات هئا پر هو ڪڏهن به فرائيڊ جي مخالفت يا سوال نه ڪندو هو. ها ۾ ها ملائيندڙ ان شخص جو قدر نه ٿيڻ جو الزام لڳايو ويو. ٻئي طرف الفريد ايڊلر جيڪو فرائيڊ جي نظرين کي آساني سان قبول نه ڪندو هو ۽ آزادانه بحث جو حامي هو، ان جي باوجود فرائيڊ ڪيس تحليل نفسي سوسائٽي جو سربراهه بنائي ڇڏيو. جنهن ڪري وري اهو الزام لڳايو ويو ته فرائيڊ ساٿس سمجهوتو پئي ڪيو.

اهڙي طرح فرائيڊ جڏهن موسيٰ جي پٿر جي مجسمي جي تعريفي وضاحت ڪئي ته ان کي مذهبي عقيدت ۽ يهوديت سان ڳنڍيو ويو. جڏهن ته هو سائنسي حوالي سان مذهب کي رد ڪري چڪو هو ۽ مذهب سندس نظر ۾ سماج لاءِ آفيم هو. فرائيڊ جي گهر ۾ ڪا به مذهبي تقريب نه ملهائي ويندي هئي، ۽ نه ئي جمعي تي

رات جو ميڻ بتيون ٻاريون ويندڙيون هيون. عبادتگاهه ۾ حاضري نه ڏني ويندي هئي. ۽ نه ئي خاص ڏينهن تي ڪو انتظار ٿيندو هو.

فرائيڊ جنگ کي ضروري سمجهڻ خلاف هو. هو جنگ کي محض انسانيت جو قتل عام، تباهي، بربادي ۽ دنيا جي حسن ختم ڪرڻ جي سازش قرار ڏيندو هو.

ليکڪ ۽ فنڪار به فرائيڊ جي نظر ۾ نفسياتي مريض آهي، هن جو چوڻ هو ته اهي اصل نفساتي مريض ٿيئي تخيل جي دنيا ۾ رهن ٿا پر ليکڪن ۽ فنڪارن جو رابطو تخيل جي دنيا ۾ رهڻ باوجود حقيقي دنيا سان برقرار رهي ٿو. جڏهن ته اصل نفسياتي مريض ان تخيل جي دنيا کي ئي حقيقي دنيا سمجهڻ لڳندا آهن.

1930 جي آغاز ۾ تحيل نفسي، انساني مسئلن جي سلسلي ۾ دنيا جي سوچ کي متاثر ڪري چڪي هئي فرائيڊ اصطلاح مثال طور ليبيڊو، اڊ، ايروس، پيائي خود اذيتي، ايڊيپس وغيره ماڻهن جي زبان تي هئا. فرائيڊ جي سائنسي خدمتن عيوض فرينڪفرٽ ۾ ڪيس گوئٽي پرائز مليو. اڳتي هلي فرائيڊ جا پيش ڪيل نظريا ايڊيپس ڪامپليڪس، ٻارن جي نفسيات، جنسي نظريا، لاشعور، نيم شعور، انا، فرق الانا، اد، ليبيڊو ۽ خوابن جي تعبير قبوليت جو سرٽيفڪيٽ حاصل ڪري ويا.

آن دؤر ۾ فرائيڊ جي نظرين معاشري جي سينئي شعبن کي متاثر ڪيو، جهڙوڪ سائنسي ادب، شاعري، ڪهاڻيون، ناول، ڊراما، فلمون، سوانح حيات، تاريخي ادب، آرٽ، مصوري، مجسمه سازي، تعليم، سماجي سائنس وغيره.

فرائيڊ جو فڪر ۽ نظريا دنيا تي ڪجهه اهڙي طرح اثر انداز ٿيا جو ان زماني کي فرائيڊ جو دؤر چيو ويندو. ورجينيا وولف، ڊور ٿي رچرڊسن، وليم فاڪنر، والٽر لپ مين، فلائيڊ ڊيل، ميڪس ايسٽمين، شروڊ اينڊرسن، روز ميڪالي، آلڊس هڪسلي، سوازن گلاسپل سائيمن اسٽرلينڪيسي، جيمس جوائس، ڊي ايچ لارنس وغيره فرائيڊ کان سخت متاثر هئا. ٻئي طرف سماجي سائنس جي ماهرن، ايرچ فرام، جان ڊالرڊ، اينٿراپالاجي جي ماهرن مالينو وسڪي، مارگريٽ ۽ تعليم جي ماهرن ڪيرولين، ڪرسٽوفرينگ ۽ وليم هو بڪنز فرائيڊ کي گرمجوشيءَ سان خراج تحسين پيش ڪيو.

فرائيڊ کي ويانا ڏاڍو عزيز هو. جنهنڪري هن نازين جي ويانا ۾ داخل ٿيڻ کان پوءِ به پنهنجن ساٿين جي ويانا مان فرار ٿي وڃڻ واري صلاح مڃڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. نازين نيٺ فرائيڊ جي لائبرري ۽ ڪتابن کي باهه ڏئي ساڙي ڇڏيو. سائنسي دنيا خوفزده هئي ته ڪٿي فرائيڊ به نازين هٿان گرفتار نه ٿي وڃي. يونان

جي شهزادي ميري نازين کي ڏهه لک شيلنگ ادا ڪري، آمريڪي صدر روز ويلٽ جي ذريعي فرائيڊ کي بچائي ورتو .

فرائيڊ زندگي جا آخري ڏهاڙا لنڊن ۾ گذاريا. نيٺ هن جي سورهن سالا پراڻي بيماري سرطان لا علاج تي وئي 23 سيپٽمبر 1939ع ۾ هن جو انتقال ٿيو. هن جي لاش نذر آتش ڪئي وئي ۽ باويهه سو سال پراڻي واز ۾ محفوظ ڪئي وئي.

فرائيڊ انسانيت جو عظيم محسن آهي، نفسيات جي علم جي ترقي سبب ڪيترن ئي بيمارين جا علاج ممڪن ٿي سگهيا ۽ وهمن، وسوسن، ماليخوليائن ۽ فوبيائن کان پاڪ هڪ صحتمند معاشري جي بنياد ناهڻ ۾ مدد ملي.

هي ڪتاب گهڻو تڻو فرائيڊ جي نظرين نه پر سندس حياتيءَ تي مشتمل آهي، هن جون تڪليفون، مصائب، بي وفائيون، خوشيون، مجتائون ڪتاب جو خاص موضوع آهي.

**ظفر**

10-01-05

فرائيڊ پنهنجي عهد جو هڪ عظيم ۽ متنازعہ شخص هو. هن کان اڳ نفسيات جو علم چند دائرن تائين مجدود ۽ منجهيل هو. ان وقت ذهن جي ڪارڪردگي تي نظرياتي بحث ٿيندا هئا. هپناٽزم ۽ تنويم کي ان وقت خاص اهميت ڪان هئي. انهن جو بنياد ڪنهن حد تائين علمي حقيقتن تي ضرور هو ۽ انهن کي ڪجهه بيمارين لاءِ پڻ استعمال ڪيو ويندو هو، پر ان جا ماهر پاڻ بہ انهن علمن جي گهرائي کان اڻ واقف هئا ۽ فرائيڊ سڀ کان پهرين لاشعور کي دريافت ڪندي انساني عمل ۽ ڪردار کي نئين انداز سان تعمير ڪيو. هن انساني شخصيت جو بنياد جنس کي قرار ڏنو. اهڙي طرح هن تحليلِ نفسي يا نفسياتي تجزيي جي ذريعي ذهني بيمارين جي علاج ۾ هڪ انقلاب آڻي وڌو. هن جي پيدا ڪيل انقلاب جا نتيجا گهرا ٿيندا ويا. اڄڪلهہ جيئن جيئن معاشري ۾ نفسياتي پيچيدگين ۽ ذهني مونجهارن ۾ اضافو ٿي رهيو آهي، تحليل نفسي جي ذريعي علاج جي اهميت پڻ وڌي رهي آهي.

سگمنڊ فرائيڊ جو چوڪس ۽ عميق ذهن نفسياتي دريافتن جي تجربي گاهہ بنجي چڪو هو. هن جي دريافتن يورپ جي اخلاقي ۽ علمي نظرين کي ڏوڏي ڇڏيو هو. 6 مئي 1856ع ۾ فرائيڊ فرائي برگ، موراويا ۾ پيدا ٿيو. اهو هڪ مختصر ڳوٺ هو، جتي پنج هزار جرمن ۽ چيڪ رهواسي آباد هئا. ان وقت اهو علائقو آسٽرو هينگرين شهنشاهيت جو هڪ حصو هوندو هو. جنهن گهر ۾ فرائيڊ پيدا ٿيو اهو پڪين سرن سان تعمير ٿيل ۽ ٻہ منزلہ هو. اهو گهر تمام سادو هو. هن جي پيدائش وقت ٻہ عورتون موجود هيون. هڪ سندس ماءُ ۽ ٻي آيا، جيڪا هڪ بدصورت پوڙهي ۽ صفائي سٿرائي ۾ سخت هئي.

هن جي ماءُ جو نالو اميليا ناٿن سن فرائيڊ هو هن جي عمر پنهنجي پهرين ٻار سگمنڊ جي پيدائش وقت صرف ايڪيهه سال هئي. هوءَ ذهين، خوبصورت ۽ سنهي قد ڪاٺ واري عورت هئي. سندس تعلق مشهور يهودي عالم ناٿن هيولي شرمز خاندان سان هو. اهو خاندان بروڊي، پولينڊ مان هجرت ڪري ويانا ۾ اچي رهيو هو. هوءَ مڪمل گهريلو عورت هئي ۽ پنهنجي گهر جو ڪم ۽ سار سنڀال وغيره ڏاڍي ڦڙتي سان ڪندي هئي. هر ماءُ جيان هن کي به پنهنجي پهرين ٻار سان بي پناهه محبت هئي. هن هڪ اهڙي ٻار کي جنم ڏنو هو، جنهن جي قسمت ۾ تمام وڏو ماڻهو ٿيڻ هو. انهيءَ زماني جي ٻين عورتن جيان هوءَ به ستارن جي چال، هٿ جي ليڪن، فالن ۽ اڳڪٿين تي يقين رکندڙ هئي. هن به پنهنجي ٻار جو مستقبل ڄاڻڻ چاهيو ٿي. سگمنڊ جڏهن پيدا ٿيو هو ته سندس مٿي تي گهاٽا وار هئا، جنهن کي روايتي طور هن به خوشبختي جي علامت سمجهيو هو. انهن گهاٽن ڪارن وارن جي ڪري هوءَ پيار مان کيس ڍِنيڙو عربيءَ چوندي هئي هن کي پوڙهي هارياڻي جي ان اڳڪٿي تي هميشه اعتقاد رهيو، جنهن چيو هو ته مستقبل ۾ اهو ڇوڪرو تمام وڏو ماڻهو ٿيندو ۽ دنيا ۾ نالو پيدا ڪندو.

وقت گذرڻ سان گڏ ان عورت جي اڳڪٿي تي اميليا جو اعتقاد پختو ٿيندو ويو. هڪ دفعي جڏهن فرائيڊ جي عمر يارنهن سال هئي ماءُ وٽي کيس هڪ هوٽل ۾ آئي جتي هڪ پوڙهو شخص ماڻهن جي قسمت جو حال ٻڌائيندو هو، ان ڪجهه پئسا وٺي پنهنجي شعرن ۾ سگمنڊ لاءِ وڏو ماڻهو ٿيڻ جي اڳڪٿي ڪئي. سگمنڊ تي ته ان اڳڪٿي جو ڪو به اثر ڪونه ٿيو. پر سندس ماءُ بي حد خوش ٿي ۽ کيس پنهنجي پٽ تي فخر ٿيڻ لڳو. سگمنڊ هن جو لاڏلو ٻار هو. هوءَ اڳ کان وڌيڪ سندس خيال رکڻ لڳي. اهڙي طرح سگمنڊ کي پنهنجي نوجوان ماءُ جي ڀرپور محبت ۽ توجهه ميسر هئي، پر سندس پيءُ جي ڳالهه ڪجهه الڳ هئي اهو هن جي ماءُ کان ٻيڻي عمر جو هو ۽ هن جي ماءُ سان ٻي شادي ڪئي هئائين.

جيڪب فرائيڊ ڪپڙو تيار ڪرڻ واري هڪ مل جو مالڪ هو. هن جي گهر پرسان سندس وڏي پٽ عمانويل جو گهر پڻ هو. پهرين زال مان کيس به پٽ عما نويل ۽ فلپ هئا. عما نويل شادي شده هو ۽ ٻن ٻارن جو پيءُ هو. جان جنهن جي عمر هڪ سال هئي ۽ پالين سگمنڊ جي هم عمر هئي: يعني سگمنڊ جي پيدائش وقت هن جو پيءُ جيڪب ڏاڏو ٿي چڪو هو. سگمنڊ جي پيدائش وقت جيڪب جي عمر ايڪيتاليهه سال هئي. ان ڪري پنهنجي عمر مطابق هو سرد مهر ۽ خشڪ مزاج بڻجي چڪو هو ۽ پنهنجي زال اميليا جي برعڪس سگمنڊ جي پيدائش وقت هن کي

ڪا خاص خوشي ڪان هئي. ٻار هاڻ هن جي لاءِ پراڻي ڪهاڻي بنجي چڪا هئا. جواني جي گذرڻ بعد خاندان جي ڪفالت لاءِ هن جي جدوجهد ۾ تيزي اچي ويئي هئي. هو مزاج ۾ تلخ هرگز نہ هو. پر اهو ڏک ڪيس هر وقت هو تہ هو گهر کان ٻاهر نمايان حيثيت حاصل ڪرڻ ۾ اڃا تائين ناڪامياب هو. بهرحال ٻارن سان هن جو رويو هميشہ مشفقانہ هو. گهر ۾ هو حقيقي طور تي گهر جي مالڪ وارو رويو رکندو هو.

سگمنڊ کي پنهنجي ماءُ جي ڀرپور توجهہ ۽ پيار حاصل هو مگر پيءُ جو رويو سگمنڊ جي نظر ۾ عجيب و غريب ۽ سمجهہ ۾ نہ ايندڙ هو. سگمنڊ تمام حساس ٻار هو. پيءُ جي اهڙي رويي ۽ سرد مزاجي تي هو ڪافي وقت غور ڪندو رهندو هو. اڍائي عمر تي پهچي سگمنڊ پنهنجي ننڍپڻ جو هڪ واقعو ٻڌايو تہ هڪ دفعي هو پنهنجي والدين جي خوابگاهہ ۾ بغير اجازت داخل ٿيو هو ۽ سندس پيءُ نهايت سختي سان ڪمري مان نڪري وڃڻ جو حڪم ڏنو هو. پيءُ جي انهيءَ دڙڪي ۽ ناراضگيءَ جو هن تي دير تائين اثر رهيو هو.

ٻن سالن جو هوندي بہ هن کي هنڌ ۾ پيشاب ڪرڻ جي عادت هئي. انهيءَ عادت تي ماءُ تہ ڪيس ڪجهہ بہ ڪان چوندي هئي البتہ پيءُ ڏاڍا دڙڪا داٻا ڏيندو هو. هڪ دفعي اهڙا دڙڪا کائڻ تي هن پيءُ کي چيو. ”ناراض نہ ٿيو بابا. مان توهان کي شهر مان نئون خوبصورت بسترو خريد ڪري ڏيندس“.

هن جي ويڳي ڀاءُ عمانويل جو پٽ جان هن جو بهترين دوست ۽ ساٿي هو. ٻئي ٻارڻ ۾ گڏ رانديون ڪندا هئا ۽ اڪثر وڙهي بہ پوندا هئا: انهن جي جهڳڙن جا مقدما جيڪب اڳيان پيش ٿيندا هئا. هو هميشہ جان جي طرفداري ڪندو رهندو هو ۽ سگمنڊ کي دڙڪا ملندا هئا.

پيءُ جي رويي ۽ ماءُ جي رويي سگمنڊ جي ذهن کي منجهائي وڌو هو. هن جي سمجهہ ۾ نٿي آيو تہ آخر ماءُ ايڏي محبت ۽ شفقت سان پيش اچي ٿي ۽ پيءُ گهڻي سختي ڇو ڪندو رهندو هو. پيءُ جو ماءُ جيان محبت نٿي ڪئي. انهن ٻن متضاد روين هن جي ذهن کي منجهائي وڌو هو. عجيب ڳالهہ اها هئي تہ هڪ طرف تہ هن جو پيءُ ساڻس سختي سان پيش ايندو هو. ٻئي طرف سگمنڊ سان ڪيڏندو بہ هو ۽ سير و تفريح بہ ڪرائيندو هو. هو سگمنڊ کي اڪثر فرائي برگ جي حسين جهنگ جو سير ڪرائڻ وٺي ويندو هو. جيڪو ڳوٺ کان تقريبن اڌ ميل جي فاصلي تي ڪار پيٿئين جبلن سان لاڳيتو هو. پيءُ سان گڏ انهي خوبصورت جهنگ جو سير ٻنديڙي سگمنڊ لاءِ ڏاڍو خوشگوار هوندو هو. سير سفر دوران پريشان حال ۽ سخت مزاج رهندڙ پيءُ جو روپ همدرد ساٿي ۽ پياري دوست وارو هوندو هو.

جيڪب گهر ۾ هڪ سخت گير، سرد مزاج ۽ حاڪمانه طبعيت رکندڙ پيءُ هو. تڏهن به سگمنڊ جي دل ۾ هن لاءِ عزت ۽ احترام موجود هو. سگمنڊ پنهنجي پيءُ کي دنيا جو سڀ کان وڏيڪ عقلمند، طاقتور ترين ۽ امير ترين انسان سمجهندو هو. جيڪب پنهنجي گهر جو حاڪم هو ۽ حاڪمانه شان پڻ رکندو هو. ان کانپوءِ عمانويل هو، هن جو ويڄو ڀاءُ ۽ هن جي دوست ۽ ڀائٽي جان جو پيءُ، پوءِ ڏاڏاڻ هئي، جيڪا همدرد، شفيق ۽ مهربان هجڻ سان گڏ سخت به هئي. جان هن جو دوست ۽ ڀائٽيو جيڪو عمر ۾ کائنس هڪ سال وڏو هو، ۽ جهيڙي ۾ سگمنڊ تي غالب پئجي ويندو هو. آخر ۾ هن جي ماءُ هئي. جيڪا سراپا محبت ۽ شفقت هئي.

خاندان جي فردن جي متضاد روين ننڍڙي سگمنڊ جي دل ۾ مونجهارا پيدا ڪري ڇڏيا هئا. هو اڪثر انهن سوچن ۾ ٻڏل رهندو هو ته آخر سيني جا رويا هڪجهڙا ڇو ناهن؟ اهي هڪ ٻئي کان ايترا مختلف ڇو آهن؟ هن جون چمڪندڙ ۽ تيز اکيون خاندان جي هر فرد جي چرپر، فطرت ۽ روين جو گهري نظر سان مطالعو ڪنديون هيون، جيتوڻيڪ هو پنهنجي ذهني مونجهارن کي حل ڪرڻ ۾ ڪامياب نٿي سگهيو. تنهن هوندي به عمر سان گڏوگڏ غور و فڪر ۽ تيزنگاهي سان مشاهدن ڪرڻ جي عادت منجهس پختہ ٿيندي ويئي.

هن جي ماءُ هن جي پيءُ کان عمر ۾ اڌ هئي ۽ پنهنجي ويڄي پٽ عمانويل جي هم عمر هئي. جيڪب عمر ۾ آيا جو برابر هو ۽ اميليا جو ڇڻ پيءُ لڳندو هو. عمرين جو اهو فرق ڏسي، ننڍڙي سگمنڊ جي ذهن ۾ خيال ايندو هو ته اصل ۾ پيءُ جي شادي ڏاڏاڻ سان ۽ ماءُ جي شادي عمانويل سان ٿيڻ گهرجي ها. هن جو پيءُ هن جي دوست ۽ ڀائٽي جو ڏاڏو هو. هو محسوس ڪندو هو ته ساٿس پيءُ جو رويو پيءُ بجاءِ ڏاڏي جيان هو. جيڪب جا پٽ عمانويل ۽ فلپ ڀرپور نوجوان هئا.

سگمنڊ پنهنجي ننڍپڻ جي خوابن ۽ خيالن جي باري ۾ ٻڌائيندي اهو ذڪر ڪيو هو ته ڪهڙي طرح هن زندگي جي انهن تلخ حقيقتن سان سمجهوتو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. هن جي عمر جڏهن اڍائي سال ٿي ته سندس ماءُ هڪ ڌيءُ کي جنم ڏنو. ننڍڙي اينا جي آمد تي سگمنڊ کي ڪابه خوشي محسوس نه ٿي هئي. هن جي پيدائش سندس ذهن ۾ هڪ نئون مونجهارو پيدا ڪري وڌو. هي آخر آئي ڪٿان؟ ان وقت هڪ ٻيو واقعو به ٿيو ته ڏاڏاڻ اوچتو غائب ٿي وئي. هن جي گمشدگي سگمنڊ جي ذهن ۾ هڪ نئون مونجهارو پيدا ڪيو هوءَ آخر ڪيڏانهن غائب ٿي وئي؟ هن کي ڪنهن غائب ڪيو؟ پوءِ هن کي خبر پئي ته ڏاڏاڻ چوري ڪندي پڪڙجي پئي

هئي ۽ عمانويل هن کي جيل ۾ وجهايو هو. سگمنڊ جي دل کي لڳو هجي نه هجي عمانويل ئي ننڍڙي اينا کٽي اچي هن جي ماءُ کي ڏني هئي.

هاڻي عمانويل جيڪب جي جڳهه وٺڻ لڳو هو. هن جي ذهن ۾ خيال اچڻ لڳو ته هن جو پيءُ جيڪب نه عمانويل هو. هن جي ذهن ۾ پنهنجي پيءُ جيءَ خلاف جيڪي به خيال هئا اهيءَ عمانويل طرف منتقل ٿيڻ لڳا. جيڪڏهن هن جي ذهن ۾ اهو خيال پختو ٿيندو رهي ها ته دراصل جيڪب بجاءِ عمانويل ئي هن جو پيءُ آهيءَ ۽ هن جي ننڍڙي ڀيڻ جي پيدائش جو ذميوار آهي ته ان صورت ۾ جيڪب جو جيڪو خوف وٽس هو. اهو هميشه لاءِ ختم ٿي وڃي ها ۽ هو جيڪب سان اهڙي ئي محبت ڪرڻ لڳي ها. جهڙي هو پنهنجي ماءُ اميليا سان ڪندو هو.

بهرحال جيڪب جي باري ۾ هن جا خيال شڪي ئي رهيا ۽ عمر وڌڻ سان گڏ هن جا ذهني مونجهارا وڌيڪ پيچيده ٿيندا ويا. هو پنهنجي ماءُ پيءُ جو سڀ کان وڏو پٽ هو پر هن جا به وڏا ڀاءُ عمانويل ۽ فلپ بہ موجود هئا. ان کان علاوه عمانويل جا به ٻار جان ۽ پالين به موجود هئا. جيڪي عمرين جيءَ لحاظ کان هن جا ڀاءُ ڀيڻ لڳندا هئا. پر اهي هن جا ڀائٽي ۽ ڀائٽيو هئا. هن جو ڀائٽيو عمر ۾ ڪانئس هڪ سال وڏو ۽ ڀائٽي هن جي هم عمر هئي. اهڙي طرح سگمنڊ جي خاندان ۾ متعين حيثيت ڪا به نه هئي. هو عمانويل جي ٻارن لاءِ صرف ناليءَ جو چاچو هو. جان ته هن کي هرگز چاچي واري محترم حيثيت ڏيڻ لاءِ تيار نه هو. جيتوڻيڪ هو سندس پيءُ کي ڏاڏو ڪري مخاطب ٿيندو هو. اهو رشتو سگمنڊ جو ذهن قبول ڪرڻ لاءِ تيار نه هو. هو سوچيندو هو ته چاڪاڻ ته جان عمر ۾ ڪانئس وڏو هو ان ڪري جان کي هن جو چاچو هجڻ گهرجي ها. هو ۽ جان ٻاڻ ۾ ڀائرن وانگر هئا. جان هن جو پيارو دوست هونديءَ به ڪڏهن ڪڏهن دشمني تي لهي ايندو هو ۽ وڙهي به پوندو هو.

جان جو رويو به سگمنڊ لاءِ هڪ ڳجهارت هو. ان ڳالهه هن جي ذهن ۾ متضاد قسم جا خيال ۽ احساس پيدا ڪيا محبت جي مقابلي ۾ نفرت ۽ خوف. دوستي جي مقابلي ۾ دشمني ۽ برابري جي مقابلي ۾ برتري. اهي ئي احساس هن جي ذهن ۾ پيءُ لاءِ پڻ موجود هئا.

ٻئي ٻار هڪ ٻئي جا بهترين ساٿي هئا. هو هڪ ٻئي سان محبت به ڪندا هئا ۽ ٻاڻ ۾ وڙهندا به هئا. هڪ وقت هو ڊيوڊ ۽ جوناٿن هوندا ته ٻئي وقت هو سيزر ۽ بروٽس بنجي پوندا هئا. جان اڪثر ڪاوڙ ۾ اچي مان نڪري ويندو هو ۽ پنهنجي وڏي عمر جو فائدو وٺندي چاچي کي ڌاڌو ماري وٺندو هو. ان تي سگمنڊ خاموش نه رهندو بلڪ هو به جواب ۾ ڪيس مار ڪيندو هو.

سگمنڊ اڳتي هلي پنهنجي ننڍپڻ جي واقعن جو ذڪر ڪيو جنهن ۾ هن ڇيو تہ جان سان تعلق جي نوعيت منهنجي ڪردار جي راهہ جي تعين ڪرڻ ۾ اهم رول ادا ڪيو. پنهنجي ڪتاب The interpratation of dreams ۾ پڻ هن ان ڳالهہ جي وري وزي وضاحت ڪئي آهي تہ ننڍپڻ جو ماحول ۽ ساٿي ڪنهن شخص جي ڪردار جي تعمير ۾ اهم رول ادا ڪندا آهن. ننڍپڻ ۾ هن جو هيرو هيني بال هو، جنهن رومين ڪي شڪست ڏني هئي. اهڙي طرح اهو سگمنڊ لاءِ طاقت ۽ زورآوري جي علامت بنجي ويو هو.

پنهنجي هڪ خواب جي باري ۾، جنهن ۾ بروٽس ۽ سيزر هئا، هن هڪ دفعو ٻڌايو ۽عجيب ڳالهہ هئي تہ چوڏهن سالن جي عمر ۾ مونکي شيلر جي هڪ ڊرامي ۾، جيڪو ٻارن اڳيان پيش ڪيو ويو هو، بروٽس جو ڪردار ادا ڪرڻ جو اتفاق ٿيو. ان رول جي تياري لاءِ مونکي پنهنجي ڀائٽي وٽان مدد ملي هئي، جيڪو انگلينڊ مان مون وٽ آيل هو. ٽن سالن جي عمر تائين مونکي هن جي رفاقت ميسر رهي هئي. اسين ٻئي پاڻ ۾ بي حد محبت ڪندا هئاسين ۽ گڏوگڏ وڙهندا بہ هئاسين. پنهنجي ڀائٽي سان انهن تعلقاتن منهنجي ڪردار تي گهرا اثر وڌا. اسانجي ننڍپڻ جي جهڳڙن مون ۾ احساس مدافعت پيدا ڪيو ۽ مون سکيو تہ پنهنجي عزت ۽ وقار جو تحفظ ڪيئن ڪرڻ گهرجي ۽ پنهنجي دشمنن سان ڪيئن پيش اچڻ گهرجي.

۽جيئن هڪ ندي زمين اندر روان چشمن جي پاڻي ذريعي پنهنجو وهڪرو تيز ڪندي آهي، بلڪل اهڙي طرح مختلف سببن ڪري انساني ذهن ۾ ڪجهہ اهڙن رشتن خلاف نفرت جي جذبي ۾ بہ تيزي ۽ گهرائي پيدا ٿي ويندي آهي جيتوڻيڪ اهي عزيز ۽ قريبي هوندا آهن. ان نفرت ۽ عداوت جي جذبن کي دٻائڻ ۽ محبت ۽ انس جي جذبن کي ساڳي جاءِ ڏيڻ ڏاڍو مشڪل ڪم آهي. ڪڏهن ڪڏهن اهو ڪم ايترو مشڪل ثابت نہ ٿيندو آهي. منهنجي ڀائٽي سان تعلقاتن ۾ پڻ اهڙو معاملو هو. هو مون کان هڪ سال وڏو هو. ننڍپڻ ۾ هو مونکي مار ڪيڏي وٺندو هو. هن جي مار مون ۾ احساس مدافعت پيدا ڪري ڇڏيو هو تہ مون کي پنهنجو بچاءُ ڪهڙي طرح ڪرڻ گهرجي. اسين گڏ رهندا هئاسين، گڏ کيڏندا هئاسين، پاڻ ۾ محبت ڪندا هئاسين پر اسان پاڻ ۾ وڙهندا بہ هئاسين. يعني اڪثر ڪري اسين بروٽس ۽ سيزر بنجي پوندا هئاسين. هڪ بي تڪلف ۽ همدرد دوست ۽ هڪ قابل نفرت دشمن منهنجي جذباتي زندگي لاءِ هڪ خاص ضرورت رهيا آهن۽.

پر سگمنڊ جو ننڍپڻ جو ساٿي جان ۽ پيا ٻي شمار ڇوڪرا جيڪي هڪ ئي وقت سڻا دوست ۽ خراب دشمن به هوندا هئا. مٿين بحث مان اهو گهڻ ثابت ٿو ٿئي ته انهن سگمنڊ جي ذهن ۾ محبت جي روش ۽ ٻيا ڪيئي جذبا هوندا اهي گهڻي ملي ويا هوندا. بهرحال سگمنڊ خود اعتراف ڪندو هو ته جيڪا پيءُ سان محبت هئي اها ايڏي گهري ۽ شديد نه هئي بلڪ نيم محبت هئي.

پنهنجي خانداني دائري کان ٻاهر سگمنڊ جي ڏسڻ لاءِ سڄي دنيا موجود هئي. فرائي برگ هڪ خوبصورت ڳوٺ هو. جنهن جو ٻيو نالو فري مائٽين هو. هي ويانا جي اتر اوڀر کان ڏيڍ سؤ ميل هو. پرسان لوبينا درياءُ هو. گرمين ۽ بهار ۾ هن جاءِ جو نظارو ڏاڍو دلڪش ۽ خوبصورت هوندو هو. ڳوٺ جي وچ ۾ سينٽ ميري برٽ چرچ هو. جنهن جي بلندي به سؤ فٽ هئي ۽ چرچ ۾ وڄندڙ گهنٽين جو آواز ڏاڍو دلڪش هوندو هو. چرچ جي اردگرد شاندار ۽ خوبصورت گهر هئا. انهن ۾ هڪ عظيم الشان عمارت به موجود هئي. جيڪا ٽيهه سال جنگ جي يادگار طور تعمير ڪئي وئي هئي. ان عمارت ۾ قسمين قسمين هٿيار، تلوارون، خنجر، فوجي ورديون ۽ چاقو وغيره سجايل هئا. اها عمارت فرائي برگ جي رهواسين جي بي مثال بهادري، مزاحمت ۽ استقلال جي يادگار هئي. هڪ عام محاورو هو ته ٻريگ، فرائي برگ ۽ برون سوئيڊن جي هٿيارن کي مٽو ڪري ڇڏيو هو۽ ڳوٺ کان ٻاهر ٻنيون پارا هئا. فرائيڊ خاندان انهي علائقي ۾ رهيل هو.

موراويا جي تقريبن پنجانوي سيڪڙو آبادي رومن ڪيٿولڪ هئي. پروٽيسٽنٽ مشڪل سان ٽي سيڪڙو هئا ۽ باقي به سيڪڙو يهودي هئا. 1851ع کان آسٽريا بحالي (Restoration) جي ردعمل جي طور پيدا ٿيڻ وارن سياسي حالتن جي گرفت ۾ رهندو آيو هو. فرائيڊ خاندان سياست کان هميشه الڳ رهيو هو. لبرل انقلاب جيڪو بحالي جي ردعمل ۾ وجود ۾ آيو هو. تنهن ڪري اهڙي صورتحال پيدا ٿي جو چيڪ قوميت آسٽريائي سياست ۾ سڀ کان وڏيڪ فعال قوت بنجي پئي، ۽ چيڪ قوميت وارن جي دلين ۾ جرمني خلاف شديد نفرت پيدا ٿي پئي. جرمن ان وقت موراويا جي وڏي قوت ۽ بي حد اثر رسوخ وارا هئا. يهودي ٻولي ۽ قوميت جي حوالي سان جرمن هئا. تنهن ڪري چيڪ قوميت وارن اڳيان قابل نفرت ۽ واجب القتل هئا.

پنهنجي جواني کان ئي جيڪب کي فرائي برگ ۾ رهندي مقامي آبادي جي يهودين سان نفرت جي ڄاڻ هئي. يهودي صدين کان نفرتن ۽ دشمنين جي ماحول ۾

ٻہ پنھنجو وجود قائم رکندا آيا ھئا. اھي بہ مقامي آبادي جي نفرت ۽ ڪاوڙ کي چاڻندي خاموشي سان زندگي جا ڏينھن گذاري رھيا ھئا.

1848ع ۾ جڏھن بوھيميا ۾ انقلاب آيو تہ ان جو پاڙيسري موراويا بہ انقلاب جي لپيٽ ۾ اچي ويو. ان انقلاب جي نتيجي ۾ پراگ ۾ چيڪ قوميت وارن يھودين خلاف زبردست مظاهرا ڪيا. اھي يھودين جي معيشت تي بالادستي خلاف احتجاج ڪري رھيا ھئا. جلد ئي انھن احتجاجي مظاھرن جي لھر فرائي برگ تائين بہ پھچي وئي. انقلابين ھتي يھودين جي ڪپڙي جي ملن ۾ ڪم ڪندڙ مزدورن کي پنھنجي مالڪن خلاف ھڙتال شروع ڪري ڇڏيو. جيتوڻيڪ فرائي برگ جي يھودين کي اتي رھندي انقلابين ھٿان پنھنجي جانين جو خطرو ڪونہ ھو. تڏھن بہ ڪين پنھنجي زندگي عذاب محسوس ٿيڻ لڳي ۽ ھو مستقل ناخوش رھڻ لڳا.

وڏيڪ ظلم اھو ٿيو جو صنعتي انقلاب برپا ٿي ويو. جيڪو ڪم سياسي انقلاب ڪان نہ ٿيو اھو صنعتي انقلاب ڪري ڏيکاريو. يورپ ۾ ھر جاءِ ھٿ جي ڪم بجاءِ مشينون اچڻ لڳيون. فرائي برگ ۾ ڪپڙي جي صنعت روايتي طريقن تي مشتمل ھئي. مشينن جي آمد سان انھن کي سخت نقصان رسيو ۽ 1835ع کان جيڪب فرائيڊ جي مل مسلسل خساري ۾ رھڻ لڳي. 1840ع ۾ ويانا ۽ جرمني جي وچ ۾ ريلوي لائن وڇائي وئي ويانا کي ريلوي لائن ذريعي گاليشيا سان ملايو. نتيجي ۾ صنعتي انقلاب جا اثرات تيزي سان ننڍن ننڍن شھرن ۽ ڳوٺن ۾ پھچي ويا. بي روزگاري جي شرح ۾ اضافو ٿيڻ لڳو. 1852ع ۾ ملڪ ڪساد بازاري جي ور چڙھي ويو. افراط زر جي شرح ۾ 1859ع تائين خوفناڪ حد تائين اضافو ٿي چڪو ھو. ساڳي سال جڏھن سگمنڊ جي* عمر تيرھن سال ھئي تہ آسٽرواٽالين جنگ شروع ٿي وئي. ان وقت فرائي برگ پنھنجو آخري معاشي ساھ کڻي رھيو ھو.

اھڙي طرح فرائي برگ ۾ ھاڻي فرائيڊ خاندان لاءِ پنھنجي خراب ٿيندڙ معاشي حالت جي بحالي لاءِ ڪوبہ رستو نہ بچيو ھو. اتي ٻارن لاءِ اعليٰ تعليمي سھولتون بہ نہ ھئڻ جي برابر ھيون. سگمنڊ جي پيدائش کان ٻہ سال اڳ اتي ھڪ جمنازيم (ھاءِ اسڪول) قائم ڪيو ويو ھو. پر اتي تعليم جي حاصلات ۾ تسلسل قائم نہ رھندو ھو. اھو ڪڏھن بند ڪيو ويندو ھو تہ ڪڏھن کوليو ويندو ھو. ان جو سبب انتظاميہ وٽ فنڊ جي کوٽ ھو.

آزادي جي خواھش، ماني جي خواھش ۽ معاشي حالتن جي غير يقيني ھجرت لاءِ ھميشہ اھم سبب رھيا آھن. انھيءَ سببان ڪري جيڪب فرائيڊ خاندان جا ابا ڏاڏا صدين کان ھڪ ھنڌ کان ٻئي ھنڌ ھجرت لاءِ مجبور ھئا. اھو خاندان پھريان ڪولون

آباد هو، پوءِ جڏهن يهودين جو قتل عام تيڻ لڳو تہ اهو خاندان اتان پڇي يا هجرت ڪري ويو، پوءِ گاليشيا جي رستي جرمن آسٽريا ۾ داخل ٿيو. هجرت هو واقعو چوڏهين يا پندرهين صدي جو آهي. نيٺ 1859ع ۾ اسي سالن ڪانپوءِ بہ خاندان بيو پيرو هجرت ڪئي. عمانويل جو خاندان مانچسٽر برطانيہ هليو. جتي عمانويل پنهنجي ڪپڙي جي مل واري تجربي جي بنياد تي معاشي حوالي ، پنهنجا قدم ڄمائي ورتا جڏهن تہ جيڪب پنهنجي زال ۽ ٻنهي ٻارن سميت ليپزنگ ڏانهن سفر اختيار ڪيو. پهريان انهن گهوڙي گاڏي ۾ طويل سفر ڪيو. ان ڪانپوءِ ريل گاڏي ۾ سوار ٿيا. هي ترين انهن کي پنهنجي محبوب ڳوٺ، حسين جنگل، بلند عمارت سينٽ ميري چرچ ۽ فرائي برگ جي شاندار عمارتن کان هميشہ لاءِ جدا ڪري ويانا ڪٺي آئي.

اڳتي هلي فرائيڊ ڪڏهن بہ ان هجرت ۽ جو ذڪر ڪرڻ پسند نہ ڪيو. جڏهن بہ هن کان ان باري ۾ پڇيو ويندو هو تہ هو هميشہ ڳالهہ کي ٽاري ويندو هو. اهو وقت اسان لاءِ انتهائي مصائبن ۽ مشڪلاتن جو وقت هو. ان کي ياد ڪرڻ سان ڪجهہ بہ حاصل نہ ٿيندو.

هي سڀ اهي واقعا آهن جيڪي ٽن سالن جي عمر کي پهچندي سگمنڊ سان پيش آيا. هو پنهنجي شفيق ۽ محبت ڪرڻ واري ماءُ جو پهريون ٻار هو. پر پنهنجي پيءُ جو پهريون ٻار هرگز نہ هو. جيڪب پنهنجي عمر جي تقاضا موجب پنهنجي محبت کي ظاهر ٿيڻ نہ ڏيندو هو. سگمنڊ پنهنجي ماءُ سان دل و جان سان محبت ڪندو هو. پيءُ طرف هن جو رويو ڪجهہ خوف ۽ محبت جو امتزاج هو. هن جي جذباتي دنيا ۽ جو بنياد فرائي برگ ۾ گذاريل خوبصورت وقت مان پيو هو. حقيقي دنيا ڪجهہ عجيب، ڪجهہ اجنبي، ڪجهہ دوست ۽ ڪجهہ دشمن جهڙي هئي. فرائي برگ جهڙي خوبصورت علائقي مان سندس پيءُ کي ترڙيو ويو هو. هن جي پيءُ انتهائي منصف مزاج، اخلاقي طور بلند ۽ بي حد محنتي هو. هن جي پيءُ مشينن کان شڪست کاڌي هئي. پر مشينن کان وڌيڪ ڳوٺ وارن ترڙڻ ۾ ڪردار ادا ڪيو. هن جو خدا ڳوٺ وارن جي خدا کان مختلف هو. سگمنڊ ان ننڍي عمر ۾ جيڪڏهن هجرت جو سبب نہ ڄاڻي سگهيو هو تہ ان باري ۾ سوال پڇڻ تہ هن لاءِ سولو هو.

هن جي ذهن ۾ پنهنجي خاندان جي ڀاتين وچ ۾ تعلقاتن تي بہ سوال ايرندا هئا. اها ڪا عجب جهڙي ڳالهہ نہ هئي جو تہ اڳتي هلي هن جنهن ميدان ۾ ڪارناما سرانجام ڏنا، اهي انسانن وچ ۾ جنسي رابطا، محبت جا جذبا ۽ علم جنسيات ۽ علم نفسيات جا ميدان هئا. حقيقي دنيا کي سمجهڻ هڪ ٻار لاءِ ڏاڍو مشڪل

آهي. جڏهن ڊنيا اهڙي جاءِ بنجي پئي جتي خيالن ۽ تصورن کي حقيقتن تي فوقيت ڏني وڃي اهڙي صورت ۾ ٻارن جو ذهن مختلف قسم جي سوالن ۽ مونجهارن جو شڪار ٿي ويندو آهي.

اهو چوڻ غلط ٿيندو تہ هن جي ڪردار جي تعمير ۾ صرف فرائي برگ ۾ گذاريل ٽن سالن اهم ڪردار ادا ڪيو. حقيقت ۾ هن جي ڪردار ان وقت تشڪيل پاتي جڏهن هن تلخ حقيقتن جي دنيا ۾ قدم رکيو ۽ ان جي گهراين ۽ باريڪين کي ڏٺو ۽ پرکيو. حقيقي دنيا ۾ قدم رکڻ ڪانپوءِ ئي هن جي دل ۾ پنهنجي پيءُ جي ڀآمريت ۽ خلاف مزاحمت جو جذبو پيدا ٿيو ۽ هن محبت ۽ نفرت جي جذبن کي صحيح طور سمجهڻ شروع ڪيو ۽ هتان کان ئي سگمنڊ ۽ پنهنجي مستقبل جي باري ۾ سوچڻ شروع ڪيو.

ويانا کي شهرت جي راڻي سڏيو ويندو آهي. هي اهو شهر آهي جتي عظيم موسيقار موزاوٽ رهندو هو. جنهن پنهنجي سموري زندگي عارفانہ نغمن جي تخليق ۾ نهايت غربت ۽ ڪسمپرسي ۾ گذاري ۽ آخر ۾ هڪ ڀڳل ٽٽل قبر ۾ هميشہ لاءِ وڃي آرامي ٿيو. هتي فرانز شوبرٽ پيدا ٿيو ۽ فاقا ڪندو ڪندو وڃي آغوش لحد ۾ ستو. هتي عظيم هيڊن پنهنجي زندگي جا ڪيئي سال گذاريا ۽ ڏاڍو خوبصورت مناجات لکيائين.

هن شهر ۾ ٽيوٽين، سليو، مگيار سڀ گڏ رهندا هئا. هتي جرمن، چيڪ، سلواڪ، سربوڪروئين، رٿينئين، پولش، سلووين، رومانوي ۽ اطالوي ٻولين ۾ بہ حساب اخبارون شايع ٿينديون هيون.

ويانا موسيقي جو ڳڙھ هو، خوشين ۽ عيش جو گهر هو. هتي هر رهندڙ زندگي کي ڀرپور طريقي سان گذارڻ کي پنهنجو مقصد بڻايو هو. پنهنجي سڄي شان و شوڪت جي باوجود هي شهر اندران کوکلو هو. جنهن کي جڻ ٻاهريان سينگاريو ويو هجي، ڏسڻ وارن جي نظر اندر نہ پهچندي هئي.

فضول خرچي ۽ عياشي چوٽ چڙهيل هئي. رياڪاري ۽ مصنوعيت هر هنڌ هئي. ماڻهن کي حقيقتن کان منهن ڦيرڻ جي عادت هئي. آسٽريا ۾ شهنشاهت قائم هئي ۽ آئين صرف نالي جو موجود هو. پارليامينٽ جون بہ عمارتون موجود هيون. حقن ۽ آزاديءَ جا باقائدي قانون بہ موجود هئا. آزاد قانوني عدالتون پڻ موجود هيون. وزير و مشير هئا. پر اصل حڪومت انهن جي هٿ ۾ هئي جن جو تعلق امراءَ طبقي سان هو. اهي ماڻهو پنهنجي مخصوص طبقي کان ٻاهر ڪڏهن بہ شاديون نہ ڪندا هئا. نتيجي ۾ اهو طبقو هڪ وڏي خاندان جي شڪل اختيار ڪري ويو. ان

خاندان جو سربراهہ آخري هالپس برگ بادشاهہ فرانز جوزف هو. جڏهن سگمنڊ ويانا پهتو تہ ان جي حڪومت جو ٻارهون سال هلي رهيو هو. اهو بادشاهہ مغرور، مطلق العنان، قدامت پسند ۽ رعايا کان الڳ ٿلڳ هو. سندس طبقو طاقتور ۽ پنهنجي مرضي مڙهڻ جو عادي هو. هو عوام جي ڀلائي واري هر تحريڪ کي دٻائي ڇڏيندو هو. ان طبقي ۾ قديم جاگيرداري نظام جون سڀ خرابيون ۽ قباحتون موجود هيون.

ويانا وارا مطلق العنانيت ۽ جمهوريت وچ ۾ موجود خلا کي ڇاڻي واڻي نظرانداز ڪندا ٿي آيا. وڏي حيثيت حاصل ڪرڻ يا ڪو وڏو عهدو حاصل ڪرڻ لاءِ ضروري هو تہ ڪنهن ۽متئين۽ جي سفارش ۽ سرپرستي حاصل هجي. اڪثر سفارشن جو اهو سلسلو بادشاهہ تائين پهچندو هو. سفارش ڪانسواءِ ڪوبہ ڪم ممڪن نہ هو.

معاشري جي حالت اها هئي جو عزت ۽ وقار حاصل ڪرڻ لاءِ هر ڪنهن جو امراءَ طبقي سان تعلق ثابت ڪرڻ ضروري هو. سماج ۾ صرف امير ڪبير ۽ اثر رسوخ وارن ماڻهن جي بي حد عزت هئي. انهن جي بالادستي ۽ اميري عام ماڻهن ۽ خود بادشاهہ جي درٻارين کي ٻنهہ نہ وڻندي هئي. ڇاڪاڻ تہ معيشت تي پڻ اهي ماڻهو حاوي هئا.

اوڻيهين صدي عيسوي ۾ سڄي يورپ ۾ ويانا خوبصورت ۽ حسين شهر ڳڻيو ويندو هو. هتي شاندار ۽ حسين محل هئا انهن محلن ۾ شهزادي يوجين جو محل ڏاڍو مشهور هو. ڏسڻ وارن کي شهر جي اصل معاشي زبون حالي جي تصوير ڏسڻ ۾ نٿي آئي بلڪ اهي جسين محلن ۽ عمارتن سان سينگاريل شهر کي ڏسي ان غلط فهمي ۾ مبتلا ٿي ويندا هئا تہ ويانا واقعي شهرن جي ملڪہ آهي ۽ هتي ڏاڍي دولت آهي. هن شهر ۾ هڪ ئي وقت، هنگري جي ٻاهہ، جرمني جي نرم دلي، بوهيمين ۽ اطالوي تخيلات گڏ هئا. هي شهر وڏيڪ خوبصورت ان ڪري لڳندو هو، جو ان وٽجهو ئي مشهور روماني درياءَ ڊينيوب وهندو هو. اهل ويانا جو زندگي جي باري ۾ نظريو هو تہ ان کي عيش و آرام ۽ شان و شوڪت سان گذارڻ گهرجي. ان ڪري هتان جو هر شخص فضول خرچ هو. پنهنجي ظاهري (ڪوڪلي) حيثيت جو ڀرم رکڻ لاءِ هو ٿوري ٿوري ڳالهہ تي پئسو پاڻي جيان وهائيندا هئا. ٽپ ڏيڻ جو رواج سڄي يورپ کان وڌيڪ هو. وڏيون وڏيون رقمون بيرن ۽ ملازمن کي بخشش ۾ ڏيئي ڇڏيندا هئا. ويانا جي مشهور طنزنگار ڪارل ڪراس ماڻهن جي ان عادت تي پنهنجي مضمون ۾ لکيو هو ۽قيامت جي ڏينهن جڏهن ڪنهن ويانا جي شهري جي قبر ڦاٽندي تہ ان مان هڪ هٿ ٻاهر نڪرندو جيڪو ٽپ گهري رهيو هوندو۽.

ويانا جا شهري اسٽيج ۽ ٿيٽر جا شوقين هئا. موسيقي وغيره جي پروگرامن ۾ ڀرپور شرڪت ڪندا هئا. پر موسيقارن ۽ اداڪارن کي معاشري ۾ ڪو باحيثيت ۽ معزز مقام حاصل نه هو. هانز ساچز جي لفظن ۾ ته، ويانا جا شهري پاڻ سڀ جا سڀ ئي اداڪار هئا. رياڪاري، مطلب پرستي، خوشامد انهن جي روح ۾ سمايل هئا. انهن ۾ جيڪا نرم دلي، انڪسار، خلوص ۽ مروت هئي اهو سڀ ڏوڪو ۽ اداڪاري هئي.

اوڻيهين صدي جي پهرين اڌ ۾ جڏهن ميٽرنڪ آسٽريا جو چانسلر هو، تڏهن آسٽريا کي يورپي سياست ۾ اهم مقام حاصل هو. 1815ع ۾ ويانا ۾ جيڪا ڪانگريس ٿي هئي ان ۾ سڄي کنڊ جي سياست تي انتهائي اهم فيصلا ڪيا ويا هئا. پر پوءِ ويانا وارا سياست ۾ دلچسپي وٺڻ ڇڏي ويا ۽ انهن ۾ عيش ڪرڻ، عمده طعام کائڻ، شراب پيئڻ، اسٽيج ۽ ٿيٽرن جي محفلن ۾ دلچسپي پيدا ٿيندي وئي.

ان وقت ويانا ۾ يهودي ڪل آبادي جو ڏهون حصو هئا، جڏهن فرائيڊ خاندان ويانا پهتو ته انهن به يهودين کي ٻين کان جدا ٿيل محسوس ڪيو، اهي ڇڙ اڇوت هئا. فرائي برگ جي ڀيٽ ۾ هتي يهودين سان امتيازي سلوڪ اختيار ڪيو ويندو هو.

صدين کان يهودي مسئلو ويانا جي مٽي جو سور بنيو پيو هو. يهودي مسئلو حقيقت ۾ يورپ وارن لاءِ رومن شهنشاهيت جي آغاز واري زماني کان ئي شروع ٿيل هو. جڏهن پهرين ہاپس برگ بادشاهه روڊولف آسٽريا جي تخت تي ويٺو هو ته ويانا ۾ يهودي ايتري تعداد ۾ هئا، جو انهن ۾ ۽ عيسائين ۾ فرق ڪرڻ مشڪل هو. ان ڪري ڪرسچن سينوڊ حڪم جاري ڪيو هو ته يهودي پنهنجي شناخت لاءِ هيٽ پائين. چاليهه سالن بعد جڏهن اهي هيٽ فيشن جي لحاظ کان پراڻا ٿي ويا ته ڪين حڪم ڏنو ويو ته اهي ڏاڙهيون رکائين. عام آبادي کان جدا Ghetto ناهي رهن. يعني شهر ۾ ڀيو شهر ناهي رهائش اختيار ڪن. انهيءَ وسندي ۾ گهر، مدرسا، اسپتال، قبرستان، مسافر خانا ۽ حمام خانا موجود هوندا هئا.

چوڏهين ۽ پندرهين صدي جي وچ وارن عرصن ۾ يهودين جي خلاف شديد نفرت جي نتيجي ۾ فساد ٿيا. جن ۾ هزارين يهودي قتل ٿيا. انهن جون ملڪيتون لٽيون ويون يا سرڪار ضبط ڪري ڇڏيون انهن جون عبادت گاهون ڊاهيون ويون. انهن جا گهر ۽ قبرستان عيسائين کي وڪرو ڪيا ويا.

ٻه صديون وڏيڪ گذرڻ ڪانپوءِ شهنشاهه کي محسوس ٿيو ته يهودين کان ٽيڪس جي آمدني دولت جو بهترين ذريعو ٿي سگهي ٿو. 1670ع ۾ يهودين لاءِ اها

رواداري ۽ نرم دلي به ختم ٿي ويئي ۽ ان جي جاءِ تي هڪ دفعو وري شديد نفرت پيدا ٿي پئي. نتيجي ۾ زبردست فساد ٿيا ۽ يهودين کي وڏي ذلت ۽ خواري سان ويانا مان ڪڍيو ويو. انهن جون ملڪيتون ڪسجي ويون ۽ انهن جي عبادت گاهن کي گرجائن ۾ تبديل ڪيو ويو. ٻي صدي يهودين لاءِ ان ڪان به وڌيڪ مصائبن ڀري ثابت ٿي، ڇو ته آسٽريا جي راڻي ميريا ٿريسا کي يهودين سان شديد نفرت هئي. اڳتي هلي کين احساس ٿيو ته يهودين کانسواءِ معيشت جو ڦيٿو ڦري نٿو سگهي. وسيع القلب جوزف ثانيءَ ان ڪري يهودين کي اجازت ڏني ته صنعت ۽ واپار ۾ جيڪو ڪجهه ڪري سگهن ٿا، پلي ڪن. بهرحال هن به ڪجهه پابنديون جاري رکيون جيڪي ايتريون سخت نه هيون. يهودين تي لڳل ٽيڪسن مان حڪومت کي ڪافي آمدني حاصل ٿيندي هئي. انهن کي اها رعايت به ڏني ويئي ته هو پلي ڏاڙهيون نه رکن ۽ نه ئي آچر تي گهرن ۾ واڙيل رهن. انهن کي مڪمل مذهبي آزادي ڏني ويئي. پوءِ به کين ويانا جي شهريت پوري طرح حاصل نه ٿي سگهي. 1781ع ۾ انهن کي عام عيسائي شهرين جي برابر حق ڏنا ويا. پر آزادي ۽ بي فڪري جا اهي ڏينهن به جلد ختم ٿي ويا ۽ يهودين خلاف هڪ دفعو وري ماڻهن ۾ شديد ڪاوڙ ۽ نفرت پيدا ٿيڻ لڳي.

1867ع ۾ جڏهن فرائيڊ خاندان کي ويانا ۾ رهندي ست سال گذري ويا ته آئيني طور يهودين کي سيني آسٽري رهواسين جيان مساوي حق عطا ڪيا ويا. بهرحال يهودين سان نفرت پوءِ به قائم رهي. يهودين تجارت ۽ معيشت تي پنهنجي گرفت مستحڪم ڪري ڇڏي هئي ۽ حڪومت جي نمايان عهدن ۾ پڻ شامل ٿي چڪا هئا. ان ڪري ئي عوام هنن جو مخالف هو. اهي يهودين سان انتهائي نفرت ۽ حقارت سان پيش ايندا هئا.

هڪ اندازي مطابق اوڻيهين صدي جي وچ تائين ويانا جا نوي سيڪڙو ڊاڪٽر ۽ وڪيل يهودي هئا اتي جي وڏي اسپتال ۾ هڪ ڪان سواءِ سڀ ڊاڪٽر يهودي هئا. يهودي امير هئا ۽ انهن ۾ ڏاڍو اتحاد هو.

جيڪب واسرمين جيڪو 1898ع ۾ ويانا پهتو هو، تنهن يهودين جي ڏکي حالت تي تفصيلي تبصرو ڪيو ته اتي يهودي ڪيتري اڪثريت ۾ ۽ ڪيترا امير هئا. هن جي بيان مطابق ويانا جو هر ڏهون ماڻهو يهودي هو. بينڪن، پريس، ٿيٽر، ادب و شاعري، سوشل تنظيمن هر جاءِ يهودين جي اجاره داري هئي. سبب اهو هو ته امير طبقو انهن شين ۾ دلچسپي نه رکندو هو. اهي ڪم ڪرڻ کي عيب سمجهندا هئا. اهي اينٽليڪچوئل ۽ آرٽسٽڪ لائف کان پري هئا. غير خطاب يافته امير

ماڻهن جو ننڍو طبقو پڻ امير طبقي جي نقل ڪرڻ ۾ پورو هو. امير طبقي ۾ فوجي آفيسرن، سرڪاري عهديدارن ۽ پروفيسرن جي وچ ۾ ڪافي فاصلو رهندو هو. حقيقت ۾ زندگي يهودين جي محنت سان روان دوان هئي.

۽مونکي اهو ڏسي ڏاڍي حيرت ٿي ته شهر ۾ يهودي ڊاڪٽرن، وڪيلن، ججن، پرولتارين، اداڪارن، اخبارنويسن ۽ اديبن جي ڪيڏي اڪثريت هئي. مان اڳ ۾ جرمن يهودين سان گڏ رهيو هوس. اهي بهترين اصولن جا مالڪ هئا. پر ويانا جا يهودي اهڙا نه هئا. انهن جي غير مهذب حرڪتن تي مونکي اڪثر شرم محسوس ٿيندو هو».

يهودي هميشه پنهنجي لاءِ معاشري ۾ بلند حيثيت ۽ مقام حاصل ڪرڻ جا خواهشمند رهندا هئا. ان ڪري هو اهڙن علمن تي زور ڏيندا هئا، جن جي ذريعي اهي بلند عهدن تي پهچي سگهن. اهي سائنسي تعليم حاصل ڪرڻ تي ڏاڍو زور ڏيندا هئا.

يهودي ڪهڙا به هئا پر ويانا جي نوي سيڪڙو آبادي کان بلڪل الڳ، جڻ بيماري لڳل ڪتن جيان هئا، جن ڏانهن ڪوبه نه ويندو هو. اهي غير يهودين سان هر شعبي ۾ گڏ ڪم ڪندا هئا. تڏهن به هو انهن کان مڪمل جدا هئا.

اها حقيقت آهي ته ويانا جا ماڻهو بي مقصد زندگي گذاريندا آيا هئا. تڏهن به ايترو ضرور هو ته هي شهر زنده دل ماڻهن جو شهر هو. زندگي جي حرارت ۽ گرمجوشي سان پرپور هو. صنعتي انقلاب هتي به ڪافي اثر وڌو هو. انهيءَ انقلاب برطانيه ۽ فرانس جي پراڻي صنعتي نظام کي بلڪل بدلائي ڇڏيو هو. يورپ جي سيني ملڪن تي ان جا گهرا اثر ٿيا هئا. ويانا تي به اهو انقلاب اوچتو ۽ پوري شدت سان آيو هو. نفسياتي طور به ماڻهو سخت متاثر ٿيا هئا. سڀ کان پهريان يهودي متاثر ٿيا هئا، جن کي صدين بعد پنهنجي مخصوص آبادين ۾ نظربندي جهڙي زندگي مان آزادي ميسر ٿي هئي. صنعتي انقلاب انهن ۾ نين مشينن ۽ سائنسي علمن وغيره ۾ گهري دلچسپي پيدا ڪري ڇڏي هئي. انهن سائنسي ايجادن وغيره ۾ گهري دلچسپي وٺڻ شروع ڪئي.

هر شي جو گهري نظر سان مطالعو ڪرڻ وارو ٿسگمنڊ فرائيڊ پڻ حالتن کان متاثر ٿيو. پنهنجي گهريلو حالتن ۽ معاشرتي حالتن تي گهري نظر رکڻ سان گڏ هن بدلجندڙ قومي حالتن تي به گهري نظر رکي ۽ ٿيندڙ تبديلين کي نوٽ ڪيو، جيڪي صنعتي انقلاب جي ڪري ٿي رهيون هيون. هو قديم يهودي روايتن ۾ وڏي وڏو ٿيو هو. نئين ۽ پراڻي نظام جي ڪشمڪش هن جي ڪردار ۽ ڪم تي ڪافي اثر ڇڏيا. هن کي ويانا جي مختلف طبقن وچ ۾ هلندڙ ڪشمش جي ڄاڻ هئي. هو اختلافن جي

ڪوڪلاٽپ کان پڻ چڱيءَ طرح آگاهه هو هن جي نظر ۾ معاشرو به هڪ فرد وانگر هو، جنهن جون خوبيون ۽ خاميون الڳ موجود هيون.

هو ويانا جي يهودين جي سماجي حيثيت کان پڻ چڱي طرح آگاهه هو. هن اهو به ڏٺو ته ڪيئن امير يهودي هن سوسائٽي ۾، جيڪا ڪين ذڪاري تي هڪ باعزت حيثيت حاصل ڪرڻ لاءِ جاکوڙين پيا. سگمنڊ سان اسڪول جا ساٿي به يهودي هجڻ ڪري سخت نفرت ڪندا هئا. سگمنڊ ۾ پنهنجو پاڻ تي فخر ۽ ناز ڪرڻ جو احساس سندس ماءُ جو پيدا ڪيل هو ۽ هن ۾ خودداري موجود هئي. هن ڪڏهن به پنهنجي اسڪول جي ساٿين جي خوشامد ڪرڻ ۽ انهن جي بالادستي قبول ڪرائڻ جي اجازت نه ڏني هو انهن کان پري ٿي رهندو هو.

حقيقتن جي هن تلخ دنيا ۾ قدم رکڻ کان پوءِ سگمنڊ جي ذهن ۾ انهن حقيقتن جي گهرائي ۾ لهڻ جي خواهش پيدا ٿي پئي هئي. هن کي ويانا جي ظاهري چمڪندڙ زندگي کان نفرت محسوس ٿيڻ لڳي هئي. انهن جي رنگين دلچسپين، سير تفريح، ٿيٽر ۽ موسيقي سان هن کي ڪا به دلچسپي ڪان هئي. انهيءَ معاشري ۽ حالتن ۾ رهندي هن جي عمر گذرندي رهي ۽ هو ننڍپڻ جي حدن مان نڪري جوانيءَ جي حدن ۾ داخل ٿي ويو. هن جي ڳالهه ٻولهه ۽ طريقن ۾ ويانا وارن جهڙو رنگ پرجڻ لڳو. هن انهن جي ڪجهه دلچسپين جيڪي سندس نظر ۾ بي ضرر ۽ سٺيون هيون، پنهنجائي ورتيون. مثال طور ٽاروڪ نالي تاش راند ۽ طنزيه ۽ چيندڙ ڪهاڻيون پڙهڻ ۾ لطف وٺڻ لڳو، جن ۾ اڪثر يهودين جي زبون حالي جو ذڪر هوندو هو ۽ انهن تي طنز هوندو هو.

هن عظيم ماهر نفسيات جي زندگي جي حالتن تي ڪجهه تحرير ڪرڻ کان اڳ اهو ڄاڻڻ انتهائي ضروري آهي ته ويانا جي زندگي هن جي ذهن تي ڪهڙا اثر ڇڏيا. جڏهن اڳتي هلي هن دنيا جي سامهون جنسي غير هم آهنگي جو نظريو پيش ڪندي چيو هو ته اهو نيوراسس جو بنياد هو، ته سندس مذمت ۽ مخالفت ڪئي ويئي. اهي نظريا هن ويانا جي ان وقت جي معاشري ۾ رهندي حاصل ڪيا هئا، جنهن جو هو شهري هوندي به ماڻهن جي لاءِ اجنبي ۽ بيگانو هو. هن جو ڏوهه يهودي هجڻ هو. جنهن ڪري هن سان اڇوتن وارو ورتاءُ ڪيو ويندو هو. ويانا جي حسين، گرمجوش، ۽ مسرت سان ڀرپور زندگي ۾ يهودين لاءِ ڪا به جاءِ نه هئي. انهيءَ احساس سگمنڊ ۾ پنهنجي آزادي، پنهنجي وقار ۽ پنهنجي انا جي تحفظ جي سوچ پيدا ڪئي ۽ وقت گذرڻ سان گڏ ان احساس ۾ شدت ايندي وئي.

ويانا پهچي خاندان شهر جي جنهن حصي ۾ رهائش اختيار ڪئي اهو گلوڪن گاسي هو. هي اهو هنڌ هو جتي شهر جون هيٺيون طبقو رهندو هو. پوءِ بہ اهو علائقو ايڏو خراب نہ هو. هتي پهچي جيڪب ڪي پنهنجو ڪاروبار ڄمائڻ ۾ ان ڪي ترقي ونرائڻ ۾ ڏاڍين مشڪلاتن ڪي منهن ڏيڻو پيو. سگمنڊ لاءِ اها جاءِ اجنبي هئي. هن ڪي هتي فرائي برگ جي پيٽ ۾ ڪو بہ حسن نظر نہ ايندو هو. ان وقت جا ٻہ واقعا هن ڪي هميشہ ياد رهيا. هڪ اهو تہ هڪ دفعي جڏهن سنڌس عمر پنج سال هئي تہ هن جي پيءُ هن جي پيڻ اينا ڪي ۽ هن ڪي هڪ رنگين تصويرن وارو ڪتاب ڏنو هو ۽ چيو هئائين تہ جيڪڏهن اهو ڪتاب پسند اچي تہ ڦاڙي ڇڏجو ۽ ٻيو واقعو هي هو تہ جڏهن هن جي عمر ڇهہ ٻيال ٿي تہ هن جي ماءُ کيس ٻڌايو تہ خدا انسان ڪي مٽي سان ٺاهيو آهي. ماءُ جي ان ڳالهہ تي هن يقين نہ ڪيو هو. جنهن تي هن جي ماءُ پنهنجي ٻانهن ڪي ننهن سان رهڙ ڏيئي اچا ليڪا ٺاهي کيس انسان جي مٽي مان نهيل هجڻ جو ثبوت ڏنو هو.

شروع ۾ گلوڪن گاسي جو اهو ننڍو اپارٽمينٽ خاندان جي رهائش لاءِ ڪافي ڏسڻ ۾ ٿي آيو. پر جڏهن وڌيڪ وقت گذريو ۽ خاندان جي ڀاتين ۾ اضافو ٿيو تہ اپارٽمينٽ ننڍو محسوس ٿيڻ لڳو. هن گهر ۾ سيني ڀاتين جو آرام سان رهڻ مشڪل ٿي پيو. چوڏهن سالن ۾ جيڪب ۽ اميليا کي ست ٻار پيدا ٿيا هئا. ان ۾ ٻہ ڇوڪرا ۽ پنج ڇوڪريون شامل هئا. خاندان جي ڀاتين ۾ اضافي جي ڪري فرائيڊ خاندان ليو پولڊ اسٽاڊ ۾ هڪ ڇهہ ڪمرن واري گهر وڃي رهيو. ٽي بيڊ روم ڇهن ٻارن پاڻ ۾ ورهائي ڪنيا. سگمنڊ جي حصي ۾ الڳ هڪ ننڍو ڪمرو آيو. ڪمري ۾ هوا جو گذر بہ گهٽ هو. انهيءَ ڪمري ۾ سگمنڊ ان وقت تائين رهيو جيستائين کيس جنرل سٽي اسپتال ۾ کيس ملازمت ملي.

هن جي ماءُ هن جي هر ضرورت جو خيال رکندي هئي ۽ هن کي هر قسم جي سهولت فراهم ڪندي هئي. هو هڪ ذهين ۽ هوشيار شاگرد هو. جمنازيم ۾ داخل ٿيڻ کان پوءِ هن جو پيءُ پڻ هن جو خيال رکڻ لڳو هو. هن جي پيءُ ئي سگمنڊ جي پڙهائي لاءِ الڳ ڪمري جي تجويز ڏني هئي، ڇاڪاڻ ته هن کي پڙهائي تي مڪمل توجهه ڏيڻ لاءِ خاموشي ۽ تنهائي جي ضرورت هئي. هن جي ماءُ ٻين ٻارن جي ڀيٽ ۾ سگمنڊ تي وڌيڪ توجهه ڏيندي هئي. اميليا کي موسيقي سان ڏاڍي محبت هئي، پر سگمنڊ کي موسيقي سان ڪا به دلچسپي ڪانه هئي. البته هن جي ڀيڻ اينا کي موسيقي سان محبت پنهنجي ماءُ کان ورثي ۾ ملي هئي. جڏهن هوءَ پيانو وڄائيندي هئي ته ان سان سگمنڊ جي پڙهائي ۾ رخنو پوندو هو. هڪ ڏينهن هن تنگ ٿي پنهنجي ماءُ سان شڪايت ڪئي ته پيانو گهر مان ڪڍيو وڃي يا هو پاڻ گهر ڇڏي ويندو. هن جي ماءُ پيانو گهر مان ڪڍرائي ڇڏيو. پنهنجي ماءُ جي ان عمل تي اينا کي هميشه ڏک رهندو هو. ڇاڪاڻ ته اهڙي طرح هو هڪ بهترين پيانسٽ ٿيڻ کان رهجي وئي. اهائي تنهائي ۽ خاموشي سڄي زندگي سگمنڊ جي فطرت جو حصو بڻجي رهجي وئي. هن کي ڪي به فضول قسم جا شوق نه هئا. هن جو ڪاڏو ۽ لباس بلڪل سادو هوندو هو. هن جون دلچسپيون به ساديون هيون. هو ڪڏهن ڪڏهن ٿي ڪاڏي جي ميز تي خاندان سان شرڪت ڪندو هو. گهڻو ڪري ماني پنهنجي ڪمري ۾ گهرائيندو هو. ڪمري ۾ سڄي رات پڙهائي لڪائي ۾ مصروف رهندو هو.

جمنازيم ۾ هن جا جيڪي دوست هئا. اهي پڙهڻ ۽ علمي بحثن جا شوقين هئا. اهي نوجوان مفڪر سگمنڊ جي ڪمري ۾ پهرن جا پهر نظرياتي بحثن ۾ مشغول رهندا هئا، گهر جي ٻين ڀاتين سان اهي ڇوڪرا هرگز نه ملندا هئا. سگمنڊ جيئن فرائي برگ ۾ جنگ جو سير ڪندو هو، هتي به اهڙي طرح ويانا جي آس پاس گهاٽن جهنگلن ڏانهن سير لاءِ ويندو رهندو هو. سندس نظر ۾ جهنگ جو سير دماغ کي تازگي ۽ تراوت عطا ڪندو آهي.

سگمنڊ پنهنجي پڙهائي سان گڏ معاشري ۾ پڻ دلچسپي وٺندو هو، يا ائين چئون گهرجي ته دلچسپي وٺڻ لاءِ مجبور هو. 1866ع ۾ جڏهن سگمنڊ جي عمر ڏهه سال هئي ته آسٽريا ۽ پرشيا وچ ۾ جنگ لڳي ويئي. ويانا جي نارٿ اسٽيشن تي زخمن سان چور، ٽڙيل پکڙيل آسٽريائي سپاهين کي سگمنڊ ڏسندو رهيو هو. اهو هڪ اهڙو واقعو هو جنهن کي هو سڄي عمر نه وساري سگهيو. چار سال پوءِ جڏهن آسٽريا ۽ فرانس وچ ۾ جنگ لڳي هئي ته سگمنڊ جي ميز تي ڪتابن جي ڍير بجاءِ يورپ جو هڪ وڏو نقشو وڇايل نظر آيو. جنهن ۾ جنگ زده علائقا نمايان هئا. انهن

## فرائيڊ

ڏينهن ۾ هن کي يورپ ۽ آمريڪا ۾ هلندڙ آزادي جي تحريڪن ۾ دلچسپي پيدا ٿيڻ لڳي، 1873ع ۾ جڏهن ويانا ۾ ورلڊ فيئر منعقد ٿيو تہ سگمنڊ آمريڪي پويلين مان آمريڪي آئين ۽ گيٽس برگ ائڊريس جون ٻہ ڪاپيون خريد ڪيون ۽ انهن جو مطالعو غور سان ڪيائين. هن جي پنهنجي ملڪ جي سياسي حالتن تي حڪومت جي گرفت ڏاڍي سخت هئي. انهن ڪتابن جي مطالعي هن ۾ سياسي شعور پيدا ڪيو. هن کي آمريڪا جي باري ۾ شديد تجسس پيدا ٿيو ۽ ان متعلق هر ڪتاب شوق سان پڙهڻ لڳو. آمريڪي اديبن مان هو مارڪ ٽوين جو زبردست مداح بنجي پيو.

انهيءَ عرصي ۾ هن جو ڀاءُ پيدا ٿيو. جيڪب فرائيڊ جمهوري رجحان رکندڙ هو ۽ هر ڪم گهر وارن جي صلاح مشوري سان ڪرڻ جو عادي هو. هن نئين ڄاول ٻار جي نالي رکڻ لاءِ گهر جي سيني ڀاتين جي ڪانفرنس گهرائي. جنهن ۾ سگمنڊ جو تجويز ڪيل نالو سڀ کان وڌيڪ پسند ڪيو ويو. هن پنهنجي ڀاءُ جو نالو مشهور يوناني هيرو ۽ فاتح ايلگزينڊر (سڪندر اعظم) تجويز ڪيو هو. هن ايلگزينڊر جي باري ۾ سڀ ڪتاب پڙهيا هئا ۽ ان مقدوني فاتح جي ڪارنامن کان واقف هو ۽ ان جو مداح هو.

سگمنڊ ايلگزينڊر کان وڌيڪ مشهور قرطاجني جرنيل هيني بال کي وڏو فاتح ۽ عظيم هيرو مڃيندو هو. جيڪو سامي پسمنظر مان ابريو هو. هيني بال رومين کان شديد ترين انتقام وٺڻ ۽ انهن کي تباهہ ڪرڻ جو قسم کاڌو هو ۽ ان کي پورو ڪيو هو. اڳتي هلي سگمنڊ پنهنجي هيني بال سان محبت جو سبب ٻڌائيندي چيو هو "جمنازيم جي وقت ۾ مشهور قرطاجني جرنيل هينيّ بال منهنجو پسنديده هيرو رهيو هو. منهنجون همدرديون پيونڪ جنگ ۾ رومين بجاءِ هيني بال سان گڏ هيون. ان جو سبب اهو هو تہ هو بہ مون جيان سامي نسل جو هو. جڏهن تہ رومي سامي نسل نہ هئا. هيني بال ۽ رومين وچ ۾ جنگ ... منهنجي نظر ۾ يهودين ۽ غير يهودين وچ ۾ جنگ هئي. ننڍپڻ ۾ منهنجي ذهن ۾ يهودي ۽ غير يهودي جو فرق جنهن ڪتاب واضح ڪيو اهو ٿائر جو ڪتاب "ڪونسليٽ اينڊ ايمپائر" هو. مون کي ياد آهي تہ مون راند لاءِ ڪاٺ جا سپاهي ٺاهي رکيا هئا جن جا نالا مون مشهور جرنيلن جي ٽالن تي رکيا هئا. انهن مان هڪ نپولين جو يهودي النسل سپهہ سالار ماسينا بہ هو. (مسينا يا ميناسي جي يهودي هجڻ بابت صحيح طور ڪجهہ بہ معلوم نہ ٿي سگهيو) اهو مونکي سڀ کان وڌيڪ پسند هو. نپولين بہ مونکي بي حد پسند هو، ڇاڪاڻ تہ هن بہ هيني بال جيان ايپلس ٽپي روم تي حملو ڪيو هو."

اهڙي طرح هڪ ٻار جي نظر ۾ جيڪو پنهنجي ساٿين کان مار موچڙا کائيندو

آيو هو. تاريخ جا اهي نامور ۽ بهادر جرنيل اهڙا ماڻهو بنجي پيا هئا جيڪي ناانصافين ۽ ظلم خلاف جنگ ڪندا رهندا هئا. اهي هڪ يهودي پار جا انهن ماڻهن جي باري ۾ تاثر هئا جيڪي غير يهودي ظالمن ۽ غاصبن خلاف پنهنجي نسل جي تحفظ لاءِ ويڙهه ۾ مصروف هئا. اهي ماڻهو يهودين جي سامي نسل جا محسن ۽ نجات ڏياريندڙ هئا.

اڳتي هلي سگمنڊ لکيو هو: "جڏهن مان ڏهن ٻارنهن سالن جو هوس ته منهنجي پيءُ مونکي پاڻ سان گڏ گهمڻ لاءِ وٺي وڃڻ شروع ڪيو. هڪ دفعي هن مونکي هڪ واقعو ٻڌايو، جنهن مان مونکي معلوم ٿيو ته مان پيءُ جي نسبت ۾ سٺين حالتن ۾ رهي رهيو هوس هن چيو هو: "هڪ دفعي جڏهن مان فرڪي ٽوپي پائي فوٽ پاٿ تي وڃي رهيو هوس ته ايتري ۾ هڪ عيسائي سامهون ايندي نظر آيو. هن حقارت سان مونکي ڌڪو ڏيندي چيو "يهودي ڪتا فٽ پاٿ ڇڏي هل" هن جي ڌڪي ڏيڻ ڪري منهنجي ٽوپي وڃي گند ۾ ڪري."

"پوءِ توهان ڇا ڪيو؟" مون پيءُ کان سوال ڪيو.

"گند مان پنهنجي ٽوپي کنيم ۽ پائي ڇڏيم" هن جواب ڏنو. پنهنجي پيءُ واتان اهو قصو ٻڌي منهنجي ذهن ۾ غير يهودين خلاف شديد نفرت پيدا ٿي. هن کي پنهنجي پيءُ جو عيسائي ڏانهن بزدلانه رويو هرگز پسند نه آيو هو. هن جو خيال هو ته هن جي پيءُ کي جيڪو ايڏو طاقتور، ايڏو باشعور ماڻهو هو، ان عيسائي کان بدتميزي جو پلاند ضرور ڪرڻ گهرجي ها، ۽ هن ائين نه ڪيو، جيڪب فرائيڊ هيني بال جي پيءُ جيان نه هو جنهن هيني بال کي قسم ڏنو هو ته هو رومين کان انتقام وٺندو ۽ انهن کي تباهه ڪندو. پنهنجي پيءُ جي مجبوري ۽ بزدلي تي هن کي شديد ڪاوڙ اچڻ سان گڏ، کيس اهو احساس به ٿيڻ لڳو ته يهودين جي حيثيت مسيحي معاشري ۾ ڇا هئي. انهن جو ڪهڙو مقام هو، انهن کي ڪيڏو قابل نفرت سمجهيو ٿي ويو. انهيءَ واقعي سگمنڊ جي دل مان پيءُ جي ٿوري عزت به ختم ڪري ڇڏي. هن جي دل ۾ جيڪو پيءُ لاءِ احترام موجود هو، اهو به ختم ٿي ويو، ان جي جاءِ تي هڪ قسم جي نفرت پيدا ٿي پئي.

"جڏهن مان ستن يا اٺن سالن جو هوس" هن پنهنجي ڪتاب The Interpretation of Dreams ۾ لکيو هو "مونکي ڪنهن ضرورت تحت پنهنجي والدين جي خوابگاهه ۾ وڃڻو پيو. منهنجي اٿڻ اندر وڃڻ ڪري، منهنجي پيءُ سخت ڪاوڙ ۾ چيو "هي ڇوڪرو ڪڏهن به ڪنهن قابل نه ٿيندو" يعني هو مونکي بلڪل ناڪاره ۽ نڪمو سمجهندو هو. هن جي ان ڳالهه منهنجي اندر ۾ هن جي خلاف باغي رجحان پيدا ڪيا ۽ هن جي خلاف منهنجي نفرت ۾ اضافو ٿيندو ويو."

هن جي پيءُ جو طعنو، ته هو ڪنهن قابل نه ٿيندو ۽ ڪجهه سمجهي سگهي نه سگهندو، هُن لاءِ هڪ چيلينج بڻجي پيو. هن فيصلو ڪيو ته هڪ نه هڪ ڏينهن هو پنهنجي پيءُ کي ڏيکاري ڇڏيندو ته هو ڪيترو قابل آهي. هو پيءُ کي هڪ عظيم ۽ وڏو ماڻهو ٿي ڏيکاريندو.

هو واقعي وڏو ماڻهو بڻجي ويو. پنهنجي طور هن اهڙي شخص کان انتقام وٺي ڇڏيو هو جيڪو پاڻ ايترو قابل به نه هو، جو پنهنجي خاندان جي لاءِ ڪافي آمدني پيدا ڪري سگهي. هن جي پيءُ جي خلاف نفرت ۽ انتقامي جذبو هميشه پوشيده ٿي رهيا. هن ڪڏهن به پيءُ جي حاڪميت خلاف عملي قدم نه کنيو. انهيءَ اندروني نفرت ۽ ناپسنديدگي جي جذبي هن جي اندر هڪ مونجهارو پيدا ڪري ڇڏيو. عام طور ان کي "ايڊيپس ڪامپليڪس" چيو ويندو آهي. اڄڪلهه نفسياتي طور اهو مسئلو تسليم ڪيو ويو آهي. اِهو اُهو مسئلو آهي جنهن ۾ ڪنهن ٻار کي پنهنجي ماءُ پيءُ مان ڪنهن هڪ سان شديد نفرت ۽ ٻئي سان شديد محبت ٿي ويندي آهي. يعني ڌيءُ پيءُ سان محبت ۽ ماءُ سان نفرت ڪرڻ لڳندي آهي، اهڙي طرح پٽ پيءُ سان نفرت ۽ ماءُ سان محبت ڪرڻ لڳندو آهي.

فرائيڊ پاڻ اعتراف ڪيو آهي ته هو "ايڊيپس" مونجهاري جو شڪار ٿي ويو هو (جڏهن هن اهو ڏٺو هو ته پنهنجي لاشعوري ذهن جا عمل ظاهر ڪرڻ، خوابن جي بامقصد مڪينزم جي وضاحت لاءِ ضروري هو، ته هن حسرت سان چيو هو: "هڪ شخص کي پنهنجي سمورين برائين ۽ خامين سميت انهن پاڪيزه روحن جي وچ ۾ هڪ مڪمل بدمعاش جي روپ ۾ ظاهر ٿيڻو پوندو آهي، جن جي وچ ۾ هو رهندو آيو آهي") هو اهو ڪڏهن به نه وساري سگهيو، جڏهن هن جي عمر ٻه سال هئي ته هڪ جنسي جذبي جي تحريڪ کان مجبور ٿي هو پنهنجي والدين جي خوابگاهه ۾ داخل ٿيو هو. پوءِ پيءُ سان نفرت جي جذبي کان مجبور ٿي انهن جي بستري تي پيشاب ڪري ڇڏيو هو. ان طريقي مان هن پيءُ تي ظاهر ڪرڻ ٿي چاهيو ته هن وٽ به اها شيءِ آهي جيڪا پيءُ وٽ آهي. پنهنجي والدين جي بستري تي پيشاب ڪري هن ماءُ کي به اهو ڪجهه سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي هئي.

خوابن جي اسرار جي باري ۾ ڳالهيون ڪندي هڪ دفعي هن چيو هو ته هن ڏاڍا خواب ڏٺا آهن. ويهه ٻاويهه سالن کان ته هن ڪو به خواب نه ڏٺو هو، البته هڪ خواب ضرور ڏٺو هئائين، جيڪو هميشه کيس ياد رهيو. ان وقت هن جي عمر ست يا اٺ سال هئي هن خواب ڏٺو ته ٽي ماڻهو جن کي پکين جيان چهنبون هيون، هن جي شفيق ۽ مهربان ماءُ کي کڻيو ٿي ويا. اهو خواب ڏسندي ئي هو خوفزده ٿي ننڊ مان بيدار ٿيو هو ۽ ڏاڍو رُنو هو، جنهنڪري هن جي والدين جي ننڊ به ڦٽي پئي.

چاليهہ سالن کان پوءِ هن پنهنجي خواب جي تعبير پڏائي هئي تہ: اِنَ جو مطلب جنسي ميلاپ جي خواهش هئي. خوابن ۾ پکين جون ڇهنڀون ڏسڻ سان جرمنن وٽ اهائي تعبيرَ ڪئي ويندي هئي، ۽ ماءُ جو وجود جنسي طور تي ان سان محبت کي ظاهر ٿي ڪيو.

هڪ دفعي خواب ۾ هن پنهنجي هڪ مريض کي ڏٺو ۽ ياد اچڻ تي ڪيس خبر پئي تہ هن جي نيوراسس جو سبب اهو هو تہ ننڍپڻ کان ئي هو جنسي طور تي پنهنجي پيءُ سان شديد نفرت ڪندو آيو هو. اهو مريض اصل ۾ هو پاڻ (فرائيڊ) هو. هن مريض جي روپ ۾ پاڻ کي سچائي ورتو هو ۽ ان شناخت جو سبب هن اهو پڌايو هو تہ هن پنهنجو تجزياتي اعتراف ڪرڻ ٿي چاهيو.

فرائيڊ پاڻ اعتراف ڪيو تہ هن کي ماءُ سان وڏيڪ محبت هئي ۽ پيءُ سان نفرت هئي، پيءُ ڏانهن هن جو رويو هڪ رقيب جهڙو هوندو هو. انهيءَ اعتراف مان فرائيڊ دراصل انساني فطرت جي عظيم سچائي تان پردو هٽائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. هڪ ٻار کي پيءُ سان محبت هوندي آهي ڇاڪاڻ تہ ٻار پيءُ کي طاقتور، عقلمند ۽ پراثر شخصيت سمجهندو آهي. پر جڏهن ٻار ٿورو وڏو ٿيندو آهي تہ مردانگي، طاقت ۽ ماءُ سان محبت وارن معاملن ۾ پيءُ کيس رقيب لڳندو آهي. اهڙي طرح ٻار ۾ پيءُ لاءِ هڪ ئي وقت محبت ۽ نفرت جا جذبا هوندا آهن، پر نفرت جي جذبن کي هو ڪڏهن بہ ظاهر نہ ڪندو آهي، هن جو احترام ڪندو آهي. ڇو تہ هن جو ماحول، اخلاقيات ۽ هن جي جبلت کيس اهڙن جذبن ظاهر ڪرڻ کان روڪيندي آهي. تنهنڪري هو پيءُ سان ادب ۽ شائستگي سان پيش ايندو آهي ۽ پيءُ جو دل ڏکائڻ کان هميشہ لنوائيندو آهي.

فرائيڊ جي تبصري نگارن ۽ نقادن ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ هن جي طرزِ زندگي جيئن بہ آهي ۽ هن جيڪو ڪجهہ بہ ڪيو هو، اهو سڀ ڪجهہ هن جي پنهنجي پيءُ سان نفرت جو نتيجو آهي. انهن ماڻهن کي اها خبر هجڻ گهرجي تہ دراصل فرائيڊ بہ هيمليٽ جيان هو. پيءُ ۽ پٽ کي هڪٻئي سان ملائي رکڻ واري خفيہ زنجير جي جهنڪار پٽ جي زندگي ۾ موت تائين گونجندي رهي ۽ هو ڪلي طرح ڪڏهن پيءُ جي خلاف ڪجهہ چوڻ کان لنوائيندو رهيو ۽ پيءُ جو هميشہ ادب ۽ احترام ڪندو رهيو.

نفسياتي نڪتہ نظر کان فرائيڊ ۽ هن جي پيءُ وچ ۾ حريفانہ سرد جنگ، جيڪا خفيہ ۽ ڍبيل ڍبيل هئي، ان جو سبب آساني سان سمجهہ ۾ اچي سگهڻ جهڙو آهي، پر هن جي سيني مونجهارن کي هڪ مونجهاري "ايڊيپس" سان ملائي ڏسڻ بي انصافي ٿيندي. انساني نفسيات مونجهارن ۽ پيچيدگين سان پرپور ٿيندي آهي. فرائيڊ بہ ان کان آجو نہ هو.

جمنازيم ۾ سگمنڊ اٺ سال گذاريا. هن جو شمار بي حد لائق ۽ ذهين شاگردن ۾ ٿيندو هو. هن جو ذهن ڏاڍو تيز هو ۽ يادداشت پڻ ڏاڍي عمده هئي. هو هڪ پيرو جيڪو سبق پڙهي ڇڏيندو هو، ان جي هرهڪ سٽ حرف بہ حرف کيس ياد ٿي ويندي هئي. هن کي ڪتاب پڙهڻ ۽ گڏ ڪرڻ ۾ ڏاڍي دلچسپي هئي. هو بي شمار ڪتاب خريد ڪندو هو ۽ دڪاندارن جو قرضي هوندو هو. هن جا اهي قرض هن جو پيءُ لاهيندو هو.

فرائيڊ خاندان ويانا ۾ ڏکين حالتن ۾ ٿي رهيو. سگمنڊ کي گهر جي انهن ڏکين حالتن جي ڪابہ پرواهہ ڪانہ هئي. هو پنهنجي علمي دنيا ۾ مگن رهندو هو. گوئٽي کان شيڪسپيئر تائين هن کي جهڙي بہ قسم جو ڪتاب هٿ لڳو، هن پڙهي ٿي ورتو. قديم ۽ جديد ادب، فلسفو، مذهب، تاريخ ۽ سائنس تي مشتمل ڪتابن کي هن غور سان پڙهيو. هو يهودي جرمن هو. هن جو تعلق جرمن قوميت سان هو ۽ جرمن ٻولي هن جي مادري ٻولي هئي پر هن هر ٻولي، هر ملڪ جي هر موضوع تي تحرير ڪيل ڪتاب پڙهيا. هن کي پنهنجي وقت جي فلسفي جي علم ڏاڍو متاثر ڪيو. ڪانٽ، فشتي، نٽشي، هيگل، شو پنهار، اهي سڀ انا يعني خودي جي خدا کان الڳ تنها هجڻ جي نظريي تي يقين رکندا هئا. خدا جو وجود عام ماڻهن اڳيان انهن ائين پيش ڪيو هو، جو خدا تي شڪ ٿيڻ لڳو. هڪ جرمن فلاسافر تہ خدا جي وجود کي محض خيال ۽ تصوراتي قرار ڏيندي هن جي وجود جي نفي ڪئي هئي. ڪيٿولڪ يورپ جي وحدت مڪينيڪل انقلاب جي ڪري تباهہ ٿي وئي هئي، ۽ ماڻهو روايتي عقيدن جي چار کان آزاد ٿي چڪا هئا. انهيءَ آزادي فرد جي زندگي جي مختلف پهلوئن تي غور و فڪر جي راهہ پيدا ڪئي. نتيجي ۾ احساس تنهائي جنم ورتو. انهيءَ احساس تنهائي تي غور و فڪر ڪرڻ ۽ ان جون باريڪين ۽

گهرايون تلاش ڪرڻ ۾ ڪانٽ جهڙن فلاسافرن پنهنجون حياتيون وقف ڪري ڇڏيون. انهن انساني فطرت جي حقيقت ۽ اصليت تي تحقيق ۾ ڇڻ پنهنجو پاڻ غرق ڪري ڇڏيو.

پر ان غير سائنسي علم. يعني فلسفي کي به ميڪانيڪي دور ۾ پين سائنسي علمن جيان گهٽي غور لائق نه سمجهيو ويو. پر فرائيڊ کي فلسفي سان خاص دلچسپي هئي. عظيم جرمن فلسفي ۽ شاعر گوئٽي هن جو آئيڊيل بنجي پيو. سگمنڊ هن جيان عظيم فلسفي ۽ شاعر بنجڻ تي چاهيو. بهرحال هن جي ذهن ۾ پنهنجي مستقبل جو ڪو واضع خاڪو موجود نه هو. هن صرف ۽ صرف علم حاصل ڪرڻ تي چاهيو.

هن فيصلو ڪيو هو ته جمنازيم مان فارغ ٿيڻ کان پوءِ هو ميڊيڪل جو شاگرد بنجي ويندو. ان جو سبب اهو نه هو ته هن کي طب جي علم ۾ دلچسپي هئي ۽ هو ڊاڪٽر جي حيثيت سان نالو ڪمائڻ پيو چاهي، اصل ۾ حقيقت هي هئي ته ان طريقي سان هن نيچرل سائنس جي علم حاصل ڪرڻ سان گڏ پنهنجي لاءِ بهترين آمدني جو ذريعو حاصل ڪرڻ تي چاهيو. سيني کي خبر هئي ته نيچرل سائنس جي ئي ميدان ۾ بهترين تحقيقاتي ڪم ڪري سگهجي ٿو، ۽ نيون دريافتون ۽ ايجادون ڪري سگهجن ٿيون.

ڊارون جي تحقيقات ۽ نظرين دنيا کي لوڏي ڇڏيو هو. هن سترنهن سالا ڇوڪري (فرائيڊ) کي به عام ماڻهن جيان ان ۾ ڏاڍي دلچسپي محسوس ٿيندي هئي. سندس نظر ۾ ڊارون جي تحقيقات ۽ نظرين مان اهو ثابت پئي ٿيو ته دنيا ۾ اڃان به بي شمار تحقيقاتي ڪم ۽ دريافتون ٿيڻيون آهن. سندس نظر ۾ دريافتن ۽ تحقيقات جو ڪم ڪڏهن به مڪمل نٿي ٿي سگهيو. سگمنڊ کي ميڊيڪل ڪاليج ۾ داخل ٿيڻ جو شوق پروفيسر ڪارل بروهل جي هڪ مشهور ليڪچر ڏياريو، جيڪو هن فرائيڊ جي گريجوئيشن ڪرڻ کان پوءِ 1873ع جي اونهاري ۾ ڏنو هو. اهو ليڪچر گوئٽي جو فطرت تي هڪ مضمون هو. پروفيسر ڪارل بروهل هڪ جوشيلو مقرر هو، جنهن کي پنهنجون تقريرون ماڻهن جي ذهن ۾ ويهارڻ جو خاص فن هو. هن فطرت تي اهڙي انداز ۾ ليڪچر ڏنو جو شايد گوئٽي پڻ اهڙو نه ڏنو هجي. هن پنهنجي طرزِ تقرير ۽ اندازِ بيان سان سامعين کي سحر ۾ جڪڙي ڇڏيو. پنهنجي ان مضمون ۾ گوئٽي نيچرل سائنس جي ميدان ۾ تحقيقات ۽ دريافتن تي ڏاڍو زور ڏنو هو. اهو ليڪچر نوجوان سگمنڊ جي ذهن تي ڇانئجي ويو. هن کي ائين محسوس ٿيڻ لڳو ڄڻ گوئٽي هن جا پنهنجا خيال ۽ جذبا پيش ڪيا هجن ۽ گوئٽي سگمنڊ جيان هڪ جرمن به هو. هن جون ڪافي ڳالهيون سگمنڊ سان مليون

تي. مثال طور گوئٽي جا وار بہ سگمنڊ جيان ڪارا هئا ۽ هو بہ هڪ ويهہ ايڪيهہ سالا ماءُ جو پٽ هو. ٻنهي جا پيءُ چڙچڙا، وڏي عمر وارا ۽ سخت شخص هئا. گوئٽي جڏهن شاعري شروع ڪئي، جنهن جو دنيا ۾ بي حد بلند مقام آهي تہ ڪيس خيال پيدا ٿيو تہ هن ڪي نيچرل سائنس ڏانهن بہ توجهہ ڏيڻ گهرجي. پنهنجون صلاحيتون آزمائڻ لاءِ هن لاءِ شاعري بجاءِ هي ميدان وڌيڪ موزون هو، تنهنڪري هن شاعري ترڪ ڪري نيچرل سائنس تي توجهہ ڏيڻ شروع ڪئي. نوجوان فرائيڊ جي ذهن ۾ گوئٽي جي باري ۾ اهو سڀ ڄاڻڻ کان پوءِ اهو خيال پيدا ٿيو تہ هن لاءِ مناسب اهوئي هو تہ ڊاڪٽري جي تعليم سان گڏ پنهنجي تحقيق لاءِ نيچرل سائنس جو ميدان چونڊي.

پنهنجي مضمون ۾ گوئٽي چيو هو تہ فطرت هميشہ نئين ٿيندي آهي پر انتهائي قديم ۽ پراڻي بہ ٿيندي آهي. هڪ جاءِ تي اها هر لحاظ کان مڪمل ٿيندي آهي تہ ٻئي هنڌ هميشہ کان اڌوري بہ هوندي آهي. اسان مڪمل طور هن کي ڪڏهن بہ ڄاڻي نٿا سگهون. اسان پنهنجي طور ان کي مختلف انداز سان سمجهندا ۽ مختلف انداز سان تشريح ڪندا آهيون. انساني زندگي ۾ ان جي اهميت ايتري آهي جيتري ڪنهن مذهب ۾ خدا جي، گوئٽي خدا جي وجود جو منڪر نہ هو. فرائيڊ ان ڳالهہ کي خاص طور نوٽ ڪيو هو. بهرحال پوءِ بہ گوئٽي ان دور جي سائنسي روح جو بہ مداح هو. گوئٽي جو مضمون جيڪو پروفيسر بروهل پنهنجي مخصوص انداز بيان ۾ پڙهي ٻڌايو هو، ان مان فرائيڊ تي انڪشاف ٿيو هو تہ هن جي ماءُ پيءُ جو خدا ڪا هڪ منجهائيندڙ شيءِ هو ۽ جنهن خدا جي عيسائي عبادت ڪندا هئا اهو يهودين جي خدا کان جدا هڪ ٻئي قسم جي شيءِ هو. اهڙي طرح دنيا ۾ ڪيترين ئي شيون هيون جيڪي اهڙي طرح ذهن کي منجهائيندڙ ۽ خوامخواهہ جي تجسس ۽ جستجو پيدا ڪرڻ واريون هيون. فرائيڊ جهڙي نوجوان جي دل ۾ دنيا جي مونجهارن ۽ فطري ڳجهارتن کي حل ڪرڻ جي امنگ موجود هئي. اهو اوڻيهين صدي جو آخري اڌ هو. اهو ڊارون، ميڊل گستاف، ٿيو ڊو فشز جو زمانو هو. ان وقت لارڊ لسٽر بيڪٽريالاجي تي تحقيقات جو آغاز ڪيو هو. اهو دؤر اڄ جي دؤر کان مختلف هو. مائيڪرواسڪوپ، ٽيسٽ ٽيوب ۽ زهر جي خبر لهڻ لاءِ اوزار ايجاد ٿيا هئا. اڃا سائنس جي علم ايڏي ترقي نہ ڪئي هئي. بوسٽيالاجي ۽ اينترا پالاجي جيان سوشل سائنس جو علم اڄ جيان نہ هو. نفسيات جو جنم اڃا تازو ٿيو هو. هي اهو وقت هو جڏهن تجرباتي حقيقتن تي زور ڏنو ويندو هو، محض نظرين تي ڪا بہ توجهہ نہ ڏيندا هئا. تجربي جي ڪسوٽي تي پرکڻ کانسواءِ ڪنهن نظريي کي قابل

قبول نہ سمجهيو ويندو هو. سائيڪاٽري اعصابي نظام جي خرابين جو علم محدود هو. هڪ نارمل انسان جي نفسيات ۽ سائيڪاٽري کي ڳهرائي سان نہ ڏٺو ويندو هو.

نوجوان فرائيڊ سائنس جي ذريعي فطرت جا اسرار ۽ راز معلوم ڪرڻ ٿي چاهيا. هن ۾ فطرت جي پيچيده رازن کي حل ڪرڻ جو شديد جوش ۽ اشتياق پيدا ٿيو هو. هن جي ذهن ۾ هاڻ پنهنجي مستقبل جي پروگرام جو خاڪو واضع ٿي ويو هو. هن انسان جي جسماني مطالعي بجاءِ ان جو ذهني مطالعو ڪرڻ ٿي چاهيو. يعني فطرت انساني جو مطالعو.

هن جو پيءُ هميشہ ڏکين معاشي حالتن کي منهن ڏيندو رهيو هو. تنهن چاهيو ٿي تہ سگمنڊ ڪوبہ منافع بخش ڌنڌو اختيار ڪري، ۽ معلوم ٿيڻ ٿي ڪيس فطري رجحان جي حوالي سان ڪوبہ دٻاءُ نہ وڌو ۽ نہ ئي اولاد جي مرضي خلاف ڪنهن ڳالھ تي آماده ڪرڻ لاءِ مجبور ڪيو. اهڙي طرح 1873ع جي سرءُ جي موسم ۾ سگمنڊ فرائيڊ ويانا يونيورسٽي ۾ داخل ٿيو.

يونيورسٽي جا شروعاتي ڏينهن هن لاءِ انتهائي مايوسي وارا ۽ تلخ ثابت ٿيا. يونيورسٽي جي ماحول ۾ پڻ يهودين خلاف شديد نفرت ۽ تعصب موجود هو. اتي جيڪي بہ يهودي شاگرد هئا. ان ماحول ۾ عيسائين جي پيٽ ۾ پاڻ کي انتهائي ڪمتر ۽ حقير محسوس ڪندا هئا. پر فرائيڊ اهڙي ڪنهن بہ احساس ڪمتري جو شڪار ٿيڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. هو تعصب ۽ نفرت جي ماحول ۾ هميشہ ڪنڌ مٿي ڪري هلندو هو ۽ اهين ظاهر ڪندو هو جيئن هن کي پنهنجي يهودي هجڻ تي فخر آهي. هن جا جماعتي سگمنڊ جي يهودي هجڻ سبب هن سان نہ ڳالهائيندا هئا. هن کي انهن جو ڪوبہ رنج يا ملال نہ هو. بلڪہ هو پاڻ بہ انهن کان پاسيرو رهندو هو. انهيءَ تنهائي پسندي هن جي شخصيت ۾ انفرادي شان ۽ وقار پيدا ڪري ڇڏيو. هن ۾ پنهنجي مدد پاڻ يا خود داري جهڙيون خوبيون پيدا ٿي پيون، هن وٽ بهترين قوت فيصلہ پيدا ٿي. يعني هر طرف کان ڌڪاريل هجڻ هن لاءِ فائديمند ثابت ٿيو. پنهنجي مخالفن کي ڪجھ ڪري ڏيکارڻ جو عزم هن وٽ پختو ٿيو. هن انهن کي ٻڌائڻ ٿي چاهيو تہ يهودي اهو ڪجھ ڪري سگهي ٿو، جيڪو هو پاڻ بہ نتا ڪري سگهن.

ٽي سال هو يونيورسٽي ۾ نيچرل سائنس جي مختلف شاخن ۾ ڦرندو رهيو. هن کي هڪ اهڙي شاخ جي تلاش رهي جيڪا هن جي سوالن جا جواب ڏئي سگهي ۽ ذهني طور هو مطمئن ٿي سگهي. ڪيمسٽري جي شعبي ۾ پوري شوق سان ڪم

ڪيائين. ان شعبي ۾ هن ڪنهن بہ نئين دريافت جي اميد نہ ڏني. اهڙي طرح زولاجي هن جي طبيعت کي راس نہ آئي.

سائنسي دنيا سان تعارفي سلسلو ان وقت ٿيو جڏهن هن کي برطانيہ جي سفر ڪرڻ جو اتفاق ٿيو. ان وقت سندس عمر اوڻيهہ سال هئي: هن جي پيءُ کيس پنهنجي ڀاءُ عمانويل سان ملاقات ڪرڻ لاءِ مانچسٽر موڪليو هو. هن جو ٻيو ويڇو ڀاءُ فلپ بہ ان وقت مانچسٽر ۾ هو. گهڻي وقت کانپوءِ پنهنجن ويڇن ڀائرن، خاص طور پنهنجي ننڍپڻ جي ساٿي جان سان ملي کيس ڏاڍي خوشي ٿي. جان بہ هاڻ وڏو ٿي چڪو هو ۽ ڀرپور جوان هو. عمانويل کي سگمنڊ جي اچڻ سان خوشي ٿي هئي ۽ سگمنڊ جي سلجهيل ۽ شائستہ طرزِ عمل هن کي اهڙو متاثر ڪيو، جو هن جي تعريف ۾ پيءُ ڏانهن هڪ ڊگهو خط بہ لکي موڪليائين.

سگمنڊ ڏٺو تہ برطانيہ ۾ يهودين سان ڪوبہ تعصب وارو رويو نہ هو. اتي مذهبي رواداري هئي. 1876ع ۾ هو واپس وطن موٽي آيو، ۽ يونيورسٽي وڃڻ شروع ڪيائين، جتي هن کي ارنيسٽ بروڪ جي فزيالاجيڪل ليبارٽري ۾ ڪم ڪرڻ جو موقعو مليو. ارنيسٽ بروڪ هڪ ماهرِ جسمانيات ۽ يونيورسٽي جو بهترين استاد هو. هن جا مددگار سگمنڊ ايڪسز ۽ ارنيسٽ وان فليشل مارڪسو بي حد پرجوش ۽ قابل شخص هئا. انهن کي بروڪ جيان پنهنجي ڪم سان عشق هو. فرائيڊ ليبارٽري ۾ پوري شوق ۽ محنت سان ڪم ڪندو رهيو. هو ڪم ۾ ايترو مشغول رهيو، جو هن کي گريجوئيشن ڪرڻ ۽ ڊگري وٺڻ بہ وقتي طور وسري ويو. هو تقريبن ڇهن سالن تائين، يعني 1882ع تائين بروڪ سان گڏ ڪم ڪندو رهيو.

ارنيسٽ بروڪ جي محنت ۽ ڪم سان دلچسپي سگمنڊ تي ڏاڍو اثر ڪيو. جنهن فزيالاجي جي تعليم ارنيسٽ بروڪ ڏني ٿي، اها مشهور ماهر طبيعات رابرٽ مائر جي توانائي جي تحفظ متعلق دريافتن کي اڳتي وڌائڻ جي هڪ راهہ هئي. مائر جي دريافتن کان پنجويهہ سال پوءِ هيلم هولٽز پنهنجين دريافتن جي بنياد تي علمِ جنسيات جي اعصابي نظام جي معلومات جي سلسلي ۾ قابلِ قدر ڪم انجام ڏنا.

1860ع ۾ جرمن يونيورسٽين جي شاگردن ۾ نئين هولٽزين نظرين جي باري ۾ دلچسپي پيدا ٿي. بلڪل ائين جيئن اڄ سائنس جا شاگرد نيوڪليئر ايجادن ۾ دلچسپي ۽ تجسس رکن ٿا. 1873ع ۾ جڏهن فرائيڊ ميڊيڪل اسڪول ۾ داخل ٿيو هو تہ هيلم هولٽز پنهنجي نقطہ عروج کان زوال ڏانهن راهي هو. جڏهن تہ علمِ جنسيات جي تعليم ڏاڍي مقبول هئي. بروڪ جي فزيالاجيڪل ليبارٽري بہ بدستور ڪم ۾ مصروف هئي، ڪين يورپ ۾ بہ شهرت حاصل هئي.

بروڪ هڪ اهڙو شخص هو جنهن جي سچي حياتي سائنسي دريافتن ۽ تحقيقاتي ڪم ۾ گذري هئي. هو پنهنجي وقت جو هڪ عظيم محقق هو. پنهنجي ڪوجنا لاءِ هن نيچرل سائنس جو ميدان چونڊيو هو. بروڪ هڪ عظيم جينئس هو. فرائيڊ جي هڪ پيروڪار فنزونل هن جي باري ۾ لکيو ته: "جن ماڻهن کي بروڪ سان گڏ ڪم ڪرڻ جو موقعو مليو، اهي پنهنجي ڪم ۾ بروڪ جيان محنت ۽ دلچسپي سان ڪم ڪندا هئا. اها بروڪ جي خاصيت هئي ته سندس محنت ۽ دلچسپي جو اثر ٻين تي پڻ پوندو." بروڪ جون اکيون نامهربان نظر ايندڙون هيون، فرائيڊ انهن کي، رهنما اکيون، چوندو هو. انهن اکين جو تصور سچي زندگي سائنسي ڪمن ۾ فرائيڊ جي رهنمائي ڪندو رهيو ۽ هن ڪنهن به موقعي تي غلطي نه ڪئي.

بروڪ جو معاون ارنسٽ دان فليشل مارڪسو، جيڪو فرائيڊ جو گهاٽو دوست بنجي چڪو هو، بروڪ کان به وڌيڪ محنت جو عادي ۽ پنهنجي ڪم سان عشق رکڻ وارو انسان هو. مسلسل محنت ۽ ڏينهن رات ڪم ڪرڻ سان هن جي صحت ايتري قدر خراب ٿي پئي جو هو موت جي ويجهو اچي پهتو هو. پر هن پنهنجي محنت جي عادت بدستور جاري رکي. فرائيڊ هن جي اڻٿڪ محنت ۽ ڪم سان عشق کان ڏاڍو متاثر هو. اهوئي اهو رستو هو جيڪو فرائيڊ پنهنجي لاءِ چونڊڻ ٿي چاهيو.

بروڪ ۽ فليشل جي باري ۾ فرائيڊ پاڻ چيو هو ته اهي هن جا پهريان استاد هئا، جن جي هو دل سان عزت ڪندو هو. انهن کي پنهنجو آئيڊيل بنائي ڇڏيو هئائين. هن جو پنهنجو پيءُ هن لاءِ ڪو بهتر مثال ڪونه هو. اهي بروڪ ۽ فليشل ئي هئا جيڪي هن جا رهنما ثابت ٿيا هئا ۽ بهترين دوست پڻ. فرائيڊ جي نظر ۾ اهي ٻئي ماسينا ۽ هيني بال هئا، جيڪي ننڍپڻ کان ئي سندس نظر ۾ بهادري، ذهانت، انصاف پسند ۽ سچائي جي علامت هئا.

پنهنجي ڪيرئر ٺاهڻ لاءِ فرائيڊ محنت ڪندي بروڪ جي تجربي گاهه ۾ پنهنجي جواني جا ڇهه سال گذاريا. بروڪ هن کي جيڪي مسئلا حل ڪرڻ لاءِ ڏيندو هو، هو پنهنجي محنت ۽ شوق سان انهن کي حل ڪري وٺندو هو. سڀ کان پهرين جيڪو مسئلو هن حل ڪيو اهو اعصابي نظام جو هو. جنهن کي هن نهايت تسلي بخش ۽ احسن طريقي سان حل ڪيو هو. ان کان پوءِ بروڪ هن کي مڇيءَ جي انتهائي سادي قسم جي هڏيءَ ۾ واقع حرام مغز جي مطالعي جو ڪم سونپيو. فرائيڊ ان تحقيقاتي ڪم ۾ ايڏو مصروف ٿي ويو، جو هن پنهنجي ٻين مصروفيتن ۽ پڙهائي کي به ڪنهن حد تائين نظرانداز ڪري ڇڏيو. هن کي ميڊيڪل تعليم ۾

سائيڪاٽري ڪانسواءِ ڪنهن بي ميڊيڪل برانچ ۾ ايڏي دلچسپي نه هئي. نيٺ 1881ع ۾ هن پنج سالن بجاءِ اٺ سال ۾ ڊاڪٽر آف ميڊيسن جي ڊگري حاصل ڪري ورتي.

دير سان ڊگري حاصل ڪرڻ جو هڪ سبب اهو به هو ته بروڪ جي نظر ۾ فرائيڊ ڏاڍو قابل ۽ ذهين هو جيڪو ان تجربي گاهه لاءِ فخر جو باعث هو.

هونءَ به فرائيڊ بروڪ جي معاون جي حيثيت ۾ موزون ترين ماڻهو هو. هن اٺ سال بروڪ جو ماتحت ٿي ڪم ڪيو هو. ڪم ۾ هو نهايت توجهه ۽ دلچسپي وٺندو هو.

بروڪ جي ڏنل سيني مسئلن کي هن پنهنجي ذهانت ۽ قابليت سان حل ڪيو هو. بروڪ جون نامهربان اکيون جڏهن هن کي ڏسنديون هيون ته انهن ۾ سرد مهري بجاءِ هڪ خاص چمڪ ۽ نرمي نظر ايندي هئي. فرائيڊ هن جي نظر ۾ سرخرو ٿيڻ لاءِ پنهنجي اصل تعليم کي به نظر انداز ڪندو رهندو هو. هن کي اميد هئي ته سندس دلچسپي ۽ محنت کي ڏسندي بروڪ ضرور هن کي پنهنجو تاحيات معاون بنائيندو.

هن جي توقعات ۽ اميدن جي برعڪس 1882ع شروع ٿيندي ئي بروڪ هن کي هدايت ڪئي ته هو هاڻ هن تجربي گاهه سان پنهنجو واسطو ختم ڪري ڇڏي ۽ هميشه لاءِ تجربيگاهه جو رستو وساري ڇڏي، ڇاڪاڻ ته هن تجربيگاهه جو معاون نٿو بڻائي سگهجي. جيڪڏهن هو وڌيڪ عرصو تجربي گاهه ۾ رهيو ته سڄي حياتي غربت ۽ تنگدستي ۾ گذاريندو. ان ڪري هو پنهنجي بهتر مستقبل جي فڪر ڪري. فرائيڊ کي پنهنجي استاد جي ان ڳالهه رنج ۽ صدمو ضرور پهچايو هو. پر اهو به سمجهه ۾ اچي چڪو هوس ته سندس استاد جو چوڻ بلڪل صحيح هو.

هن پنهنجي شاگردي واري دور ۾ معاشي مسئلن ڏانهن ڪڏهن به سنجيدگي سان غور نه ڪيو هو، پر هاڻ هن کي پنهنجي معاشي حالت سڌارڻ ۽ پنهنجن پيرن تي بيهڻ ڏانهن سنجيدگي سان غور ڪرڻو پيو. هينئر تائين هن جو سمورو خرچ پيءُ برداشت ڪندو آيو هو، جنهن جا معاشي حالات ويانا اچڻ کان پوءِ ڪڏهن به سٺا نه رهيا هئا. پر پنهنجي غربت جي باوجود پٽ کي هرقسم جون تعليمي سهولتون مهيا ڪرڻ ۽ هن جون خواهشون پوريون ڪرڻ هميشه هن پنهنجو فرض سمجهيو هو. گريجوئيشن کان پوءِ فرائيڊ جي مڱڻي مارٿا برنيز سان ٿي، جنهن جو خاندان ويانا آيو هو. مارٿا جي پاءُ سان فرائيڊ جي ڀيڻ جي مڱڻي پڻ ٿي چڪي هئي. شادي ڪرڻ لاءِ ضروري هو ته هو پنهنجي معاشي حالت سڌاري نيٺ هن بحيثيت ڊاڪٽر پنهنجي پيشي جي آغاز ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ۽ ويانا جي جنرل هاسپيٽل ۾ نوڪري شروع ڪيائين. جتي جلد هن کي جونيئر ريزيڊنٽ فزيشن بڻايو ويو. هو اتي مختلف

شعبن ۾ ڪم ڪندو رهيو. اتي بہ بروڪ جيان هڪ شخص فرائيڊ کي مليو جيڪو پنهنجي ڪم سان گهرو عشق رکندو هو. اهو شخص مشهور سائيڪاٽرسٽ ڊاڪٽر ٿيو ڊور ميزٽ هو. ان جي شخصيت ۽ ڪارنامن کان فرائيڊ شاگرديءَ واري دؤر کان واقف هو. هو ايناٽامي تي ڪم ڪندو هو. خاص طور دماغي ايناٽامي تي. ان مقصد لاءِ هن وٽ باقاعده پنهنجو انسٽيٽيوٽ هو. فرائيڊ ڇهن مهينن تائين هن جي شاگرد جي حيثيت ۾ انسٽيٽيوٽ ۾ ڪم ڪيو.

هي اهو ڪم هو جنهن ۾ حقيقي طور فرائيڊ جي دلچسپي هئي. هن بروڪ جي ماتحتي ۾ مڇين جي انتهائي سادي قسم جي حرام مغز تي کوجنا ڪئي هئي. ميزٽ جي ماتحتي ۾ هن انسانن جي اعصابي نظام تي کوجنا شروع ڪئي، ۽ پنهنجي سموري توجهہ هڪ موضوع Medullaoblongata تي ڏني. اهو انتهائي دلچسپ موضوع هو. پر دماغي ايناٽامي فزيالاجي کان وڌيڪ پريڪٽيڪل تصور نہ ڪئي ويندي هئي. بهرحال پنهنجي شادي لاءِ ڪافي رقم گڏ ڪرڻ جي خيال سان، فرائيڊ دماغي ۽ اعصابي بيمارين جو مطالعو پڻ شروع ڪيو. ان وقت ويانا ۾ ان برانچ آف ميڊيسن ۾ تمام گهٽ اسپيشلسٽ موجود هئا. اسپتال ۾ اعصابي بيمارين جا شعبا اڻپورا هئا. دراصل ان وقت علم طب جي هن شاخ کي گهٽي اهميت حاصل ڪانہ هئي. ايتري قدر جو پروفيسر نٿنيگل بہ، جيڪو فرائيڊ جي اسپتال اچڻ کان اڳ سائيڪاٽري جي ماهر جي حيثيت سان موجود هو، نيورو پيٿالاجي کي ٻين علمن کان الڳ مقام ڏيڻ لاءِ تيار نہ هو. هن جي نظر ۾ هي طبي علم ڪنهن خاص حيثيت وارو نہ هو. اهڙين حالتن ۾ فرائيڊ پنهنجو استاد پاڻ بنجڻ جو فيصلو ڪيو. ڇاڪاڻ تہ هڪ پريڪٽيشنر جي حيثيت سان اعصابي بيمارين ۾ اسپيشلائيز ڪرڻ جو اهوئي هڪ رستو ڪيس نظر آيو. انهيءَ عرصي ۾ هن جي ذهن ۾ هڪ خيال آيو تہ ويانا ۾ اعصابي بيمارين جي ليڪچرار جي حيثيت سان ملازمت ڪرڻ کپي. جيئن ايتري رقم گڏ ڪري سگهجي جو شارڪو سان ملڻ لاءِ پيرس جو سفر اختيار ڪري سگهجي. شارڪو نفسيات جي علم ۾ ڏاڍو مشهور هو. جنهن سان ملڻ جو فيصلو فرائيڊ ڪري چڪو هو.

ميزٽ فرائيڊ کي دماغي ايناٽامي جي تعليم جاري رکڻ ۽ معقول معاوضي تي دماغي ايناٽامي تي ليڪچر ڏيڻ جي پيشڪش ڪئي. ڪجهہ سال اڳ، جڏهن فرائيڊ جا معاشي حالات خراب هئا تہ هو اها شايد قبول ڪري ها. پر هاڻ اهڙي پيشڪش ۾ فرائيڊ لاءِ ڪابہ ڪشش ڪانہ هئي، ان ڪري هن پيشڪش کي رد ڪري ڇڏيو.

جڏهن فرائيڊ ويانا جي جنرل هاسپيٽل ۾ هو تہ ان عرصي دوران هن نروس سسٽم جي نامياتي بيمارين تي بي شمار مضمون تحرير ڪيا هئا. بحيثيت ڊاڪٽر هن جي مهارت ۽ تجربي ۾ پڻ اضافو ٿيو هو. هو بيمارين، خاص طور اعصابي بيمارين جي تشخيص ۾ ماهر هو. فرائيڊ ويانا جو پهريون فزيشن هو جنهن پهريون دفعو دماغي ڪيس پوسٽ مارٽم لاءِ موڪليو هو. هن جي قابليت ۽ ذهانت جي شهرت آمريڪي ڊاڪٽرن جو بہ ڌيان ڇڪايو ۽ اهي بہ فرائيڊ جا ليڪچر ٻڌڻ ايندا هئا. جن ڪي هو پنهنجي گذاري جهڙي انگريزي ۾ ليڪچر ڏيندو هو.

فرائيڊ پنهنجي ڪلينڪل مهارت ۽ قابليت جي باوجود نيوراسس متعلق هن وٽ ڄاڻ محدود هئي. هڪ دفعي جڏهن هن شاگردن جي وڏي تعداد آڏو مسلسل مٿي جي سور ڪيٰ نيوراسس جو اهم سبب قرار ڏنو تہ هن تي بي حد ٺٺوليون ٿيون. بهرحال انهيءَ واقعي جي باوجود 1885ع ۾ ڪيس نيورو پيٿالاجي جو ليڪچرار مقرر ڪيو ويو. انهيءَ تقرري جو وڏو سبب هن جا بائيلاجيڪل ۽ ڪلينڪل مضمون هئا، جيڪي هن وقت بوقت مختلف اخبارن ۽ رسالن ڪي پٺي موڪليا هئا. انهيءَ تقرير ڪان ڪجهہ مهينا پوءِ بروڪ جي زبردست سفارش تي هن کي هڪ سفري فيلوشپ منظور ٿي ملي. هاڻ هو ان قابل هو تہ پيرس وڃي شارڪو سان ملاقات ڪري سگهي. پيرس ٻيو غير ملڪي شهر هو جيڏانهن هن سفر ڪيو. هي اهو شهر هو جيڪو فرائيڊ کي شهرت ۽ عظمت جي بلندين تي پهچائڻ وارو هو.

فرائيڊ جڏهن پيرس پهتو تہ اتي جي گهماگهمي ۽ رونقون ڏسي حيرت ۾ پڏي ويو. ويانا ۽ پيرس ۾ زمين آسمان جو فرق هو. پيرس ان دؤر ۾ وڏي علم گاهہ جي طور تي مشهور هو، جتي يورپ جي هر حصي مان گهڻي تعداد ۾ شاگرد علم حاصل ڪرڻ ايندا هئا. اتي دماغي مرضن جي شفاخاني، "سالپٽريري" پهچندي ئي، هن پنهنجي پڙهائي جو آغاز ڪيو. اهو شفاخانو شارڪو جي نگراني ۾ هلندڙ هو. سموري يورپ جا نيورالاجسٽ ۽ سائيڪاٽرسٽ هن اداري کي ڏاڍي قدر جي نگاهہ سان ڏسندا هئا.

شارڪو جو وڏو ڪارنامو اهو هو تہ هن ميڊيڪل پريڪٽس ۾ هپناٽزم کي نمايان ۽ قابلِ قدر مقام ڏياريو هو. ان کان اڳ مسمريزم کي، جنهن مان هپناٽزم وڌيو ويجهيو سڄي يورپ جي سائنسي حلقن ۾ علم نجوم، جادوگري، لغو ۽ بيڪار شيءِ سمجهيا ويندا هئا. اوڻيهين صدي جي وچ ڌاري هڪ انگريز فزيشن ۽ هڪ فرانسيسي ٻهراڙي جي ڊاڪٽر اي.اي ليبال هپناٽزم کي نئون ڏيارڻ، ريسرچ ۽ ڪيئي بيمارين جي علاج لاءِ ڪاميابي سان استعمال ڪرڻ شروع ڪيو. ليبال جي

شهرت وڌندي رهي. ان کان پوءِ شارڪو 1878ع ۾ پيرس ۾ اسڪول آف هيپناسس قائم ڪيو، جتي هيپناٽزم ۽ نفسياتي علم تي کوجنا ۽ درجه بندي جو ڪم تيزي سان شروع ٿيو.

1872ع ۾، يعني فرائيڊ جي اچڻ کان ٽي سال اڳ شارڪو پنهنجي زندگي جو اهم ترين ڪارنامو سرانجام ڏنو. فرينچ اڪيڊمي آف سائنس جنهن حيواني ڪشش کي هڪ فضول شيءِ قرار ڏئي رد ڪري ڇڏيو هو. انهن به شارڪو جي هپيناٽزم ۾ ڪيل کوجنا کي قبول ڪيو. ان قبوليت جي ڪري ڪشش متعلق اختلافن ۽ بحثن جو خاتمو اچي ويو ۽ علم نفسيات جي ميدان ۾ تحقيقاتي ڪمن کي اڳتي وڌائڻ ۾ ڏاڍي مدد ملي. اهڙي طرح 1880ع کان پوءِ هيپناٽزم کي باقاعده طبي طريقي موجب علاج طور تسليم ڪيو ويو. "ميٿڊ آف ٽريٽمينٽ" سان گڏ ميٿڊ آف ريسرچ، جي طور تي به ان جي اهميت تسليم ڪئي ويئي. شارڪو هڪ مڪمل تربيت يافته نيورالاجسٽ هو. هن وٽ هيپناٽزم جي باري ۾ علم جو آغاز پيٿالاجيڪل ايناٽامي کان ٿيو هو. شارڪو تنويمي حالت ۾ دماغ ۽ اعصاب جي حالتن ۽ فعلن جي باري ۾ تحقيقاتي ڪمن لاءِ جيڪو طريقو استعمال ڪندو هو ان ۾ ڪا به جدت يا نواڻ ڪانه هئي، جيتوڻيڪ هو نهايت محنت ۽ شوق سان ڪم ڪندو هو. بهرحال هن نئين شيءِ اها دريافت ڪئي ته تنويم جي حالت انهن ماڻهن تي آساني سان طاري ڪري سگهجي ٿي جن کي هسٽريا هجي.

هسٽريا اصل ۾ يوناني لفظ "هسٽرون" مان ورتل آهي. جنهن جو مطلب آهي رحم. رحم ۾ ڪنهن خرابي يا تڪليف مان هسٽريا جو مرض پيدا ٿيندو آهي. شروع ۾ ڊاڪٽر ۽ حڪيم هسٽريا جي مرض ۾ مبتلا مريض جي ان مرض جو سبب معلوم ڪرڻ بجاءِ ان جي علاج تي توجهه ڏيندا هئا. 1882ع ۾ هڪ نامور فرانسيسي ڊاڪٽر هسٽريا ۾ مبتلا هڪ عورت کي مرض ما نجات ڏيارڻ لاءِ هن جو رحم ئي ڪڍي ڇڏيو. ان وقت کان وٺي ويانا، لنڊن ۽ هائيڊل برگ ۾ فزيشن هسٽريا جو ان طريقي سان (يعني سرجري ذريعي رحم ڪڍي ڇڏڻ) علاج ڪرڻ ۾ مصروف هئا.

شارڪو کي سائيڪالاجي آف هسٽريا تي کوجنا ۾ ڪا خاص دلچسپي ڪانه هئي. هو ان خيال جو حامي هو ته اهو مرض مورثي به ٿي سگهي ٿو. اڪثر ماڻهن ۾ هن هسٽريا جون جيڪي علامتون ڏٺيون هيون اهي مورثي هيون، اهي پنهنجو پاڻ هسٽريا جا مريض نه هئا.

شارڪو جي اداري ۾ رهندي هڪ انڊر گريجوئيٽ جي حيثيت سان فرائيڊ کي نفسيات جي اعليٰ تعليم ۽ تجربن جو موقعو مليو. هن پنهنجي سموري توجهه

نيوراسس تي ڏني. اها نفسيات جيءَ علم جي اها شاخ هئي جنهن کي ڪافي عرصي کان نظرانداز ڪيو پئي ويو.

فرائيڊ پيرس ۾ ڪنهن ماڻ به واقف نه هو. هو اسپتال مان اڪيلو پنهنجي رهائش ڏانهن ايندو هو. اهڙي طرح گهر کان اسپتال ڏانهن به هو اڪيلو پنڌ ويندو هو. "ڪڏهن ڪڏهن ائين به ٿيندو هو" هڪ دفعي فرائيڊ ٻڌايو هو. "مان سڄاتل آواز جو سڏ ٻڌندو هوس ظاهر آهي ته اهو آواز منهنجو وهم هو. پر جڏهن به اهو آواز ٻڌندو هوس ته مان اهو وقت نوٽ ڪري ڇڏيندو هوس. پوءِ مون کي خبر پوندي هئي ته منهنجي گهر ۾ ان وقت ڪونه ڪو واقعو ٿي رهيو هوندو هو". اهو آواز جيڪو هن جو وهم هوندو هو يعني تخيلاتي ٿي هوندو هو دراصل هن جي احساس تنهائي ۽ گهر کان پري هجڻ جي احساس جي پيداوار هو. انهن احساسن ۾ پنهنجي مڱيندي کان جدائي ۽ دوري جو احساس به شامل هو. اڪيلي سر گهمڻ ڦرڻ دوران هن کي پنهنجي لاءِ هڪ معاون جي ضرورت محسوس ٿيندي هئي. هن کي ڏينهن ڏٺي خواب ڏسڻ جي عادت پئجي هئي. هو اڪثر خواب ۾ ڏسندو هو ته هن هڪ سرڪش گهوڙي تي سوار ٿي ان کي سڌو ڪيو آهي، جهن تي بگي مان هڪ عظيم شخصيت ٻاهر نڪري هن کي چيو "تون منهنجو نجات ڏيارينڌڙ آهين. تو منهنجي زندگي بچائي آهي، بدلاءِ مان تنهنجي ڪهڙي خدمت ڪري سگهان ٿو."

اهي خيال ۽ تحفظ جي خواهش هن جي دل ۾ ازخود هڪ طاقتور ۽ وڏو ماڻهو ٿيڻ جي خواهش پيدا ڪندا هئا: پنهنجي گهر کان پهريون دفعو ايڏي طويل جدائي، پنهنجي تنهائي جي احساس هن جي دل ۾ تحفظ ۽ گرمجوشي جي حاصلات لاءِ خواهش پيدا ڪري ڇڏي هئي. انهن حالتن ۾ هن جي ذهن ۾ ڪنهن جي سرپرستي هيٺ ڪم ڪرڻ جو خيال پيدا ٿيو. پر اهو خيال وقتي هو ڇاڪاڻ ته هو بروڪ ۽ ميزٽ جي سرپرستي ۾ ڪم ڪري چڪو هو. هن انهن مان اهو سڀ ڪجهه حاصل ڪيو، جيڪو هن حاصل ڪرڻ چاهيو ٿي. هاڻ هو پنهنجي آئينده زندگي لاءِ ڪنهن جي سرپرستي ۾ ڪم ڪرڻ کي اهميت نه پيو ڏئي. پنهنجي تنهائي جو مسئلو هن پاڻ حل ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. هن شارڪو کي خط لکيو ته هو شارڪو جي ليڪچرن جي نئين واليم کي جرمن ٻولي ۾ ترجمو ڪرڻ لاءِ تيار آهي. شارڪو هن جي پيشڪش قبول ڪئي. شارڪو سان هڪ ملاقات وڏيڪ ملاقاتن جو دروازو کوليو ۽ فرائيڊ جلد هن جي حلقي جو خاص ميمبر بڻجي ويو.

شارڪو جي شخصيت فرائيڊ کي بي حد متاثر ڪيو. بروڪ جيان هن جي ڪم ڪار جا طريقا ۽ اصول به فرائيڊ لاءِ اهم سبق جي حيثيت وارا هئا. فرائيڊ

صرف هيپناٽزم مان ئي متاثر نہ ٿيو هو بلڪ هسٽريا جي علاج جي طريقن، خاص طور مريضن تي هيپناٽزم جو عمل ڪرڻ ۽ ان جي مريضن تي اثرن ۾ تجربن بہ فرائيڊ جي هن طريقي ۾ دلچسپي پيدا ڪئي. گهري نظر ۾ دلچسپي سان ان علاج جي طريقي جو مطالعو ڪرڻ تي هن ڪي شارڪو جي طريقي ۾ نقص ڏسڻ ۾ آيا. هن اهو بہ نوٽ ڪيو تہ شارڪو وٽ هسٽريا جي مرض ۾ مبتلا صرف عورتون ئي علاج لاءِ آنديون ٿي ويون. پهريان فرائيڊ بہ هسٽريا کي رحم جي خرابي سبب پيدا ٿيڻ وارو مرض سمجهندو هو، ۽ ان مرض کي صرف عورتن جو مرض سمجهندو هو، اڳتي هلي جڏهن هن هسٽريا جو گهرو مطالعو ڪرڻ شروع ڪيو تہ کيس معلوم ٿيو صرف عورتون نہ پر مرد بہ هسٽريا ۾ مبتلا ٿي سگهن ٿا ۽ ان مرض جو سبب عورتن ۾ محض رحم جي خرابي نہ پر بيو بہ ڪو سبب ٿي سگهي ٿو.

فرائيڊ پيرس ۾ 1885ع جي سرءُ کان 1886ع جي بهار تائين رهيو. شارڪو جي سرڪل جو ميمبر هجڻ اهم هو پر اهو هن لاءِ سڀ ڪجهہ نہ هو جنهن جي کيس خواهش هئي. مارٿا ڇئن سالن کان هن جو انتظار ڪري رهي هئي. مارٿا جو خيال کيس گرمجوشي بخشيندو هو. هن جي دل ۾ شادي جي شديد خواهش جاڳندي هئي پر شادي کان اڳ پنهنجي تعليم مڪمل ڪري پوري طرح خود ڪفيل ٿيڻ ٿي چاهيائين. هاڻ جيئن ئي پيرس کي الوداع چوڻ جو وقت ويجهو آيو تہ هن جي بي قراري وڌڻ لڳي. شادي کان اڳ جنسي خواهش پوري ڪرڻ لاءِ ٻين طريقن کي هو انتهائي خراب سمجهندو هو. انهي اضطرابي ڪيفيت ۽ بي قراري تي قابو پائڻ لاءِ هو پنهنجو پاڻ کي ڪم ۾ مصروف رکڻ لڳو ۽ اڪثر ڏينهن جو وچ ڏاري هو نوٽري ڪيٿيڊرل گهمڻ ڦرڻ لاءِ وڃڻ لڳو.

هن کي مارٿا سان جلد از جلد شادي ڪرڻ جي خواهش ضرور هئي پر گهر جون زميواريون هن لاءِ هڪ خوفناڪ شيءِ هيون. هينئر تائين هن جي عمر علم جي حاصلات ۾ گذري هئي. ٽيهن سالن جي عمر تائين پهچندي بہ هو ايتري رقم نہ ڪمائي سگهيو هو جيڪا هن لاءِ ۽ هن جي زال لاءِ ڪافي هجي ۽ هڪ مختصر خاندان جي ڪفالت ڪري سگهي. جيڪڏهن هو هڪ عام ڊاڪٽر جي حيثيت سان پنهنجي پريڪٽس شروع ڪري ها تہ هو پنهنجي لاءِ ڪافي رقم جمع ڪري سگهي ها. ائين ڪرڻ سان هن جا اهي ارادا ڪڏهن بہ پورا نہ ٿين ها جن سان هن دنيا کي حيران ڪري ڇڏڻ ٿي چاهيو.

هو محسوس ڪرڻ لڳو تہ زال جو وجود هن کي پنهنجي مقصد جي تڪميل ۾ ڪامياب ٿيڻ نہ ڏيندو، پر پوءِ بہ زال کانسواءِ زندگي کيس اڌوري محسوس ٿيندي

هئي. هن کي اهو بہ محسوس ٿيندو هو تہ سندس مگيندي ٿي هئي جيڪا هن جي شهرت ۾ ناموري ۾ رڪاوٽ هئي. ان سان گڏ ڪيس پنهنجي ان بي وقوفاڻي خيال جي حقيقت بہ خبر هئي. ڪجهہ سال اڳ جڏهن هو اجان ويانا ۾ هو تہ هن هڪ الڪلائيڊ ڪمپائونڊ ڪوڪين ۾ دلچسپي وٺڻ شروع ڪئي هئي. ان تي تحقيق دوران هن کي ڪنهن ڪم سان مارٿا وٽ وڃڻو پيو، جنهن کي هن بہ سال نہ ڏنو هو. ان ملاقات ۾ مارٿا سان هن پنهنجي ڪوڪين تي تحقيقات جي باري ۾ ڳالهائيندو رهيو هو ۽ اميد ظاهر ڪئي هئائين تہ مستقبل قريب ۾ اهي نشہ آور شيون ميڊيڪل سائنس جي ڏاڍو ڪم اينديون. ان کان پوءِ هن پنهنجن دوستن ڪونگسٽين جيڪو افٿالمولاجسٽ ۽ ڪارل ڪولر کي بہ ان ڪمپائونڊ جي باري ۾ ٻڌايو. ان وقت خيال پيش ڪيائين تہ ان ڪمپائونڊ کي اکين جي بيمارين لاءِ استعمال ۾ آڻڻ گهرجي. ان ۾ انسٽيٿائيز ڪرڻ جي صلاحيت ڪافي حد تائين موجود هئي. ان کان پوءِ هو هيمرڪ مان رخصت ٿيو.

جڏهن هو ويانا پهتو تہ هن کي اهو ڄاڻي بي حد حيراني ۽ پريشاني ٿي تہ هن جي مشوري ۽ راءِ تي عمل ڪندي ڪولر هائيڊل برگ ۾ منعقد ٿيڻ واري افٿالمولاجيڪل ڪانگريس جي اڳيان هن ڪمپائونڊ جي اهميت واضح ڪرڻ لاءِ جانورن جي اکين تي تجربا ڪرڻ شروع ڪري ڇڏيا هئا. اهڙي طرح ڪوڪين جي اهڙي استعمال جي دريافت کي ڪولر جو نالو مليو. پنهنجي آتم ڪٿا ۾ ان واقعي جو ذڪر ڪندي فرائيڊ لکي ٿو "پر پنهنجي ڪم ۾ مداخلت تي مونکي پنهنجي مگيندي تي ڪاوڙ محسوس نہ ٿي هئي."

حقيقت ۾ فرائيڊ کي مارٿا تي سخت ڪاوڙ محسوس ٿي هئي. جڏهن تحليل نفسي جي دريافت تي هن جي شهرت پوري دنيا ۾ ڦهلجي وئي تہ ان وقت بہ کيس اهو ملال هو تہ ڪوڪين جي اکين تي استعمال واري دريافت تي کيس شهرت نہ ملي هئي ۽ هن جي بجاءِ ڪو ٻيو شخص اهو اعزاز حاصل ڪري رهيو هو. 1906ع ۾ پنهنجي ابتدائي شاگردن کي پنهنجي نئين سائنس تي ليڪچر ڏيندي. هو اهو اصرار ڪندو رهيو تہ ڪوڪين وارو ڪم هن ئي ڪيو هو. هن کي پنهنجن خوابن ۾ پڻ ان جي ناانصافي ۽ ظلم جو واقعو ايندو رهندو هو. ان واقعي کان سورنهن سال پوءِ پنهنجي خوابن مان هڪ خواب جي تعبير بيان ڪندي هن کي اهو مونوگراف ياد آيو جيڪو هن ڪوڪين تي لکيو هو "مون اشارو ڏنو هو تہ ان الڪلائيڊ کي ضرور استعمال ۾ آندو ويندو. پر ان وقت مان ڪنهن پيش قدمي ڪرڻ لاءِ ذهني طور آماده نہ هوس" ان کان علاوه هن چيو هو تہ "مون کي ڪوڪين جو خيال ائين ئي ڏينهن جو

خواب ڏسندي آيو هو، جيڪڏهن مان گلوڪوما ۾ مبتلا هجان ها ته سڌو برلن وڃان ها ۽ آپريشن ڪرائي ڇڏيان ها، جنهن ڪي ڪوڪين جي استعمال انتهائي آسان بنائي ڇڏيو هو. ان موقعي تي مان هرگز ڊاڪٽر ڪي نه ٻڌايان ها ته اها دريافت اصل ۾ منهنجو ڪارنامو آهي. ان ڏينهن واري خواب ڪي ياد ڪري مون ڪي خيال ايندو آهي ته ان جي پٺيان دراصل هڪ واقعي جي ياد ڪارفرما آهي." اڳتي هلي هن چيو " ڪولر جي دريافت کان ڪجهه عرصو پوءِ منهنجي والد کي گلوڪوما ٿيو. ان جو آپريشن منهنجي دوست ڊاڪٽر ڪونگسٽين آءِ اسپيشلسٽ ڪيو. ڊاڪٽر ڪولر ڪوڪين جو انچارج هو. ان موقعي تي ريمارڪ ڏنو ته اهي ٽئي شخص جن ڪوڪين جو اهو استعمال دريافت ڪيو هو، هن موقعي تي گڏ ٿي ويا آهن".

اها حقيقت آهي ته مارٿا ڪوڪين جي دريافت جي معاملي ۾ هن جي ناڪامي ۽ هن جي اعزاز کسجي وڃڻ جي ذميوار هئي. فرائيڊ لاءِ شديد پريشاني ۽ رنج جو باعث ٿي هئي. پنهنجي ان ناڪامي کان پوءِ هن کي ائين محسوس ٿيڻ لڳو ته هو هاڻ ڪڏهن به پنهنجي بلند مقام کي پهچي نه سگهندو. اها ناڪامي هن لاءِ شديد نفسياتي جهٽڪو ثابت ٿي هئي. هن کي افسوس ٿيو هو ته هن وقتي جذبي جي اثر تي پنهنجي هڪ اهم ترين دريافت جو راز پنهنجي مڱيندي ۽ دوستن کي ٻڌائي ڇڏيو هو. جيڪي هن جي ڪيريئر لاءِ نقصان وارا ثابت ٿيا هئا. هن جي پيءُ جي آپريشن ۾ ڪوڪين استعمال ٿي هئي، اهڙي طرح ڇڻ پٽ پيءُ جي آپريشن ۾ مدد ڏني هئي ۽ هن جي ننڍپڻ جي طعني جو ڀرپور جواب ڏئي ڇڏيو هو ته هو ڪنهن به ڪم جو نه آهي. فرائيڊ تسليم ڪيو ته واقعي اهڙي طرح هن پيءُ تي ثابت ڪري ڇڏيو هو ته هو ڪنهن ڪم جو ٿي سگهي ٿو ۽ هن جو ننڍپڻ ۾ چيل طعني وارو جملو ڪيڏو غلط ۽ بي انصافي تي ٻڌل هو. هو سڌو سنئون پيءُ کي به نٿي ٻڌائي سگهيو ۽ ان المئي جي ذميوار مارٿا هئي. جنهن سان شادي جو خواهشمند هجڻ جي باوجود هو ساڻس ناراض به هو. هن جي حماقت جي ڪري هو پنهنجي زندگي جو سڀ کان وڏو ۽ بهترين اعزاز حاصل ڪرڻ کان محروم رهيو.

مارٿا چئن سالن کان هن جي منتظر هئي. فرائيڊ هن سان جلد شادي ڪرڻ وارو هو. فرائيڊ موٽندي برلن ۾ ڪجهه عرصو رهي ٻارن جي بيمارين جي باري ۾ پڻ معلومات حاصل ڪرڻ ٿي چاهي. شادي به ضروري هئي پر حصولِ علم جو جذبو هن تي وڌيڪ حاوي هو. پيرس وڃڻ کان اڳ هن کي ويانا جي هڪ ٻارن جي اسپتال سووٽز انسٽيٽيوٽ ۾ دماغي بيمارين جي شعبي ۾ هڪ سٺي عهدي جي پيشڪش ٿي هئي. هن بهتر اهو سمجهو ته شادي کان اڳ ان ميدان ۾ پريڪٽس ڪري.

نيٺ 1886ع جي سرءُ ۾ فرائيڊ ۽ مارٿا جي شادي ٿي. ان وقت فرائيڊ ويانا ۾ اعصابي بيمارين جي ماهر جي حيثيت سان مڃجي چڪو هو. شادي کان پوءِ هنن هڪ گهر "هائوس آن اينٽونمينٽ" ۾ رهائش اختيار ڪئي. اهو علائقو سون هاس هو, جنهن کي ڪمزور عقيدي وارا ماڻهو منحوس سمجهندا هئا. اهو گهر اسٽيٽ ٿيٽر جي جاءِ تي تعمير ڪيو ويو هو, جنهن کي ڪجهه عرصو اڳ باهه لڳڻ جو هڪ خوفناڪ حادثو پيش اچي چڪو هو. نتيجي ۾ ڇهه سؤ ماڻهو سڙي مري ويا هئا. حادثي کان پوءِ ان کي منحوس سمجهيو ويو. فرائيڊ ۽ مارٿا ان وهم پرستي کي ٺڪرائيندي ان عمارت ۾ هڪ اپارٽمينٽ ورتو. ان گهر ۾ هنن کي ڇهه ٻار پيدا ٿيو.

فرائيڊ جي زال, سندس ماءُ جيان عالمن ۽ مذهبي رهنمائن جي خاندان سان تعلق رکندي هئي. مارٿا جو ڏاڏو اسحاق برينز هيمبرگ جو چيف ربي هو, هيزچ هين پنهنجي خط ۾ ان جو ذڪر "هڪ عظيم شخص" جي حيثيت سان ڪري چڪو هو. هن جو هڪ ڀاءُ پيرس مان ڇپجندڙ جرمن ٻولي جي هڪ اخبار جو پبلشر هو. هو انتهاپسند نظرين جو حامي هو. ساڳي اخبار ۾ هيزچ هين جا نظم شايع ٿيندا هئا. هيزچ برينز جي ذهانت ۽ ٻين صلاحيتن جو وڏو مداح هو. هن ڪارل مارڪس ڏانهن لکيل خطن ۾ پڻ هن جي ڏاڍي تعريف ڪئي هئي. اسحاق جا پٽ جيڪب ۽ مائيڪل جرمن يونيورسٽين ۾ پڙهائيندا هئا. مائيڪل ميونخ يونيورسٽي ۽ جيڪب هائيڊل برگ يونيورسٽي ۾ استاد هئا. يهودي هجڻ سبب هنن کي پنهنجي قابليت ۽ لياقت باوجود مڪمل پروفيسرشپ نه ملي سگهي هئي. مائيڪل ان ناانصافي جي ڪري يهوديت ڇڏي مسيحيت جو مذهب اختيار ڪيو. ان کان پوءِ کيس ميونخ يونيورسٽي ۾ مڪمل پروفيسرشپ ملي ويئي. اها حيثيت ڪنهن يهودي لاءِ محض خيال ٿي ٿي سگهي ٿي, هن گوئٽي تي هڪ بهترين ڪتاب پڻ لکيو.

جيڪب کي مائيڪل جي عيسائيت قبول ڪرڻ ڪري ناقابل برداشت ڏک پهتو هو. انهن جي ٽئين ڀاءُ يعني مارٿا جي پيءُ, جيڪو پيشي جي لحاظ کان تاجر هو هڪ خانداني اجتماع ۾ مائيڪل سان تعلقات ختم ڪرڻ جو اعلان ڪيو ۽ هن جي "عمل" جي مذمت ڪئي. ڪافي سال پوءِ جڏهن مائيڪل هنن جي شهر ۾ ليڪچر ڏيڻ آيو ته مارٿا تجسس هٿان مجبور ٿي پنهنجي خاندان کان لڪي هن جو ليڪچر ٻڌڻ هلي وئي هئي.

قدامت پرستي جي انهيءَ ماحول ۾ هڪ سخت پيءُ جي گهر ۾ مارٿا زندگي گذاري هئي. هن جي تعليم ۽ تربيت هيمبرگ جي ته واري قدرتي ماحول ۾ ٿي, جتي اترئين سمنڊ کان اچڻ واريون ٿڌيون برفاني هوائون اتان جي رهواسين کي هر

وقت شديد سيءَ ۾ جهوريندئيون رهنديون هيون. جڏهن تہ ويانا ۾ سست رفتار ۽ چمڪندڙ ندي ڊينيوب واري پاسي کان خوشگوار هوائون اتان جي رهواسين جي دلين کي گرمائينديون هيون.

هيمبرگ جي هجڻ ڪري مارٿا جفاڪش ۽ محنتي هئي ۽ ويانا ۾ پنهنجون گهريلو ذميواريون سٺي نموني نڀائيندي هئي. اهي ذميواريون ۽ فرض هن کي ڪڏهن بہ بار نہ لڳا. شادي کان پوءِ هن جي ڀيڻ مائنا بہ هن سان گڏ ويانا هلي آئي هئي. هوءَ فرائيڊ خاندان جي هڪ فرد بڻجي چڪي هئي. پنجاهہ سال گذرڻ باوجود مارٿا ۽ مائنا ويانا جي مخصوص لهجي جون عادي نہ ٿي سگهيون. هو ويانا جي رسمن ۽ رک رکاءَ جي طريقن سان پڻ مفاهمت نہ ڪري سگهيون. ان ڪري فرائيڊ جي گهر اچڻ وارن کي اتان جو ماحول هميشہ اجنبي محسوس ٿيندو هو. مارٿا پنهنجي گهر ۾ ٽانوَ ڌوئڻ، ڪپڙا، ڌوئڻ، صفائي ڪرڻ، ڪاڏو پچائڻ وغيره سميت سمورو ڪم پنهنجي هٿن سان ڪندي هئي. جڏهن تہ مائنا هن جا ٻار سنڀاليندي هئي ۽ ڪڏهن ڪڏهن گهر جي ڪم ۾ پڻ مارٿا جو هٿ ونڊائيندي هئي. مارٿا ۽ فرائيڊ جي شادي کان ڏهہ سال پوءِ تائين ڪين ڇهہ ٻار پيدا ٿيا. انهن ۾ ٽي پٽ ۽ ٽي ڌيئون هيون. مارٿا کي فرائيڊ جي آرام جو وڏو خيال رهندو هو ۽ هن پنهنجي ٻارن کي پڻ اهو سيکاري ڇڏيو هو تہ هو هميشہ پنهنجي "پياري پيءُ" جي آرام جو خيال ڪن. فرائيڊ پنهنجي گهر ياتين لاءِ کائڻ، آرام ڪرڻ، ڪم ڪرڻ ۽ پڙهڻ جا وقت مقرر ڪري ڇڏيا هئا.

اهڙي طرح فرائيڊ خاندان جي زندگي غير دلچسپ طريقي سان هڪ محور ۾ گذري رهي هئي. مارٿا ۽ مائنا کي احساس هو تہ فرائيڊ ڪو عام يا معمولي ماڻهو نہ آهي. مائنا کي اهو احساس اجان بہ وڌيڪ هو. تنهن ڪري هوءَ اڪثر لکڻ پڙهڻ جي ڪمن ۾ فرائيڊ جي مدد ڪندي هئي. مارٿا هڪ اينٽليڪچوئل عورت ضرور هئي پر هن ڪڏهن بہ فرائيڊ جي ڪمن ۾ دلچسپي نہ ورتي ۽ نہ هن جي ڪمن ۾ مداخلت ڪيائين. هن هميشہ پاڻ کي گهريلو ڪمن ۾ مصروف رکيو. هوءَ هڪ مڪمل گهريلو عورت ٿي رهڻ چاهيندي هئي. هڪ طرح سان ڏٺو وڃي تہ فرائيڊ هڪ مثالي عورت سان شادي ڪئي هئي. هن کي پنهنجي مڙس ۽ ٻارن لاءِ پنهنجون توانائيون استعمال ڪرڻ جو سبق ڪيس ماءُ ڏنو هو. پنهنجي زال مان فرائيڊ کي اهڙي ئي گرمجوشي ۽ محبت حاصل ٿي هئي جهڙي ننڍپڻ ۾ ماءُ مان ملندي هئي. هو پنهنجي گهر لاءِ اهڙي ئي عورت جو خواهشمند هو. جيڪا هن جي ماءُ جيان هڪ مڪمل گهريلو عورت هجي.

مونجهارن کان گهبرائجي پنهنجو پاڻ کي ذهني مريض تصور ڪندي هڪ ڊاڪٽر کان ٻي ڊاڪٽر تائين ڊوڙندا وتندا هئا. هن انهيءَ موقعي مان فائدو ورتو ۽ اهڙن خودساخته ذهني مريضن جو علاج پڻ شروع ڪيائين. هن جي علاج جي طريقي ۽ شفا سچي ويانا ۾ شهرت ماڻي ورتي. پنهنجي ان شهرت ۽ ناموري تي هو ڏاڍو خوش هو. هن جي آمدني ۾ پڻ اضافو ٿي رهيو هو.

فرائيڊ جي آفيس ۾ هاڻي نيوراٽڪس ذهني مريضن جو هجوم گڏ ٿي ويندو هو. علاج ڪندي هن کي هيپناٽزم جي خامين کان آگاهه ٿيڻ جو پڻ موقعو مليو. هن ڏٺو هو ته خواهش باوجود اڪثر مريضن کي حالت تنويم ۾ آڻڻ لاءِ ڪيس ناڪامي پئي ٿي ۽ گهڻن مريضن تي هيپناٽڪ حالت طاري ڪرڻ ۾ ناڪامي پئي ٿي. اهڙن موقعن تي هن کي محسوس ٿيندو هو ته هن هيپناٽزم جي باري ۾ جيڪو علم حاصل ڪيو آهي اهو اڻ پورو آهي ان ۾ ڪا نه ڪا ڪمي ضرور آهي. ان لاءِ ضروري هو ته ان ٽيڪنڪ کي چڱي طرح سمجهڻ لاءِ هو ان عمل جو وڌ کان وڌ گهرو مطالعو ڪري. نينسي فرانس ۾ ان وقت هڪ ميڊيڪل اسڪول کُليو هو، جتي هيپناٽزم جي تعليم ڏني ويندي هئي ۽ ان جا متبادل طريقا پڻ سمجهايا ويندا هئا. 1889ع ۾ فرائيڊ ان اداري ۾ شرڪت ڪئي. هن اهو ڏسڻ ٿي چاهيو ته آخر ڊاڪٽر ليبال ۽ ڊاڪٽر برناهم سائيڪلوٿراپي جي سرحد وسيع ڪرڻ لاءِ ڇا ڪري رهيا آهن.

نينسي ۾ پنهنجي باغ جي هڪ ڪنڊ ۾ واقع ٻن ڪمرن ۾ ڊاڪٽر ليبال پنهنجي ڪلينڪ هلائيندو هو. اتي آسپاس جا غريب غربا هجوم جي صورت ۾ موجود هوندا هئا. انهن جي ان هجوم جو سبب اهو هو ته اهي سڀ دماغي بيمارين ۾ مبتلا هئا. بلڪ ڊاڪٽر ليبال عام بيمارين جو به ڊاڪٽر هو. ليبال هڪ محنتي ۽ ڳوناٺو ڊاڪٽر هو. 1864ع کان هو نينسي ۾ رهائش پذير هو. هن ريسرچ ۽ علاج لاءِ تنويمي ننڊ کي استعمال ۾ آڻڻ شروع ڪيو هو. غريب ماڻهو هن سان ٻي حد محبت ڪندا هئا ۽ هو انهن جي نفسيات کان آگاهه هوندي چڱي ريت ڄاڻندو هو ته انهن کان ڪيئن ڪم وٺي سگهجي ٿو ۽ ڪهڙي طرح پنهنجو پاڻ سان تعاون ڪرڻ تي آماده ڪري سگهجي ٿو. هو ڪين چوندو هو ته جيڪڏهن توهان چاهيو ٿا ته مان توهان جو علاج دوائن ذريعي ڪيان ته پوءِ توهان کي في ڏيڻي پوندي پر جيڪڏهن توهان چاهيو ته هيپناٽزم جي ذريعي علاج ڪريان ته ان لاءِ مان ڪابه في نه وٺندس. اهڙي طرح هن جو ڪم ۽ تجربا جاري رهندا هئا.

برناهم 1882ع ۾ ليبال سان اچي مليو هو. هن ڏٺو ته ڪهڙي طرح ليبال شياٽيڪا جي هڪ اهڙي ڪيس جو علاج ڪيو هو. جنهن جو علاج ڪرڻ کان هو

خود پڻ قاصر هو. ليبال جي قابليت ۽ علاج جي طريقن کان متاثر ٿي هو سندس دوست بڻجي ويو ۽ هن جي طريقن کي پنهنجي اسپتال جي مريضن تي استعمال ڪرڻ لڳو. هو شارڪو جي برعڪس هڪ انصاف پسند مبصر ۽ مستعد ڊاڪٽر هو. نينسي ۾ پنهنجي چار سالا قيام ۾ هن ۽ هن جي مددگارن هيپناٽزم جي تقريبن پنج هزار ڪيسن جا تجرباتي اصول جمع ڪيا. ڪجهه سال پوءِ هن پنج هزار وڌيڪ ڪيسن جا تجرباتي اصول جمع ڪيا. ايترو گهڻو ڪلينڪل مواد شارڪو وٽ به نه هو. اتي پهچي برناهم شارڪو سان اهم نڪتن تي ڳالهائڻ جو فيصلو ڪيو.

اهڙي طرح برناهم ليبال کان حاصل ڪيل هڪ نڪتي کان سفر جو آغاز ڪندي ذهني ڦلجان ۽ ٻين ذهني مرضن کان علاوه سائيڪو نيوراسس کي وڌيڪ وسيع ڪيو. اهو هن جو ابهام جي مطالعي تي اصرار ٿي هو. جنهن انساني رويي جي گهرائي ۾ پهچڻ جي پهرين تاريخي طبي ڪوشش کي ڪامياب بڻايو. انساني رويي ۽ ان جي محرڪن کي سمجهڻ جي اها پهرين ڪوشش هئي. جنهن جو بنياد فلسفيانه مفروضن بجاءِ ڪلينڪل ۽ تجرباتي مشاهدن تي هو.

فرائيڊ جيتوڻيڪ نينسي ۾ ڪجهه هفتا رهيو پر پوءِ به هو انهن ذهني مونجهارن ۽ مسئلن جي ورن وڪڙن مان نڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو، جن ۾ شارڪو هن کي وڌو هو. هن کي پهريون دفعو ان شعبي جي سائنسي شهادت ملي هئي. يعني انساني ذهن ۾ ڪجهه اهڙا طاقتور محرڪ آهن،جن کان انساني شعور آگاهه نه هو. يعني اهي ذهني عمل شعور کان پوشيده هئا: نينسي کان واپسي تي هن فيصلو ڪيو ته ماضي کان مڪمل طور ناتو ٽوڙي هاڻ هو.آزادانه طور تي تحليل نفسي تي کوجنا ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو.

ويانا واپس پهچي هن پنهنجي پريڪٽس ٻيهر سنڀالي. هن پهريان ٽنويمي ننڊ ۾ ابهام ذريعي علاج ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، جيئن هن ليبال ۽ برناهم کي ڪاميابي سان ڪندي ڏٺو هو. هن جا علاج موثر ضرور ثابت ٿيندا هئا پر انهن جا اثر ديرپا ثابت نه پئي ٿيا. اهو طريقو استعمال ڪندي هن تي انڪشاف ٿيو ته ان علاج جي طريقي جي ڪاميابي صرف ان صورت ۾ ممڪن آهي جڏهن مريضن ۽ ڊاڪٽر وچ ۾ ذاتي همدردانه جذبا موجود هجن. ابهام جي تاثير جي باري ۾ هن جي ذهن ۾ شڪ پيدا ٿيڻ شروع ٿيا جنهن جي نتيجي ۾ هن کي ابهام جي ظلم کان نفرت ٿي وئي، نينسي ۾ اڪثر هن ڏٺو هو، جڏهن ڪو مريض پوري طرح ٽرانس ۾ نٿي آيو ته ان کي ڏاڍا دڙڪا ڏنا ٿي ويا. جنهن ڪري مريض جو ذهن علاج جي ان

فرائيڊ جڏهن فزيشن جي حيثيت سان پريڪٽس شروع ڪئي ته سواءِ مشڪلاتن ۽ مخالفتن جي ڪجهه حاصل نه ٿيو. هن جڏهن ويانا جي ميڊيڪل سوسائٽي جي قدامت پسند ميمبرن کي پنهنجا نوان طبي نظريا ۽ خيال ٻڌائڻ شروع ڪيا ته انهن هن جي شديد مخالفت ڪئي. هن شارڪو جي تجربي گاهه ۾ جيڪي نتيجا حاصل ڪيا هئا، انهن جي رپورٽ پڻ سوسائٽي اڳيان پيش ڪئي. ان رپورٽ ۾ هن انهن مردن جو ذڪر به ڪيو هو جيڪي هسٽريا ۾ مبتلا هئا. ان رپورٽ پڙهڻ کان پوءِ هڪ سرجن چيو هو ته جناب! اوهان اهڙيون بي وقوفاڻا ڳالهيون آخر ڪهڙي مقصد لاءِ ڪري رهيا آهيو. هسٽريا جو مطلب آهي زحم. جيڪو صرف عورتن جي جسم ۾ هوندو آهي ان ڪري هسٽريا صرف عورتن جو مرض آهي، مردن سان ان جو ڪهڙو تعلق؟

نتيجي ۾ فرائيڊ اهڙي شخص کي تلاش ڪيو جيڪو هسٽريا ۾ مبتلا هو ۽ سوسائٽي اڳيان پيش ڪيائين. ان تي سڀئي ميمبرن ڪٺي ماٺ ڪئي، ڪافي چٽن ساراهيو پڻ. پر ان معاملي ۾ خاص دلچسپي نه ورتائون. ويانا جي چوٽيءَ جي ڊاڪٽرن به هن جي ڪوجنا ۽ نون طبي نظرين کي خاص اهميت نه ڏيندي نظرانداز ڪري ڇڏيو بلڪل ائين جيئن يونيورسٽي جي ڏينهن ۾ يهودي هجڻ ڪري ڪيس ڌڪاريو ويندو هو.

ان وقت ميزٽ فرائيڊ کي پنهنجي ليبارٽري مان ڪڍي ڇڏيو ياد رهي ته ميزٽ انسٽيٽيوٽ آف سيريل اناٽامي ۾ هن جو سرپرست رهيو هو. جنهن نظريو پيش ڪيو هو ته هيپناسس عقل جي هڪ سطحي پيداوار کانسواءِ ڪجهه به ناهي. فرائيڊ سان ڪيل ناانصافي جو نتيجو به ميزٽ کي جلد مليو. The interpretation of dreams ۾ فرائيڊ لکيو، عظيم ميزٽ جنهن لاءِ منهنجي دل ۾ ڏاڍي عزت ۽

احترام موجود هو ۽ جنهن جي نقشِ قدم تي مان چاهه سان هلندو رهيس. ان مون کي طبي ميدان ۾ نون نظرين ۽ خيالن پيش ڪرڻ جي جرم ۾ پنهنجي تجربي گاهه مان ڪڍي ڇڏيو مون کي يقين هو ته دير سوير هن کي پنهنجي جلد بازي جو احساس ٿيندو ۽ مونسان ڪيل ناانصافي تي افسوس ۽ ندامت ٿيندي. نيٺ ٿيو به ائين. هن کي پنهنجو پاڻ کي ڪلورو فارم سان مدهوش ڪرڻ جي عادت هئي، آهستي آهستي هن جي دماغ تي ان جا خراب اثر مرتب ٿيڻ شروع ٿيا. نيٺ هن کي علاج خاطر دماغي اسپتال ۾ داخل ڪيو ويو. هن جي موت کان ڪجهه وقت اڳ مان ڇڏهن هن سان ملڻ ويس ته هن چيو "تون پاڻ ڏسين پيو ته مان مردانا هسٽريا جو مثال ٿيو تنهنجي اڳيان پيو آهيان" يعني نيٺ ڪيس اهو سمجهه ۾ اچي ويو هوس ته منهنجا نظريا صحيح هئا.

ميزٽ وٽان نڪرڻ کان پوءِ فرائيڊ لاءِ اهڙي ڪا به جاءِ نه هئي جتي هو ليڪچر ڏئي سگهي. ان طرح جڻ هو اڪيڊمڪ لائن مان ئي ڪڍيو ويو هو ۽ ميڊيڪل سوسائٽين جا دروازا هن لاءِ بند ڪيا ويا هئا.

پريڪٽس جي حوالي سان هن وٽ هپناٽزم ۽ اليڪٽرو ٿراپي نالي وارا به هٿيار موجود هئا. پر ڊاڪٽري جي پريڪٽس مان هن کي جيڪا آمدني ٿيندي هئي اها هن جي ضرورتن لاءِ ڪافي نه هئي. اليڪٽروٿراپي تي ايرب جو لکيل نصابي ڪتاب سندس نظر ۾ محض تخيل جي پيداوار هو ۽ جرمن نيورو پيٿالوجي جي باري ۾ جيڪو ڪجهه لکيو ويو هو اهو سڀ فضول ۽ بيڪار مواد هو. جن جو حقيقتن سان ڪوبه تعلق ڪونه هو. اهي ڪتاب محض مصري خوابن جا ڪتاب هئا. هيپناٽزم کي ويانا جي طبي حالتن ۾ فراڊ ۽ خطرناڪ شيءِ سمجهيو ويندو هو. شارڪو جي حمايت باوجود هيپناٽسٽ انتهائي نفرت ۽ حقارت سان ڏٺا ويندا هئا. فرائيڊ به هيپناٽزم جو پرچاري هجڻ سبب ان نفرت کان آجو نه هو. بهرحال پوءِ به هن پنهنجي پريڪٽس جي ابتدائي پنجن سالن تائين هيپناٽزم کي پنهنجي علاج جي طريقي طور استعمال ڪندو رهيو. سندس خيال ۾ اهو طريقو افاديت وارو هو. هن لاءِ رستو اهو هو ته نامياتي اعصابي بيمارين جي علاج لاءِ هن کي عام طريقن کي ڇڏي هيپناٽزم کي استعمال ۾ آڻڻ گهرجي. تنهنڪري هن هيپناٽزم جي طريقن کي استعمال ڪندي اعصابي بيمارين جي علاج جو فيصلو ڪيو. اهڙي طرح ڪيس مالي فائدو حاصل ٿيڻ جو امڪان به هو. خاندان جي فردن ۾ اضافي سبب هن کي وڌيڪ آمدني پيدا ڪرڻ جي فڪر پڻ رهڻ لڳي هئي. ان کان علاوه حقيقي دماغي مريضن جي بجاءِ اهڙن مريضن جو تعداد وڌيڪ هو جيڪي معمولي ذهني پريشانين ۽

طريقي سان شديد ردِعمل ظاهر ڪرڻ لڳندو هو. فرائيڊ کي اهو مريض سان شديد ظلم ۽ ناانصافي لڳندي هئي.

پرناهم جي اثر هن کي مريضن جي بيمارين جي علامتن جي اصليت معلوم ڪرڻ تي غور ڪرڻ لاءِ مجبور ڪيو. هن اهو سوچڻ شروع ڪيو ته جيستائين مريضن جي بيمارين جي سببن جي خبر نه هوندي، هر قسم جي علاج جو نتيجو ناڪامي جي صورت ۾ نڪرندو. هن جي ذهن ۾ ابتدائي ڪيسن جي ياد تازي ٿي جيڪي هن ڊاڪٽر جوزف بروئر، هڪ مشهور ويانا جي ڊاڪٽر سان ملي حل ڪيا هئا. هن کي ياد آيو ته هڪ دفعو هو بروئر سان چهل قدمي لاءِ نڪتو هو ته هڪ ماڻهو هن (بروئر) وٽ آيو. بروئر تنهائي ۾ ڪجهه دير هن سان ڳالهيون ڪيون پوءِ جڏهن اهو ماڻهو هليو ويو ته بروئر فرائيڊ کي ٻڌايو ته اهو شخص هن جي هڪ مريض جو مڙس هو. اها مريض جڏهن ڪنهن محفل ۾ هوندي هئي ته هن جو رويو سڀ کان الڳ ۽ نمايان ڏسڻ ۾ ايندو هو. نيٺ هن کي هڪ ذهني مريض جي حيثيت سان بروئر سان رجوع ڪرڻو پيو. اُهي سڀ محراب جا راز آهن. فرائيڊ جي چوڻ تي هن ٻڌايو محراب مان منهنجو مطلب آهي ته بستر.

اهڙي طرح هڪ عجيب واقعو شارڪو جي اسپتال ۾ پڻ پيش آيو. شارڪو پنهنجي هڪ ساٿي کي ڪنهن ڪيس جي باري ۾ ٻڌائي رهيو هو. فرائيڊ پڻ اتي موجود هو. اهو ڪيس هڪ نوجوان شادي شده جوڙي جو هو. زال انتهائي نروس هئي ۽ مڙس يا ته نامرد هو يا مجهول. شارڪو گهبرايل زال جي ذهني ڪيفيت جو بيان پنهنجي ساٿي سان ڪيو. جنهن تي هن جي ساٿي کي انتهائي حيرت ٿي ته اهڙيون حالتون به ذهني بيمارين جو سبب بنجن ٿيون. شارڪو وضاحت ڪئي ته اڪثر ذهني ڪيسن ۾ جنس محرڪ آهي. هسٽريا، چريائپ ۽ اعصابي ٽوڙ ڦوڙ سڀني جو محرڪ جنس آهي.

فرائيڊ کي پنهنجي استاد جي ان ڳالهه تي سخت حيرت ٿي. هڪ ٻيو واقعو جيڪو فرائيڊ کي ياد آيو هو اُهو اهو ته شارڪو جي اسپتال ۾ ڪم ڪندي هڪ دفعي ڊاڪٽر ڪروبڪ ڪيس گهرايو. هو مشهور گائناڪولاجسٽ هو. هو پنهنجي هڪ مريض مان تنگ اچي ٿيو هو ۽ چاهيائين ٿي ته فرائيڊ اچي هن جي علاج جي ڊيوٽي سنڀالي. ان مريض کي پريشاني ۽ گهبراهٽ جا شديد دورا پوندا هئا. ان جي حالت ان وقت تائين ٺيڪ نه ٿيندي هئي جيستائين ڪيس مڙس جي خيريت ۽ مصروفيت نه ٻڌائبي هئي. ڪروبڪ فرائيڊ کي ٻڌايو ته هن عورت جي بيماري جو سبب اهو هو ته اها اڃان تائين ڪنواري هئي. يعني هن جو مڙس نامرد هو. ڪروبڪ

وڏيڪ ٻڌايو تہ اهڙن ڪيسن ۾ ڊاڪٽر "Pexis normalis dosim repotatur" تجويز ڪري سگهي ٿو.

فرائيڊ لاءِ اهو پهريون موقعو هو جو هن ان نسخي جي باري ۾ ٻڌايو هو. هو ان تي ڏاڍو حيران ٿيڻ سان گڏ بدحواس پڻ ٿيو. بهرحال پوءِ ڪيس خبر پئي تہ ڪافي دماغي بيمارين جي پاڙ جنسي هوندي آهي.

اهو دراصل جوزف بروئر ئي هو جنهن ان اصرار جي چاٻي فرائيڊ کي ڏني هئي. ڊاڪٽر بروئر فرائيڊ کان عمر ۾ چوڏنهن سال وڏو هو ۽ انتهائي ذهين ۽ قابل ڊاڪٽر هو. هن طب تي بي شمار ڪتاب لکيا هئا. هن کي سڄي يورپ ۾ ڪافي شهرت ۽ عزت حاصل هئي. عظيم بروڪ ۽ هن جا ساٿي ۽ وزير ڪبير هن کان علاج ڪرائڻ فخر جو باعث سمجهندا هئا.

فرائيڊ جي بروئر سان دوستي بروڪ جي تجربي گاهہ ۾ ٿي هئي ۽ جلد هنن جا تعلقات مضبوط ٿي ويا. بروئر فرائيڊ جي مشڪل وقت جو بهترين ساٿي ۽ همدرد دوست هو. سائنسي ڪمن ۾ ٻئي گڏ مصروف رهندا هئا. حققت اها هئي تہ بروئر سان دوستي فرائيڊ کي ڏاڍو فائدو ڏنو هو. پيرس وڃڻ کان اڳ فرائيڊ کي بروئر هڪ اهڙي هسٽريائي ڪيس جي باري ۾ ٻڌايو جنهن جو هو ڀن سالن کان علاج ڪري رهيو هو ۽ اهو علاج هن نئين طريقي سان ڪيو هو. ان علاج جي طريقي سان مرض جي گهراين ۾ وڃڻ ۽ هسٽريا جي علامتن جو مفهوم ڳولڻ ۾ ڏاڍي مدد ملي هئي. بروئر فرائيڊ کي علاج جي طريقي جو تفصيل بہ ٻڌايو. فرائيڊ کي ان مان اڳتي هلي نيوراسس ڪيسن کي سمجهڻ ۾ ڏاڍي مدد ملي. پيرس پهچي هن شارڪو کي بہ بروئر جي طريقي بابت ٻڌايو. پر ان وقت شارڪو پنهنجن ڪمن ۽ دريافتن ۾ مصروف هو ان ڪري هن خاص دلچسپي نہ ورتي.

فرائيڊ جڏهن پنهنجي مريضن جي رويي "Behavior" جا سبب سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي تہ هن کي بروئر کان پڻ مدد ونڻي پئي. بهرحال هن هڪ ڏهہ سالا پراڻي ڪيس کي وري تازو ڪيو. ان ڪيس ۾ مريضہ هڪ نوجوان ۽ خوش مزاج ڇوڪري هئي هن جو پيءُ بيمار هو ۽ پيءُ جي تيمارداري ڪندي ڪندي هوءَ مفلوج ٿي وئي هئي. ان جو علاج ڪندي بروئر جي ذهن ۾ سوال پيدا ٿيو تہ ڇوڪري جي ذهن (شعور) تي چانيل ڏنڊ ان صورت ۾ ختم ٿي سگهي ٿي، جيڪڏهن هوش و حواس جي وقت پنهنجون ذهني ڪيفيتون ۽ محسوسات لفظن ۾ بيان ڪري ڇڏي. ان مفروضي جي بنياد تي بروئر هڪ نئون علاج جو طريقو ڳولي لڌو. هن ڇوڪري تي تنويمي ننڊ طاري ڪري هن کان پريشاني ۽ ذهني ڪيفيت جي باري ۾ سوال

ڪرڻ شروع ڪيا. هن بار بار ان عمل ڪي ورجايو نتيجي ۾ ڇوڪري جي ذهني ڪيفيت مڪمل طور نارمل ٿي وئي ۽ هوءَ صحتمند ۽ تندرست ٿي وئي.

تنويمي حالت ۾ ڇوڪري اهڙيون ڳالهيون به ٻڌايون جيڪي عام حالت ۾ ٻڌائڻ پسند نه ڪري ها: تنويمي حالت ۾ بروئر کي ڪجهه اهڙا اشارا مليا، جن ۾ هيجان ڪارفرما هئا جن جو تجربو ڇوڪري کي پيءُ جي تيمارداري دوران ٿيو. پيءُ جي تيمارداري ڪندي هوءَ ڪجهه اهڙن جذبن ۽ ذهني لاهن چاڙهن مان گذرندي هئي ۽ ڪيس محسوس ٿيندو هو ته هوءَ جيڪو سوچي ٿي ان ۾ گناهه جو عنصر هو ۽ پوءِ هوءَ اهڙن خيالن کي دٻائي ڇڏيندي هئي. ان "دٻاءَ" جي نتيجي ۾ هو ذهني طور بيمار ٿي هئي. بروئر هن تي تنويمي حالت طاري ڪري هن جي بيماري جو سبب معلوم ڪيو هو ۽ اُن جو علاج پڻ ڪري ڇڏيو هو. ڇوڪري مڪمل صحتياب ٿي وئي ۽ سڄي عمر صحتمند رهي. بروئر جي ان تجربي فرائيڊ تي ظاهر ڪيو ته اِتي به "جنس" ڪارفرما هئي.

فرائيڊ هيپناٽڪ ابهام جي ذريعي علاج جي طريقي ۽ انهن جي نتيجن مان غير مطمئن هو. ان ڪري هن بروئر جي علاج جي طريقي کي اختيار ڪيو. ان دوران هن محسوس ڪيو ته هو بروئر جي طريقي کي ترقي ڏئي سگهي ٿو. ۽ اهو ڪجهه به ڪري سگهي ٿو جيڪو بروئر نه ڪيو. هو بروئر جي ريڪٽارنڪ ميٿڊ کي مريض تي تنويمي ننڊ طاري ڪرڻ ڪانسواءِ استعمال ۾ آڻي سگهي ٿو.

هيپناٽزم جي ذريعي علاج جو طريقو ترڪ ڪرڻ لاءِ هن ڪافي عرصي کان سوچيو پئي. ان طريقي سان هن کي شديد نفرت به ٿي وئي هئي. هڪ تنويمي ننڊ مان بيدار ٿيڻ تي هڪ مريضه هڪدم پنهنجون ٻانهون هن جي ڳچي ۾ وڌيون ساڳي لمحي هڪ نوڪر ڪمري ۾ هليو آيو جنهن تي فرائيڊ اهو ڪجهه معلوم ٿيڻ کان رهجي ويو. جيڪو اها مريضه زباني ٻڌائي ها. ان واقعي کان پوءِ هن هيپناٽزم جي طريقي کي ترڪ ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. ان کان علاوه به ڪجهه ڳالهيون هيون جن جي ڪري هن اهو علاج جو طريقو ڇڏيو. مثال طور جڏهن هو مريضن کي تنويمي حالت ۾ ننڊ ڏيارڻ لاءِ انهن کي سمهاري نرم آواز ۾ انهن کي بار بار حڪم ڏيندو هو ته "سمهي پئو" "تون سمهي پوندين" "توکي ننڊ پئي اچي سمهي پئه" ته مريض ان تي احتجاج ڪري وجهندا هئا ته ڊاڪٽر! مان هرگز سمهڻ نٿو چاهيان. مان هرگز نه سمهندس. مونکي ننڊ نه پئي اچي. اِڪثر مريض هن کي ائين تنگ ڪندا رهندا هئا. هاڻ هن جو طريقو بدليل هو. هاڻ هو مريض کي حڪم ڏيندو هو ته پٺي ڀر ليٽي پوي ۽ پنهنجون اکيون بند ڪري هيپناسس کان سواءِ. پهلا فرائيڊ پنهنجي

مريض کي ڪيئن ٿي مجبور ڪري سگھيو ته هو سندس سامهون پنهنجا اعصابي، مونجهارا يا بيماري ظاهر ڪري ڇڏي. بروئر ان خيال جو حامي هو ته صرف هيپناسس جي ذريعي ئي اهڙي معلومات حاصل ٿي سگھي ٿي. نينسي ۾ گذاريل وقت مان هن کي جيڪي تجربا ٿيا هئا. انهن مان پڻ هن کي لڳو هو ته هو صحيح رستي تي آهي.

هن ڏٺو هو ته برناهم ثابت ڪيو هو ته هيپناٽزم جي حالت ۾ جيڪو يادون تازيون ڪبيون آهن اهي بيداري جي حالت ۾ ڪنهن حد تائين گم ٿي وينديون آهن. هٺ جي دٻاءَ سان اهي گمشده يادون ٻيهر ذهن تي تري اينديون آهن. هڪ دفعو برناهم هن اڳيان هڪ تجربو ڪيو. هن هڪ عورت تي تنويم جو عمل ڪندي ان تي ظاهر ڪيو ته پاڻ هرگز ڪمري ۾ موجود ناهي ان ڪان پوءِ هن عورت کي هڪ چماٽ هٺي پنهنجي موجودگي جو احساس ڏياريو هو. پر جڏهن اها عورت بيداري جي حالت ۾ موٽي ته هن ٻڌايو ته هوءَ اهو محسوس ڪندي رهي ته ڊاڪٽر ڪمري ۾ موجود نه هو، چماٽ به اهو احساس نه ڏنو هو. هن کي احساس ئي نه هو ته هن کو چماٽ به ڪاڏي آهي. ان عورت جي ياداشت کي پوري طرح تازو ڪرڻ لاءِ برناهم هن جي مٿي تي هٿ رکيو، پر پوءِ عورت پنهنجي سابقه بيان تي ئي قائم رهي.

اهو تجربو فرائيڊ لاءِ هڪ ماڊل بنجي پيو. هن کي اهو معلوم ڪرڻ جي ڪوشش هئي ته ڇا واقعي مريض تنويم جي عمل دوران پاڻ سان ٿيل ڳالهيون ياد نٿي رکي سگھيا يا انهن جو ذهن انهن ڳالهين کي هميشه لاءِ گم ڪري ڇڏيندو هو. هن ابتدائي تجربا، علاج انهن سوالن سان گڏ ڪرڻ شروع ڪيا.

”تو ۾ مرض جون علامتون ڪڏهن کان موجود آهن؟“ يا ”اهي علامتون ڪٿان پيدا ٿيون؟“ انهن جو جواب هن کي هيئن ملندو هو: مان انَ باري ۾ ڪجهه نٿو ڄاڻان. ان تي هو پنهنجو هٿ مريض يا مريضه جي مٿي تي رکني ڇڏيندو هو. يا پنهنجي ٻنهي هٿن ۾ هن جو مٿو جهليندو هو ۽ چوندو هو، منهنجي هٿ جي دٻاءَ سان تُوکي وسريل واقعا ياد اچي ويندا. جڏهن مان دٻاءُ گھٽ ڪندس ته تون پنهنجي اڳيان ڪا شيءِ ڏسندين يا تنهنجي حافظي مان ڪا شيءِ گذرندي ته تون ان کي نوٽ ڪري ڇڏجانءِ اهائي اُها شيءُ آهي جنهن کي پاڻ تلاش پيا ڪريون. هاڻي ٻڌاءِ ته تو ڇا ڏٺو آهي؟ يا تنهنجي ذهن ۾ ڪهڙي ڳالهه آئي آهي.

جڏهن هن پهريون ڀيرو اهو عمل ڪيو هو ته هن کي اهو ڏسي ڏاڍي خوشي ٿي هئي ته ان جا نتيجا مثبت ٿي نڪتا. آهستي آهستي هن جي همت وڌندي وئي، جڏهن به ڪو مريض هن کي چوندو هو ته مان ڪجهه به نٿو ڏسان يا منهنجي ذهن ۾

ڪابہ ڳالھہ نہ آئي آھي تہ ھو انھن کي پڌائيندو ھو تہ ائين ٿيڻ ناممڪن آھي ان ڳالھہ تي ھرگز يقين نٿو ڪري سگھجي. اڪثر مريض پراڻين يادگيرين کي ذھن ۾ تازو ڪرڻ لاءِ آماده نہ ٿيندا ھئا ڇاڪاڻ تہ اھي انُ عمل کي اجايو ۽ شرمناڪ سمجھندا ھئا پر فرائيڊ جي سمجھاڻ تي ھو راضي ٿي ويندا ھئا اھڙي طرح فرائيڊ کي پنھنجي ڪم جو مواد تلاش ڪرڻ ۾ وڏي آساني ٿيندي ھئي.

بروئر جي ان اوريجنل ڪيٿارٽڪ ميٿڊ مان فرائيڊ ڪيترن ئي مريضن جو علاج ڪيو ۽ ڪين صحتياب ڪيو. 1892ع ۾ ھڪ نوجوان انگريز گورنس مس لوسي آر ھن وٽ اھا شڪايت ڪٺي آئي تہ ھن جي سنگھڻ جي حس ۾ شديد خلل پيدا ٿي پيو آھي ۽ سواءِ سڙيل پيسٽري ۽ سگار جي دونھين جي ڪنھن بہ شيءِ جي بوءِ محسوس نٿي ٿئي. فرائيڊ انُ تي پنھنجي مخصوص علاج واري طريقي جو تجربو ڪيو تہ ڪيس معلوم ٿيو گورنس حقيقت ۾ پنھنجي ساٿي جي محبت ۾ مبتلا ھئي. محبت جي جذبن کي جبري طور دٻائي رکڻ سبب ھن جي ذھني ڪيفيت نارمل نہ رھي ھئي جنھن جو نفسياتي اثر ھن جي سنگھڻ جي حس تي پيو ھو. خرابيءَ جو سبب معلوم ڪرڻ بعد فرائيڊ ھن جو نفسياتي علاج ڪيو ۽ گورنس صحتمند ۽ نارمل ٿي وئي.

ساڳئي سال ھن کي ھڪ ٻي نوجوان دوشيزه مس الزبيٿ جي علاج ڪرڻ جو اتفاق ٿيو. جنھن جي ٽنگن ۾ پنھنجي خاندان ۾ ھڪ پٺيءَ مٿان ٻيڻ وارن موتن سبب شديد اثر ٿيو ھو. ان ڪري ھاڻ ھو گھمي ڦري بہ نٿي سگھي. فرائيڊ جڏھن پنھنجي مخصوص علاج جي طريقي سان ھن جي معذوري جا سبب ڳولي لڌا تہ ڪيس خبر پئي تہ الزبيٿ خفيہ طور پنھنجي پيڻ جي محبت ۾ گرفتار ھئي.

مطلب تہ ھن جيترا بہ نفسياتي ڪيس حل ڪيا انھن سڀني جي پٺيان جنس ڪارفرما ھئي. پنھنجي انِ کوجنا جي نتيجن تي فرائيڊ کي ڏاڍي حيراني ۽ شرمندگي محسوس ٿيندي ھئي. ھن بروئر سان گڏجي جيڪو ڪتاب شايع ڪرايو ان ۾ لکي ٿو، مان ھميشہ کان سائيڪو ٿراپسٽ ھوس، بلڪ ٻين نيورو پيٿالاجسٽن جيان مان بہ تشخيص ۽ برقي علاج جي تعليم حاصل ڪري چڪو ھوس. انھيءَ انڪشاف مون کي ڏاڍو حيران ڪيو تہ اھڙيون بيماريون جن جي تاريخ مان ناولن جيان پڙھندو آھيان انھن ۾ عجيب سائنسي رمزون ھونديون آھن. تشخيص جو نڪتو ۽ برقي رد عمل ئي ھسٽريا جي مطالعي لاءِ اھم ناھن. پر ان لاءِ نفسياتي محرڪن جو مطالعو لازمي آھي ۽ انھن جي سببن جي گھرائي تائين پھچڻ ئي ھن

جي مڪمل ۽ ڪل علاج ڪي آسان بنائي ٿو. اڄ تائين ڊاڪٽر هسٽريا جي علاج تي توجهه ڏاڍي ڏني آهي پر ان جي سببن جي ڪوجنا لاءِ ڪوششون نہ ورتيون آهن.

فرائيڊ جي اصرار باوجود بروئر ڪي پنهنجي ڪوجنا جي اشاعت سان ڪابہ دلچسپي ڪانہ هئي. ڪيٿارٽڪ ميٿڊ جيِ پهرين تجربي ڪان پوءِ هن ڇڻ وساري ڇڏيو هو. ان ڪان علاوه هن ڪي اعصابي خلل وغيره جي علاج ۾ بہ ڪا دلچسپي ڪانہ هئي. بروئر پهريان ان ڳالهہ جي شديد مخالفت ڪئي هئي تہ فرائيڊ سان گڏجي ڪتاب شايع ڪرائيندو. پر اڳتي هلي ان اها ڳالهہ مڃي، سبب اهو هو تہ فرانس ۾ جينٽ جو ڪم ڪجهہ نتيجہ خيز ثابت ٿيو هو. 1893ع ۾ فرائيڊ ۽ بروئر جي گڏيل تخليق On the Psychical Mechanism of Hysterical Phenomena شايع ٿي. ان ڪتاب جي ذريعي طبي دنيا هڪ نئين ٿراپي سان روشناس ٿي: ان سائنسي زماني ۾ طبي دنيا جينٽ جي مقالي ۾ ڏنل نظرين جي حامي هئي. ان ۾ ڏنل هو تہ هسٽريا جا سبب مورثي آهن. هسٽريا جي مريض کي اها بيماري خانداني ورثي مان ملندي آهي. پر فرائيڊ ۽ بروئر جي ڪتاب ۾ ان نظريي جي سخت مخالفت هئي ۽ زور ڏنل هو تہ هسٽريا جو تعلق دماغ سان آهي، هسٽريا جا مريض يادن جا ستايل هوندا آهن جيڪي انتهائي ڪربناڪ ۽ تڪليف ڏيندڙ هونديون آهن. ان ڪري ذهن تي شديد قسم جا منفي اثر مرتب ٿيندا آهن. اهڙي طرح مريض دماغي طور چريائپ جو شڪار ٿي ويندا آهن. ان ڪتاب جي شايع ٿڻ ڪان بہ سال پوءِ فرائيڊ ۽ بروئر جو ٻيو ڪتاب "Stuedin Udev: hyteria" شايع ٿيو. اصل ۾ اهو پهرين ڪتاب جو اضافي ايڊيشن هو. ميڊيڪل سائيڪالاجي جي دنيا ۾ اهو هڪ انوکو ۽ منفرد واقعو هو. فرائيڊ ٽن سالن جي پريڪٽس ۾ دماغي بيمارين جي شناخت، انهن جا سبب ۽ علاج جي باري ۾ جيڪو ڪجهہ دريافت ڪيو هو ۽ جيڪي بہ تجربا ڪيا هئا اهي سڀ ان ڪتاب ۾ ڏنل هئا. هن هڪ لاشعوري ذهن جي دريافت ڪئي هئي ۽ سائيڪلو انالاسس يا تحليل نفسي جو نظريو دنيا اڳيان پيش ڪيو هو.

"Studien" جي خاصيت اها هئي تہ ان ۾ جنس جو ذڪر تمام گهٽ ڪيل هو. ان ڪتاب جي شايع ٿيڻ ڪان پوءِ فرائيڊ جو اهو عقيدو پختو ٿي ويو هو تہ هن وٽ جيترا بہ نفسياتي ڪيس آيا هئا انهن سڀني ۾ جنس ڪارفرما هئي. دراصل جنس ئي سڀني نفسياتي مونجهارن جو بنياد هئي. اهو ئي تحليل نفسي جي پليٽ فارم جو بنياد هو. ٻئي طرف مسئلو اهو هو تہ ماڻهو جنس جي نالي ڪان ئي ڇرڪندا هئا انهن جي نظر ۾ ڇڻ اهو جنت جو منع ٿيل ميوو هو. جوزف بروئر بہ ان

نظريي کان لنوايو تي. ٻنهي جي تعاون جي ابتدائي اسٽيج تي نظرياتي اختلاف موجود هئا، پر انهن اختلافن ۾ ذاتي دشمني شامل نه هئي. اڳتي هلي اهي اختلاف تڏهن وڌي ويا جڏهن فرائيڊ بروئر اڳيان نظريه جنس پيش ڪيو. بروئر سختي سان مخالفت ڪئي ۽ ان نظريي کي مڪمل طور مسترد ڪري ڇڏيو. نتيجي طور ٻنهي ۾ تعاون ۽ دوستي وارو ماحول خراب ٿي ويو. اهڙي طرح بروئر جو نالو به فرائيڊ جي دشمنن بروڪ ۽ ميزٽ سان گڏ شمار ٿيو.

فرائيڊ کي بروئر جي مخالفت سبب انتهائي ڏک پهتو. پر 1925ع ۾ جڏهن هن پنهنجي آتم ڪٿا لکي ته ان وقت فرائيڊ جي خيالن ۾ نرمي پيدا ٿي. هن پنهنجي سوانح حيات ۾ بروئر سان دوستي ڪان وٺي ڪٽر مخالف بڻجڻ تائين سمورو احوال لکيو. هن اعتراف به ڪيو ته بروئر سان گڏ رهي هن گهڻو ڪجهه سکيو هو. پر حقيقت ۾ تحقيق جي ميدان ۾ فرائيڊ بروئر کان متاثر هو. جڏهن ته بروئر کي ان پاسي گهٽ دلچسپي هئي. اهوئي سبب هو جڏهن هن نفسياتي ڪيسن ۾ جنسي محرڪ دريافت ڪيا ته بروئر بنا تحقيق ۽ بنا تصديق جي مخالفت ڪئي.

اهڙي طرح تحليل نفسي جي پيدائش ۽ ننڍپڻ به اهڙين حالتن مان گذريو، جن مان ان جو مصنف گذريو هو. پنهنجي ڪم لاءِ فرائيڊ جيڪو معاون چونڊيو اهو ڪائنس وڏو ۽ ذهين هو. بلڪل ائين جيئن هن جي ٻالڪپڻ جو ساٿي جان عمر ۽ طاقت ۾ هن کان وڌيڪ هو. ان معاون جي مدد مان فرائيڊ جڻ ننڍپڻ جي زماني کي ورجائي رهيو هو. فرائيڊ جان کي شخصي طور هڪ اسڪرين جيان پيش ڪرڻ جو خواهشمند هو پر جان جي پٺيان هن جي پيءُ جي شخصيت به اڀري ايندي هئي جيڪو فرائيڊ لاءِ هميشه هڪ ولن جو رول ڪندو آيو هو. هن جو پيءُ هن جي سيني دوستن جيڪي پوءِ هن جا دشمن ٿي ٻيٺا پروٽوٽائيپ هو. بروڪ، ميزٽ ۽ بروئر هن جي پيءُ جيان حاڪمانه شخصيت رکڻ وارا ماڻهو هئا. جن فرائيڊ جي مجبوري ۾ هن جي مدد ڪئي هئي. جيڪب هڪ قابل شخص هجڻ سان گڏ هڪ ٻي حد سخت ۽ سرد مزاج حاڪمانه طبيعت رکڻ وارو ماڻهو هو. هن جيئن فرائيڊ کي پنهنجي بيڊ روم مان نڪري وڃڻ جو حڪم ڏنو هو ۽ جنهن لهجي ۾ هن جي مستقبل ۾ هڪ ناڪاره ۽ ڪنهن نه ڪم جو ماڻهو چيو هو. ان جو پڙاڏو سڄي عمر فرائيڊ جي ذهن ۾ رهيو.

هن جا ٽئي سرپرست بروڪ، ميزٽ ۽ بروئر پهريان هن جا دوست هئا ۽ هن جي عزت ڪندا هئا. ان کان پوءِ انهن هن جي مخالفت ۽ پوءِ دشمني ڪئي ۽ هن سان تعلقات ختم ڪيائون. فرائيڊ کي پنهنجي پيءُ سان جيڪا نفرت ۽ عداوت هئي

اها انهن ٺنهي شخصن ڏانهن منتقل ٿي وئي هئي. پنهنجي پيءُ جي موت کان پوءِ هن پنهنجي پيءُ سان نفرت کي انتهائي محتاط لفظن ۾ بيان ڪيو هو. پيءُ جي تمام گهڻن ڏهمانن هن جي دل ۾ پيءُ لاءِ نفرت پيدا ڪري ڇڏي ۽ هو پيءُ جي ڪمزورين ۽ خامين جي تاڙ ۾ رهڻ لڳندو هو. پر پيءُ جي موت کان پوءِ هو پيءُ جي باري ۾ پنهنجي راءِ سچائي سان نٿي بيان ڪري سگهيو. فرائيڊ ڪي پيءُ تي تنقيد ڪندي هميشہ ڏکيائي محسوس ٿيندي هئي.

پنهنجي پيءُ جي موت کان پوءِ هن هڪ خواب ڏٺو هو جنهن ۾ ميزٽ نظر آيو هو. اهو خواب ان وقت نظر آيو جڏهن کيس خبر هئي تہ هن جي هڪ پراڻي ساٿي کي تجليل نفسي جي ڪم جي باري ۾ معلوم ٿيو هو ۽ هن فرائيڊ جي مذمت ڪئي هئي. اهو پراڻو ساٿي بروئر هو. لڳي ٿو تہ پنهنجي پيءُ جي حوالي سان هن ميزٽ کي اسڪرين ڪندي هن جي ذهن ۾ ان وقت خواهش پوشيده هئي تہ هن جو پيءُ غريب ماڻهو هجڻ بجاءِ يونيورسٽي جو ڪو پروفيسر هجي ها.

فرائيڊ پهريون شخص هو جنهن اهو نظريو پيش ڪيو تہ خواب انسانن جي اڻ پورين خواهشن جي تڪميل ڪندا آهن. هن پاڻ خواب ۾ غريب پيءُ کي پروفيسر جي روپ ۾ ڏٺو هو. هن کي پنهنجي پيءُ جي سماجي بدحالي کان نفرت هئي پر عام يهودي خاندان جيان هن جي خاندان ۾ بہ پيءُ جي عزت ۽ احترام جي خاص تعليم ڏني ويندي هئي. تنهنڪري پنهنجي پيءُ سان نفرت جا جذبا جيڪي دل ۾ هئا ڪڏهن بہ زبان يا رويي مان ظاهر نہ ٿيا. جڏهن بروڪ، ميزٽ ۽ بروئر هن جي پيءُ جي جاءِ ورتي تہ سندس دل ۾ اهو خوف موجود هو تہ هينئر هو ڏاڍا مهربان آهن ۽ ساڻس محبت ۽ نرمي سان پيش اچن ٿا پر ٿوري وقت ۾ هن جي خلاف بہ ٿي سگهن ٿا ۽ دشمن بنجي سگهن ٿا. مطلب تہ هن کي هميشہ انهن جي رويي بدلجي وڃڻ جي توقع هئي جيڪا نيٺ پوري پئي ٿي. هاڻ هن کي ڪنهن جي سرپرستي هيٺ اچڻ جي خيال کان ئي نفرت ٿي وئي هئي ۽ هن هڪ بااختيار ۽ بااقتدار شخص بنجڻ جو فيصلو ڪيو.

سمجهہ ۾ نٿو اچي تہ جيڪو شخص بين ماڻهن جي زندگين جي گهراين ۾ جهاتيون پائيندو هو ۽ انهن جي ذهنن جي اسرارن ۽ ڏکن کي پروڙيندو هو، ان پنهنجي سرپرستن جي اوچتو بدلجي وڃڻ کي پنهنجي قسمت جو نالو ڇو ڏنو. بهرحال هو پنهنجي مستقبل جو رستو اختيار ڪري چڪو هو ۽ ڏاڍا عجيب ۽ دلچسپ تجربا بہ حاصل ڪري چڪو هو جن جي روشني ۾ هن لاءِ اڳتي وڌندو رهڻ هاڻ مشڪل ڪم نہ هو.

هاڻي فرائيڊ پنهنجي تحقيق کي اڳتي وڌائڻ لاءِ آزاد هو. هو پاڻ پنهنجن لفظن مطابق بروئر جي ورثي جو سول ائڊمنسٽريٽر بنجي ويو. ان ورثي ۾ جيڪا هن پهرين تبديلي ڪئي اها اِها هئي ته هن طريقه علاج ۾ تبديلي ڪئي.

فرائيڊ هيپناسس ۽ ابهام کي ترڪ ڪري چڪو هو ۽ هاڻي هو مريض جي نرڙ تي هٿ رکندي انهن کي پنهنجي بيماري جا سبب ٻڌائڻ جي هدايت ڏيڻ لڳو هو. هن جلد محسوس ڪيو ته انهن کي پنهنجي بيماري جا سبب ٻڌائڻ تي مجبور ڪرڻ هڪ غير ضروري ۽ بيڪار فعل آهي. هاڻ هو اِها هدايت ڏيڻ لڳو هو ته اهي پنهنجي ذهن ۾ ويٺل هر ڳالهه ٻڌائيندا وڃن توڙي جو ڪا ڳالهه غير ضروري هجي ۽ ڪا معمولي ڳالهه به نه لڪائين. ان طريقي کي فرائيڊ فري ايسوسيئيشن چوندو هو.

اهو آزادنه تعلق حقيقت ۾ آزاد صورت ۾ نه هو جو ته فرائيڊ محسوس ڪيو ته ان طريقي سان هو مريضن جي مونجهاري ۽ بيماري جي پاڙ تائين جلدي ۾ نه پهچي سگهندو فرائيڊ کي پنهنجي بيمارين ۽ مونجهارن جي باري ۾ ٻڌائيندي اهي اڪثر ڪري سبب هيٺ مٿي ڪري ٻڌائيندا هئا، ۽ ڪافي ڳالهيون لڪائي ويندا هئا. انهن جي بيمارين ۽ مونجهارن کي فري ايسوسيئيشن جي ذريعي ڳولي ڪڍڻ هڪ ڏکيو ڪم هو. هڪ لحاظ کان مرض جي پاڙ تائين پهچڻ جا جيڪي طريقا برناهم، بروئر ۽ خود فرائيڊ پهريان استعمال ڪيا هئا، اهي فري ايسوسيئيشن کان وڌيڪ آسان نظر آيا ۽ اثرائتا پڻ، پر اِهي ئي اُهي طريقا هئا جن سان بعد ۾ فرائيڊ نفرت ڪرڻ لڳو هو.

فري ايسوسيئيشن جي ذريعي فرائيڊ لاءِ انساني فطرت جي اندر ڏسڻ ممڪن ٿي ويو هو. ابهام ۽ هيپناٽزم جي ذريعي جيتوڻيڪ مريضن کان سوالن دوران هسٽريا جا سبب، علامتون، وغيره معلوم ڪرڻ ۾ ناڪامي ٿي هئي پر ان نئين ٽيڪنڪ اهڙن سوالن جي جوابن کي بلڪل ممڪن بنائي ڇڏيو هو.

آخر ائين چو ٿيندو هو ته مريض پنهنجي بيماري جا سبب ٺيڪ طرح ياد نه رکي سگهندا هئا ۽ ڪافي حد تائين وساري چڪا هوندا هئا. انتهائي ڪوشش ۽ عرق ريزي سان ان معاملي جو جائزو وٺڻ بعد فرائيڊ ان نتيجي تي پهتو ته هر اها شيءِ جيڪا وساري ويندي آهي ڪنهن نه ڪنهن طرح سان تڪليف ڏيندڙ ٿيندي آهي، يا شرمناڪ ٿيندي آهي. ان جو انڪشاف ڪنهن شخص جي وقار لاءِ نقصانڪار ثابت ٿي سگهي ٿو. اهو معلوم ڪرڻ کان پوءِ فرائيڊ تحليل نفسي جا ٻه ابتدائي نظرياتي مرحلا ڳولي ورتا. اهي مزاحمت ۽ جبريت هئا. انهن نظرين جي روشني ۾ فرائيڊ پنهنجي تحقيقات کي اڳتي وڌائڻ شروع ڪيو ۽ انساني روين،

افعال، محرڪ جو گهرو مطالعو ڪرڻ شروع ڪيو. Charges of Energy جهڙي ڪيميائي فارمولي جهڙي تشريح انهي مطالعي جو ثمر هيون.

جبريت جي نظريي فرائيڊ کي ذهني مريضن کي سمجهڻ ۾ بنيادي طور مدد ڏني. ابتدا ۾ هن هر ذهني فعل کي لاشعوري قرار ڏيڻ شروع ڪيو هو. بهرحال هر ذهني فعل ۾ شعوري محرڪ ٿورا يا گهڻا سرگرم هوندا هئا پر لاشعور هر دم مصروف عمل رهندو هو.

جڏهن تحليل نفسي جنم ورتو ته اهو دماغي مرضن جي نون علاج جي طريقن تي مشتمل هو. ان ۾ انساني روين جي مشاهدي جا نوان طريقا شامل هئا. شروع ۾ اها محض ٿراپي هئي. اُن جي باني شروع ۾ چئي ڇڏيو هو ته هو صرف هڪ فزيشن جو ڪردار ادا ڪرڻ نٿو چاهي، هن کي پريڪٽس کان وڌيڪ ٿيوري ۾ دلچسپي هئي. هو هر ٿيوري کي ان وقت تائين تسليم نه ڪندو هو. جيستائين ان کي تجربي ۽ عملي طور پرکيو نه وڃي.

فرائيڊ جو اهو نظريو ته هر دماغي مرض جي پاڙ جنس هجڻ، بدستور پنهنجي جاءِ تي قائم هو. مخالفتن جي باوجود هو پنهنجي انُ نظريي کي ترڪ ڪرڻ يا ان کي غلط قرار ڏيڻ لاءِ تيار نه هو. هن جو چوڻ هو ته مختلف دماغي ڪيسن ۾ مختلف قسمن جي جنسي ايبنارملٽي ڪارفرما هوندي آهي. مثال طور انتهائي پريشاني ۽ شديد اضطراب جي حالت جيڪا چريائپ جي ويجهو هجي، اها غلط قسم جي جوش ۽ جنسي هٺ ڌرمي سبب پيدا ٿيندي آهي. نيوراسس ٿينيا هڪ اصطلاح آهي، مطلب آهي ته ناقابل برداشت ڏک جا مسلسل حملا ان جو سبب آهن ۽ ان سان گڏ جنسي عادتن ۾ روزاني تبديلي ان جا سبب آهن.

وڌيڪ مشاهدن ڪيس ٻڌايو ته هن جا پيش ڪيل نظريا صحيح هئا. فرائيڊ جڏهن پنهنجي ڪنهن مريض جي تحليل نفسي ڪندو هو ته هو آهستي آهستي ڪري مريض جي ماضيءَ جي مڪمل ڇنڊڇاڻ به ڪندو ويندو هو، اهڙي طرح هو ان جي ٻاروتڻ تائين وڃي پهچندو هو. تحليل نفسي جي پهرين سالن ۾ ٻارن جي جنسيات جو نظريو ڪجهه مونجهارن سبب مقبوليت حاصل ڪري نه سگهيو. پر فرائيڊ ان نظريي کي صحيح ثابت ڪرڻ لاءِ ڪوششون ڪندو رهيو.

شاعرن ۽ فلسفين جيان هو به معلوم ڪري چڪو هو ته ٻاراڻي زندگي جا اثر ڪنهن حد تائين ختم ٿي ويندا آهن پر فرد جي ذهن تي گهرا نقش بهرحال رهجي ويندا آهن. ساڳي وقت ڪنهن ذهني خرابي جو بنياد پڻ اتان شروع ٿئي ٿو ۽ وقت گذرڻ سان گڏ اها وڌندي رهي ٿي ۽ نيٺ ڪنهن ذهني بيماريءَ جي صورت ۾ ظاهر

ٿيندي آهي. شاعرن ۽ فلسفين جي برعڪس فرائيڊ جي راءِ هئي تہ ٻاروتڻ جا واقعا ٿورو يا گهڻو جنس سان تعلق رکندا آهن. جنس سان منهن ڏيڻ ۽ ان تي ٻارن جو رد عمل ذهن تي هڪ اٽمٽ تاثر نقش ڪندا آهن فرائيڊ جي ان راءِ ۽ نظريي ٻارن جي معصوميت جي باري ۾ ماڻهن جي خيالن کي شديد ڌڪ رسايو. اهي ان ڳالهہ کي مڃڻ لاءِ قطعي تياز نہ هئا تہ ڪو ٻاروتڻ ۾ ٻار جو واسطو جنس سان رهي سگهيو ٿي. اهي ٻاروتڻ کي بلڪل معصوم ۽ پاڪيزه تصور ڪندا هئا. سندن خيال ۾ جنسي جذبن جي پيدائش ٻارن ۾ بلوغت ۾ پهچڻ کان اڳ ڪنهن بہ طور ممڪن نہ هئي. جي ٻارن ۾ جنس سان دلچسپي يا جنسي دلچسپي واري رانڊ ڪيڏڻ جو شوق هوندو هو تہ ان کي خراب ۽ گناهہ سمجهيو ويندو هو. اهڙن ٻارن کي شيطان جو اثر ورتل ٻار سمجهي دڙڪا ۽ داٻا ڏنا ويندا هئا ۽ انهن سان نفرت جو اظهار ڪيو ويندو هو. فرائيڊ جو اهو نظريو تہ جنسي جذبا فرد ۾ پيدائش جي وقت کان موجود هوندا آهن شديد مخالفت ۽ نفرت جو سبب بڻيو. بهرحال فرائيڊ کي انهيءَ نظريي تحت تحليل نفسي آسان ۽ مڪمل محسوس ٿي هئي. ان نظريي هن جي عمل کي زياده آسان ۽ ڪامياب بڻايو هو.

ٻاروتڻ جي جنسيت جي نظريي جي راهہ تي فرائيڊ کي هڪ اهڙي رڪاوٽ اچي وڌو هو جنهن کي هو ان نابالغ سائنس لاءِ انتهائي نقصانڪار تصور ڪندو هو. مريض جڏهن هن کي پنهنجي ٻاروتڻ ۾ پيش ايندڙ واقعا جيڪي جنس سان تعلق رکندا هئا خاص طور عصمت دري جا واقعا تہ هو انهن تي يقين ڪري وٺندو هو. هن جا اڪثر مريض جن ۾ مريضائون وڌيڪ هيون ڪيس خوش ڪرڻ لاءِ پنهنجي پيئرن هٿان زوريءَ جا واقعا بڻائيندڙيون هيون اهي ڪهاڻيون ظاهر آهي تہ هٿ ٺوڪيون هونديون هيون ۽ انهن جو حقيقت سان ڪوبہ واسطو نہ هوندو هو. ان صورتحال کي سمجهندي فرائيڊ تنگ اچي پنهنجي نئين ٽيڪنڪ جي صحت ۽ افاديت تي شڪ ڪرڻ شروع ڪيو، بهرحال هو مايوس هرگز نہ ٿيو هو. هاڻ ائين ٿيڻ لڳو تہ جڏهن هن جا مريض تحليل نفسي دوران ٻاروتڻ جا واقعا خاص طور جنسي تجربا وڌائي ۽ خوابن جا رنگ پريندي سنسني پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا هئا تہ هو انهن کي نهايت صبر ۽ توجهہ سان ٻڌندو هو ۽ انهن کان جنسي تجربن، رجحانن ۽ جذبات سان وابستہ سوال بہ ڪندو ويندو هو ۽ اهڙي طرح سندس مخالفن ۾ اهو خيال ويهجي ويو تہ هو پنهنجن مريضن جي ڪهاڻين ۾ فضول قسم جي بيهوده جنسي خيالن کي داخل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو هو. فرائيڊ ان خيال ۽ الزام جي شديد مخالفت ڪئي، اصل ۾ ٻهريون دفعو ڪيس ڪاميابي ملي هئي اهو رستو "ايڊيپس

. ڪامپليڪس" طرف ٿي ويو. جنهن تحليل نفسي جي نظريي ۾ اڳتي هلي مرڪزي حيثيت حاصل ڪئي.

. ٻاروتڻ جي جنسيت تي اعتماد پختو ٿيڻ کان پوءِ فرائيڊ خيالن ۽ تصورن جي لاشعور واري دنيا طرف وڌيڪ توجهه ڏيڻ شروع ڪئي. اها حقيقت تہ ڪنهن خواب جي فضول ۽ لايعني قسم جا واقعا پنهنجي اندر ۾ انتهائي اهميت جوڳيون حقيقتون رکن ٿا. خوابن تي جيڪو هن ڪم ڪيو اهو اڳتي هلي تحليل نفسي جي سلسلي ۾ هن جو مددگار ثابت ٿيو. تحليل نفسي بذات خود هڪ طويل ۽ ٿڪائي ڇڏيندڙ ڪم هو. اڪثر فرائيڊ بہ ان باري ۾ شڪ ۾ مبتلا ٿي ويندو هو تہ ان طريقي سان ذهني بيمارين جو علاج ممڪن ۽ ڪامياب بہ ٿي سگهندو يا نہ.... : اهي خواب ئي هئا جيڪي ڪيس بيمارين جي باري ۾ اشارا ڏيندا هئا ۽ سندس اميد قائم رهندي هئي. خوابن جي تعبير ۾ ڪاميابي بقول فرائيڊ هڪ اهڙي شيءِ هئي، جنهن مشڪل صورتحال ۾ بہ ڪيس نااميد ٿيڻ نہ ڏنو.

فرائيڊ جي رخ ۾ تبديلي جو معقول سبب موجود آهي. سندس بيان مطابق انسان جي فطرت تي واقعن جو اثر ٿيندو آهي. ان تي جنهن واقعي جو گهرو اثر ٿيندو آهي اهو فرد جي پيءُ جي موت جو واقعو آهي، جيسين پيءُ زندهہ هوندو آهي پار ان سان تعلق جي معاملي ۾ پڻ پار ئي رهندو آهي پوءِ جڏهن پيءُ جو موت واقع ٿيندو آهي تہ اهو جسماني رشتو بہ ختم ٿي ويندو آهي ۽ پار پيءُ جي جاءِ تي اچي ويندو آهي، پوءِ ان جا پنهنجا پار هجن يا نہ ..... زندگي جي ان موڙ تي ماضيءَ سان فرد جو رشتو ٽٽي پوندو آهي ۽ سندس نگاهہ مستقبل تي ڄمي ويندي آهي.

فرائيڊ لاءِ پڻ پنهنجي پيءُ جو موت سندس زندگي جو هڪ تاريخي موڙ ثابت ٿيو. ان واقعي هن کي پنهنجي ڪم ۽ مستقبل جي منصوبہ بندي لاءِ مڪمل آزادي عطا ڪئي. 1896ع ۾ سندس عمر چاليهہ سال هئي جڏهن سندس پيءُ جو انتقال ٿيو. انهيءَ سال هن پنهنجو هڪ اهم ڪم (The Interpratation of Dreams) مڪمل ڪيو. اهو ڪتاب سائيڪلاجي سائنس ۾ هڪ اهم مقام رکي ٿو. ان کان اڳ هن پروئر سان گڏجي هڪ ڪتاب لکيو هو. جيڪو بروڪ ۽ ميزٽ جي موت کان هڪ سال پوءِ شايع ٿيو. ان تي فرائيڊ جي هڪ پيروڪار فتروئل خيال ظاهر ڪيو هو تہ فرائيڊ کي ڪلي طرح پنهنجن نظرين ۽ خيالن کي ظاهر ڪرڻ جو موقعو پنهنجي استادن بروڪ ۽ ميزٽ جي موت کان پوءِ ئي ملي سگهيو. انهن جي زندگيءَ ۾ فرائيڊ ڪڏهن بہ اهڙي پرچار جي ڪوشش نہ ڪئي هئي. بلڪل ساڳي طرح هو "خوابن جي تعبير" بہ پنهنجي پيءُ جي زندگي ۾ شايع نہ ڪرائي سگهيو. 1893ع ۾

شارڪو جي موت کان پوءِ فرائيڊ برونر جي پناهه ۾ اچي ويو هو جتي هو پنهنجي پيءُ جي موت تائين رهيو. فنزونل جي بيان مطابق ان واقعي کان پوءِ فرائيڊ پنهنجي پوري قدڪاٺ کي پهچي ويو.

"خوابن جي تعبير" جي پهرين صفحي تي فرائيڊ لکيو هو ته، اگر مان آسماني قوتن کي متاثر نٿو ڪري سگهان ته گهٽ ۾ گهٽ دوزخ کي ته هيٺ مٿي ڪري سگهان ٿو. فرائيڊ جي لفظن ۾ ان جو مطلب ٿيندو، جيڪڏهن مان پنهنجي پيءُ جو پاڻ طرف رويو تبديل نه ڪري سگهيس ته مان زمين آسمان هڪ ڪري ڇڏيندس. ان ڪتاب جي اشاعت سان واقعي هڪ طوفان اچي برپا ٿيو. هن خوابن جي تعبير جو جيڪو طريقو ٻڌايو هو ان جو رستو ذهن جي لاشعوري حصن طرف ٿي نڪتو لاشعور جي قوت جو اندازو هن کي پهريون ڀيرو ٿيو هو. ان ڪتاب ۾ هن خوابن بابت جيڪي نظريا پيش ڪيا هئا اهي هئا ته ڪوبه خواب بيڪار ۽ فضول قسم جو نه هوندو آهي. بلڪه اهو پنهنجي اندر هڪ خاص معنيٰ ۽ مفهوم رکندو آهي. خواب ذهن جي لاشعوري زندگي جو هڪ آڏو ڦڏو آئينو هوندو آهي. سائنسي طريقن سان خوابن جي تشريح ڪرڻ ممڪن آهي، خوابن جي تعبير، تحليل نفسي کي "تجزياتي چيمبر" مان ڪڍي عالمي دلچسپي جي شيءِ بڻائي ڇڏيو. فرائيڊ دعويٰ ڪئي ته خوابن جي مطلب جي دريافت هن لاءِ نئين زمين جي دريافت جي برابر آهي. جن جو ذڪر صرف لوڪ ڪهاڻين ۾ ئي ملندو آهي. هن هڪ دفعو ٻيهر ان دعويٰ کي ورجايو ته خواب اصل ۾ اسانجي اڻ پورين خواهشن ۽ نااميدين جو عڪس هوندو آهي.

"خوابن جي تعبير" هن جي پيءُ لاءِ هڪ ميموريل جي حيثيت ٿي نه بلڪه خود هن لاءِ بلوغت تائين پهچڻ جي هڪ تحفي جي حيثيت به رکي ٿي. پنهنجي پيشوراڻه زندگي ۾ هن کي پهريون دفعو پنهنجي مڪمل آزادي ۽ خودمختياري جو احساس ٿيو. پر ان ڪتاب جي اشاعت هن کي به اهڙوئي "ڪيٿارسس" مهيا ڪيو، جيڪو هو علاج دوران پنهنجي مريضن کي مهيا ڪندو هو. پنهنجي پيءُ جي موت کان پوءِ هن چاليهه سال جي عمر ۾ پهريون ڀيرو پاڻ کي سن بلوغت تائين پهچندي محسوس ڪيو هو. جڏهن هن پنهنجو نفسياتي تجزيو ڪيو ته ڪيس معلوم ٿيو ته ڇيتي جي ٻچي بلوغت جي دور مان گذرندي به پنهنجي فطرت ترڪ نه ڪئي آهي ۽ هن جي جسم تي جيڪي ڇٽا هئا اهي بدستور قائم هئا. فرائيڊ محسوس ڪيو هو ته جڏهن هن پنهنجو نفسياتي تجزيو ڪرڻ شروع ڪيو هو ته سندس ذهن شديد مزاحمت ڪئي. هن پنهنجي پيءُ کي ڏنو هو پر پنهنجو پاڻ کي پوري طرح نه ڏسي سگهيو هو. هن کي پنهنجي پيءُ کان نفرت جو احساس تلاش ڪرڻ ۾ مڪمل ڪاميابي نه

تي سگهي هئي. تنهنڪري اهو هڪ اسرار ٿي رهيو. ان ڪري هن جي ذاتي قسم جا جيترا بيان آهن اهي منفي قسم جا آهن. مثال طور هو هڪ هنڌ لکي ٿو ته پنهنجي ابن ڏاڏن تي فخر ڪرڻ حماقت آهي. پر اڳتي هلي پاڻ ٿي لکي ٿو ته جيڪڏهن سندس پيءُ پروفيسر هجي ها ته ڪيڏو نه سنو ٿئي ها ۽ هو فخر ڪري ٿي سگهيو. ان کان علاوه هو پنهنجن ٻارن تي پڻ فخر ڪندو هو جيتوڻيڪ هو ائين نه ڪرڻ جو پرچار به ڪندو هو. فرائيڊ پنهنجي ٻارن تي ناز ڪندي اميد ڪندو هو ته سندس ٻار هن جو ذڪر فخر ۽ غرور سان ڪندا. اهڙي طرح فرائيڊ اهو سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي ته جيڪڏهن هڪ پيءُ وڏو ماڻهو نه بنجي سگهي ته هو پنهنجي اولاد ۾ اهڙي اميد لڳائيندو آهي.

فرائيڊ جا پڻ ٻار هئا ۽ ان تي ڪيس فخر پڻ هو. ان سلسلي ۾ هن جي پنهنجي هڪ ڪليگ سان گفتگو متعلق ٻڌائڻ دلچسپي کان خالي نه آهي.

”تنهنجا ڪيترا ٻار آهن؟“ ڪليگ ڪانئس پڇيو

”ڇهه“ فرائيڊ جواب ڏنو.

”انهن ۾ ڪيترا ڇوڪرا ۽ ڪيتريون ڇوڪريون آهن؟“

”ٽي ڇوڪرا ۽ ٽي ڇوڪريون“ فرائيڊ مسرت ۽ فخر جي گڏيل لهجي ۾ جواب ڏنو هو.

اهڙي طرح فرائيڊ خود ان ڳالهه جي تصديق ڪئي هئي ته هڪ پيءُ پنهنجي ٻارن تي ان ڪري فخر ڪندو آهي جو اهي پيءُ جون نامڪمل خواهشون پوريون ڪري رهيا هوندا آهن. گهٽ ٻارن جي حالت ۾ شايد اهو ممڪن نظر نه اچي پر گهڻن ٻارن جي حالت ۾ پنهنجين نامڪمل خواهشن جي تڪميل جا امڪان وڌيڪ روشن رهن ٿا. ڪڏهن ڪڏهن ته فرائيڊ ان ڳالهه تي پريشان به ٿيندو هو ته سندس اولاد اهڙيون توقعات پوريون ڪندو به الائي نه....... ڪڏهن ته ائين ٿيڻ ۾ سال لڳي ويندا آهن.

”خوابن جي تعبير“ ۾ فرائيڊ پنهنجي هڪ ٻي ڳالهه جي عملي طور نفي ڪئي هئي. مثال طور هن هڪ دفعو چيو هو ته پاڻ وڏيون دعوائون ڪرڻ وارو ماڻهو نه آهي. پر ان ڪتاب ۾ خوابن جي سلسلي ۾ تجزيو ڪندي هن پنهنجي هڪ خواهش جو اظهار ڪيو هو ته ڪاش هو مڪمل پروفيسرشپ حاصل ڪري وٺي. هن اهو اعتراف ڪيو هو ته هو پنهنجي پروفيسر ساٿين سان حسد رکندو هو. هن جي زندگي جو سڀ کان وڏو مقصد پروفيسرشپ حاصل ڪرڻ ٿي هو. هن پنهنجي هڪ ٻئي ڪتاب ”سئڪالاجي آف ايوري ڊي“ ۾ به ساڳيو اظهار ڪيو هو. ان ۾ لکيائين ته

پاڻ هر وقت هوائي قلعا تعمير ڪندو رهندو هو ۽ خيالن ئي خيالن ۾ هو بلند ترين مقام تي پهچي ويندو هو، جنهن لاشعوري طور هو خواهشن کي اظهاري ويندو هو. ”سائيڪالاجي آف ايوري ڊي“ ۾ هن پنهنجين ڪن غلطين تي بحث پڻ ڪيو آهي. سندس چوڻ مطابق پنهنجي پيءُ متعلق خيالن کي رد ڪرڻ جي نتيجي ۾ ڪيتريون ئي غلطيون وجود ۾ آيون. اهي غلطيون لاشعوري خواهشن جي سرگرم هئڻ جي نتيجي ۾ وجود ۾ آيون. مثال طور پنهنجي خوابن جي تعبير بيان ڪندي هيني بال جي پيءُ جو ذڪر اچڻ وقت فرائيڊ هن کي هسدرو بال جي نالي سان لکيو جڏهن ته هن جو اصل نالو همل ڪربه هو. هسدرو بال هيني بال جي ڀاءُ جو نالو هو.

اهڙي طرح خوابن جي تعبير ۾ هن ڪيئي دفعا حوالو ڏنو هو ته زيوس پنهنجي پيءُ ڪرونوس کي نامرد بنائي تخت تان هٽايو ۽ پاڻ تخت تي ويٺو. ان کان اڳ ڪرونوس پنهنجي پيءُ يورانوس سان ساڳيو سلوڪ ڪيو هو. فرائيڊ ان ڏند ڪٿائي قصي مان ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ته جرم جا جراثيم نسل درنسل منتقل ٿيندا رهندا آهن. فرائيڊ جڏهن انگلينڊ وڃي عمانويل سان ملاقات ڪئي هئي ته هن ڪنس چيو ته تون پنهنجي پيءُ جي ٻين ته پر ٽين نسل آهين اهڙي طرح فرائيڊ تسليم ڪيو ته لاشعوري طور تي سندس دل ۾ پنهنجي پيءُ متعلق زيوس ۽ ڪرونوس جي حرڪتن جي پيروي ڪرڻ جي خواهش موجود هئي پر ٻين نسل بدران ٽين نسل جو هجڻ واري خيال ان خواهش کي ڪافي مانو ڪيو هو. يعني عمانويل جي ڳالهه سندس دل سان لڳي هئي ۽ قابل قبول هئي، سندس ذهن ۾ ان جو ڪو رد عمل ظاهر نه ٿيو هو.

مجموعي طور فرائيڊ پنهنجي نفسياتي تجزين مان ڪافي مطمئن هو. 1909ع ۾ هن آمريڪي يونيورسٽي جي شاگردن جي هڪ گروپ کي ٻڌايو هو ته مون کي پنهنجي نفسياتي تجزيي جي شديد ضرورت محسوس ٿي هئي. ان تجزيي ۾ منهنجي مدد منهنجن خوابن ڪئي هئي. خوابن جي رهنمائي ۾ مان پنهنجي ٻاروتڻ جي زماني تائين وڃي پهتو هوس. اڄ به منهنجو اهوئي خيال آهي ته هڪ نارمل ۽ مثبت خواب ڏسڻ واري شخص کي پنهنجو نفسياتي تجزيو ضرور ڪرڻ گهرجي.

پنهنجي نفسياتي تجزيي جي باري ۾ فرائيڊ جي جيڪا دعويٰ هئي، اها ان ڪري به قابل قبول هئي ڇو ته ان وقت سگمنڊ فرائيڊ جو نفسياتي تجزيو ڪرڻ وارو ان وقت ڪوبه ڊاڪٽر دنيا ۾ موجود نه هو. هو اهڙو پهريون سائيڪوانالسٽ هو جيڪو پنهنجو مريض پاڻ به هو. ڊاڪٽر ۽ مريض جي وچ ۾ تعلق ڪڏهن به بي تڪلف نه ٿي سگهندا آهن. ڇو ته مريض پنهنجو ماضي ڊاڪٽر جي روبرو ادا ڪرڻ کان نٽائيندا آهن ۽ جي ڊاڪٽر مريض تي سختي يا جبر ڪري ته مريض ڪانئس

نفرت ڪرڻ شروع ڪندو آهي ۽ نيٺ بہ پنهنجو اندر ڏاڪٽر اڳيان ظاهر ٿيڻ نہ ڏيندو آهي. فرائيڊ هڪ ٿي وقت معالج بہ هو تہ مريض بہ ...... ان ڪري اهڙي صورتحال پيدا ٿيڻ جو ڪوبہ خطرو نہ هو. حالاڪ هن آمريڪي شاگردن اڳيان اعتراف ڪيو هو تہ هن پنهنجو مڪمل ۽ ڀرپور نفسياتي تجزيو ڪيو آهي پر حقيقت اها هئي تہ اهو تجزيو اڌورو ۽ غير تسلي بخش هو. هن اهو اعتراف "خوابن جي تعبير" ۾ بہ ڪيو هو. پنهنجي پيءُ جي مرڻ کان پوءِ سندس حيثيت هڪ منحرف، هڪ تبديل ٿيل شخص جهڙي ٿي وئي هئي. هن ڪي پنهنجي ڳالهہ ٻڌائڻ ۽ ٻين جون ڳالهيون رد ڪرڻ، انهن سان بحث ڪرڻ ۽ پنهنجي ڳالهہ کي سچ ثابت ڪرڻ اچي ويو هو. هاڻ هو پنهنجي ڪمزورين ۽ خامين جو صاف طور اعتراف هرگز نہ ڪندو هو، اهڙي طرح ٻين جي خامين ۽ ڪمزورين تي ڇتي تنقيد ۽ مذمت کان پڻ پنتي نہ هٽيو. هن پنهنجي دل ڄڻ سخت ڪري ڇڏي هئي. ناڪام ٿيڻ ، فرض جي ادائگي ۾ ڪوتاهي ۽ سهل پسندي وارن لاڙن لاءِ هن وٽ ڪابہ همدردي نہ هئي. هانز ساڇس جي بيان مطابق هڪ دفعو جڏهن هن کي ٻڌايو ويو تہ سندس هڪ پراڻي دوست خودڪشي ڪري ڇڏي تہ هن ڪابہ همدردي يا ڏک ظاهر نہ ڪيو. بلڪ سنجيده ۽ سرد مهر ٿي رهيو. ڇو تہ خودڪشي کي هو بزدلاڻو عمل سمجهندو هو. هن جي خيال ۾ خودڪشي ڪرڻ وارا نالائق ۽ نااهل ماڻهو هوندا آهن جيڪي پنهنجي ذميوارين ۽ فرضن کي هڪ بار ۽ مصيبت تصور ڪندي انهن کان نجات لاءِ ائين ڪندا آهن.

هن ۾ هڪ ٻي بہ تبديلي پيدا ٿي. هن پنهنجي زندگي جي اينٽليڪچوئل مقصدن ۽ فيصلن جو يقين ڪري ڇڏيو هو. پنهنجو بي رحمي ۽ سختيءَ سان امتحان وٺڻ کان پوءِ هن پنهنجي زندگي کي سيني خوشين ۽ رنگينين کان خالي ڪري ڇڏيو ۽ زندگي کي هڪ ذميداري سمجهي ڇڏيو. جنهن سان نڀائڻ ئي سندس خاص مقصد هو. پر انهن سيني ڳالهين جي باوجود هو هڪ نرم ۽ رحمدل ماڻهو هو.

تحليل نفسي جي پهرين سالن ۾ هو هڪ قلعي جي سامهون بيٺل اهڙو ماڻهو هو جنهن قلعي کي ڊوڙڻ تي چاهيو ۽ ان ڪم لاءِ هن وٽ نظريي کان سواءِ ڪوبہ هٿيار نہ هو. اهوئي اهو نظريو هو جنهن دنيا کي لوڏي وڌو. مطلب تہ تحليل نفسي جو نظريو. 1896ع کان 1898ع جڏهن سندس پيءُ فوت ٿيو، سندس زندگي جا زرخيز ترين سال هئا . ان عرصي دوران جيڪي هن دريافتون ڪيون اهي حيرتناڪ هيون. سندس پيروڪار جي لفظن ۾ تہ .... هن جي فعال ذهن ان زماني ۾ اهڙا اهڙا ڪم ڪيا جن جي توقع بہ ڪنهن عام ماڻهو مان نٿي ڪري سگهجي، انهيءَ زماني ۾ تحليل نفسي جي "ٿراپيوٽڪ ٽيڪنالاجي" جو آغاز ٿيو ۽ "خوابن جي تعبير" جي پڻ هاڪ ٿي. ان ڪانسواءِ "مزاحمت ۽ جبر" جا نظريا ايجاد ٿيا . سائيڪالاجي آف ايوري

ڊي لائيف" ۾ هن جبريت جيءَ حافظي تي اُٿڻ ۽ روزاني جي واقعن جي وسري وڃڻ جي سبب تي ڪم ڪيو ۽ نيوراسس جي پهرين جنسي ٿيوري پيش ڪئي. ٻارن جي جنسيات جو نظريو بہ ان وقت پيش ڪيو. ساڳئي وقت "ايڊيپس ڪامپليڪس" جو نظريو پڻ ڏنو. ان نظريي جو ڪافي مواد "خوابن جي تعبير" ۾ پيش ڪري چڪو هو ۽ نفسياتي تجزيي جا اصول ۽ ضابطا بہ ظاهر ڪري چڪو هو. اهي ئي ضابطا ۽ طريقا اڄ تائين استعمال ٿي رهيا آهن.

علم طب ۾ ايڏا اهم ڪارناما ڪرڻ باوجود هن جي عزت افزائي ۽ قدر نہ ٿي سگهيو هو. هو بلڪل تنها ۽ اڪيلو هو. ٻاروتڻ ۾ غير يهودي معاشري طرفان ڌڪار ۽ نفرت جواني ۾ بہ قائم رهي. بهرحال فرائيڊ کي ان جي پرواهہ نہ هئي هو هر طرف کان بي نياز پنهنجيءَ تحقيقي ڪمن ۾ مصروف رهيو. هڪ دفعو جڏهن هن ويانا جي نيوروجيڪل سوسائٽي ۾ ليڪچر ڏنو، جنهن جو موضوع "چريائپ جا جنسي سبب" هو. ان وقت سندس شديد مخالفت ۽ مذمت ڪئي وئي، جنهنّ مان هن نتيجو ڪڍيو تہ جيسين هو پنهنجين دريافتن کي سائنس جي هڪ معمولي خدمت طور پيش ڪندو رهندو، هي ماڻهو جنس سان وابستہ اصل حقيقتن سمجهڻ کان قاصر رهندا. ان کان علاوه نيوروجيڪل سوسائٽي جا معزز ميمبر هڪ يهودي جي پيش ڪيل نظرين کي ڪيئن ٿي قبول ڪري سگهيا.

هن لاءِ هي ڳالهيون نيون نہ هيون، پر پوءِ بہ هن کي پنهنجي مخالفتن ۽ پنهنجي نظرين جي سفاڪي سان ترديدن ڏک ضرور پهچايو. هن فيصلو ڪري ورتو هو تہ پنهنجي نظرين ۽ دريافتن کي هڪ نہ هڪ ڏينهن دنيا کان ضرور مڃرائيندو. زندگي ۾ نظرين کي قبوليت نہ ملي تہ موت کان پوءِ تہ ضرور اٿين ٿيندو. انهيءَ دور ۾ هن تحليل نفسي جي ميدان ۾ نوان تجربا ڪرڻ شروع ڪيا ۽ پنهنجي دوستن جي تحليل نفسي شروع ڪري ڏني، اهڙي طرح هو سندن لاشعور جي ترجماني ڪرڻ لڳو. تحليل نفسي دوران لاشعور جي مزاحمت سان پڻ واسطو پيو. لاشعور جي ڪجهہ ڳالهين کي هو ظاهر نہ ڪندو هو جيڪي تڪليف ڏيندڙ ۽ ناخوشگوار هيون. حقيقت ۾ انهن نارمل ماڻهن يعني مخالفن اينٽليڪچوئل گرائونڊ تي سندس مخالفت ڪئي هئي اها تڪليف ڏيندڙ هرگز نہ هئي. فرائيڊ ۾ خودداري ۽ خود پرستي جا عنصر موجود هئا. هن ڪڏهن بہ پنهنجي مخالفن ۽ حاسدن کي اهميت نہ ڏني ۽ ڪين ڪڏهن بہ وضاحت ڏيڻ جي ضرورت محسوس نہ ڪئي. هن سنجيدگي سان پنهنجن شاگردن کي پڻ اجازت ڏني هئي تہ هو سندس ڪم تي کلي طرح تنقيد ڪري سگهن ٿا. انهن کي اجازت هئي تہ تنقيدي ۽ مخالفت وارا تبصرا لکن، بهرحال اهي سڀ شيون سندس حق ۾ ئي ويندي يون رهيون.

1902ع ۾ فرائيڊ جي تنهائي ۽ اڪيلائپ پنهنجي اختتام کي پهچي چڪي هئي. ڊاڪٽرن، اديبن ۽ سائنسدانن جو هڪ گروپ هن سان گڏ ٿيڻ شروع ٿيو. شروعات ۾ ان گروپ ۾ صرف الفريڊ ايڊلر، ولهم اسڪيٽل، ميڪس ڪاهان ۽ روڊلف ايٽلر شامل هئا. ان ڪان پوءِ پال فيڊرن، ايڊورڊ هچمين، ميڪس اسٽينز ۽ ازيڊور سيجز بہ ان گروپ ۾ شامل ٿي ويا. اهي اَهي ماڻهو هئا جيڪي اڳتي هلي مشهور تحليل نفسي جا ماهر ٿيا. اڪثر ڪري ويانا جو مشهور موسيقي جو نقاد ميڪس گراف ۽ ڊيوڊ باچ بہ ان گروپ ۾ اچي شامل ٿيندا هئا. ان ڪان پوءِ ٻارن جي بيمارين جو ماهر فريڊ جنگ ۽ بڪ سيلر هيو گوهيلر بہ فرائيڊ جو ليڪچر ٻڌڻ اچڻ لڳا. فڙوٽل بہ ان گروپ ۾ شامل هو. جيڪو تحليل نفسي جي ماهر ٿيڻ جا منصوبا ٺاهي رهيو هو. ٿوري عرصي ۾ ڪيس فرائيڊ جي سيڪريٽري واري حيثيت حاصل ٿي وئي. پنهنجي ذهانت، لياقت ۽ قابليت سان فرائيڊ جو وفادار معاون ۽ مددگار بنجي ويو.

جڏهن اهو گروپ فرائيڊ جا ليڪچر ٻڌڻ لاءِ سندس گهر ويندو هو تہ ويانا جا رهواسي کين ٽوڪيندا هئا. ويانا واسي فرائيڊ سان بدستور بيگانگي ۽ سرد مهري وارو رويو رکندا آيا. ميڪس گراف لکي ٿو تہ معتزز ۽ اوچي سوسائٽي ۾ فرائيڊ جو نالو انتهائي حقارت سان ورتو ويندو هو. عورتن جي محفلن ۾ فرائيڊ جو نالو کڻڻ معيوب هو. ڇو تہ هن جو نالو ٻڌندي ئي عورتون شرم ۾ ڳاڙهيون ٿي وينديون هيون. يا اهڙو رد عمل ڪنديون هيون ڄڻ ڪنهن کين فحش لطيفو ٻڌايو هجي.

ويانا جي طب واري شعبي ۽ اعليٰ سرڪاري حلقن ۾ بہ فرائيڊ جو نالو وٺڻ تي روڪ هئي. حالانڪ ڪيس غير معمولي پروفيسر جو لقب ڏنو ويو هو پر مڪمل پروفيسرشپ هڪ الڳ شيءِ هئي جيڪا ڪيس ڪڏهن بہ نصيب نہ ٿي. هن ليڪچر

## فرائيڊ

جو وقت چنچر ڏينهن شام جو ستين کان نائين بجي تائين رکي ڇڏيو هو. بهرحال هن جي حاضرين جو تعداد گهٽجي نه وڌيو. ويانا جي طب جي دنيا جو هڪ باحيثيت شخص ولگيز وان جورگ، جيڪو يونيورسٽي جو باقائدي پروفيسر ۽ سائيڪاٽري جو ماهر هو. فرائيڊ خلاف گروپن جو اڳواڻ هو. ان شخص جي قابليت کان انڪار نه آهي پر فرائيڊ جا نظريا سندس سمجهه ۾ نه آيا، هو صرف جسم کي ميڊيڪل سائنس جو اصل محرڪ سمجهندو هو. هو ۽ فرائيڊ ميڊيڪل ڪاليج ۾ هم ڪلاسي رهي چڪا هئا. انهيءَ دور کان هو هڪٻئي جا مخالف رهندا آيا هئا. اصل ۾ هو علم نفسيات جي ٻن مخالف نظرين جا پرچارڪ هئا.

ويانا جي عام رهواسين جيان جورگ کي به هر ماهر نفسيات تي ٽوڪ ڪرڻ جي عادت هئي. هن پنهنجي شاگردن کي ٻڌايو هو ته سائيڪاٽرسٽ يا ته پيدائشي ٿيندا آهن يا حادثاتي... حادثاتي طور سائيڪاٽرسٽ بنجڻ وارا سندس نظر ۾ صرف ٻه هئا. هڪ ته هو پاڻ ۽ ٻيو سندس هڪ دوست ۽ پيدائشي سائيڪاٽرسٽ صرف فرائيڊ هو.

فرائيڊ جا ليڪچر چنچر تي شام جو "ڪرنيڪس هائوس" (پاڳل خانو) سان گڏ سائيڪاٽرڪ ڪلينڪ جي ليڪچر هال ۾ ٿيندا هئا ان پاڳل خاني ۾ چرين کي لوهه جي زنجيرن سان ٻڌو ويندو هو. اوڻيهين صدي تائين چرين جي علاج جو ڪو به موزون طريقو ايجاد نه ٿيو هو: جڏهن فرائيڊ ڪلينڪ ۾ پنهنجا ليڪچر ڏيڻ شروع ڪيا هئا ته ان وقت اتان پاڳل خاني واري تختي لاٿي وئي هئي. ليڪچر هال ۾ فرائيڊ جي ليڪچر وقت ڪجهه هلڪي روشني وارا بلب هلايا ويندا هئا. هن جي ميز جي سامهون بينچن جون قطارون هيون جتي هن جا مخالف جورگ وغيره کان علاوه هن جا شاگرد ليڪچر ٻڌندا هئا. ڪجهه وقت کان پوءِ هانز ساچس به ليڪچر ٻڌڻ واري گروپ ۾ شامل ٿي ويو.

هانز ساچس 1904ع ۾ ان گروپ ۾ شامل ٿيو هو. هن فرائيڊ جي "خوابن جي تعبير" جو مطالعو ڪيو هو. ان ڪتاب جي مطالعي هن کي گهري نفسياتي علم حاصل ڪرڻ جي خواهش پيدا ڪئي. جيستائين هن فرائيڊ کي نه ڏٺو هو ان وقت فرائيڊ جي باري ۾ هر ٻڌل ڳالهه تي يقين ڪري وٺندو هو. هن وٽ فرائيڊ جي شخصيت جو عجيب نقشو ذهن ۾ هوس ۾ جڏهن هن فرائيڊ کي ڏٺو ته هن جي سنجيدگي ۽ پروقار شخصيت کيس ڏاڍو متاثر ڪيو. هن جي شخصيت ۾ جيڪا شيءِ ساچس کي سڀ کان وڌيڪ متاثر ڪندڙ لڳي اهي فرائيڊ جا Experession هئا. اڌ وهي کي پهچڻ باوجود هن ۾ نوجوانن واري تازگي موجود هئي.

فرائيڊ پنهنجا ليڪچر لکت ۾ڪٿي نہ ايندو هو ۽ نہ ڪو حوالن لاءِ نوٽس سامهون هوندا هئس. هو مسلسل ٻہ ٻہ ڪلاڪ ليڪچر ڏيندو رهندو هو ۽ ڪجهہ وقت سوچڻ لاءِ بہ نہ رُڪندو هو. هن جون ڳالهيون ساديون ۽ ذهن نشين ٿيڻ واريون هونديون هيون. تحليل نفسي جي ٽيڪنڪ ۽ ٿيوري مشڪل شيون هيون پر جن طريقن سان هو انهن تي ليڪچر ڏيندو هو تہ سندس ٻڌندڙن کي ڪابہ ڏکيائي نہ ٿيندي هئي. ساڇس هن جي صلاحيتن تي ڏاڍو حيران ٿيندو هو. فرائيڊ اهم سچاين ۽ بنيادي اصولن تي احتياط سان ليڪچر ڏيڻ شروع ڪندو هو. ان کان پوءِ هو ترتيبوار بحث جا اهم نڪتا وضاحت لاءِ کڻندو هو ۽ نهايت خوبصورتي سان انهن کي اختتام تائين پهچائيندو هو. جڏهن هو پنهنجي اصل دريافت جي باري ۾ ٻڌندڙن کي ليڪچر ڏيندو هو تہ اهي پاڻ کي ليڪچر جي حقيقت ۾ پاڻ وڃائي ويهندا هئا. اهڙي طرح هو ٻڌندڙن تي ايترو حاوي رهندو هو جو هو اهو محسوس ڪندا هئا تہ ڄڻ ڪابہ نئين نہ بلڪ اڳ ٻڌل ۽ سمجهيل شيءِ جي باري ۾ ٻڌي رهيا هجن. جڏهن ليڪچر ختم ٿيندو هو تہ ٻڌندڙن کي اهو احساس ٿيندو هو تہ انهن ليڪچر جي هر معاملي ۽ هر سٽ جي حمايت ڪري ڇڏي آهي جن جي عام حالتن ۾ شايد مخالفت ڪن ها.

هن جي ليڪچر جا موضوع خواب، لاشعور، جبريت، دماغي بيمارين ۽ انهن جا سبب ۽ علاج جا طريقا هوندا هئا. اڪثر پنهنجن نين نظرين ۽ دريافتن کي بہ ليڪچر ۾ شامل ڪندو رهندو هو.

ليڪچر کان پوءِ سڄو گروپ فرائيڊ سان گڏجي ڪرنيڪس هائوس جي آڳر ۾ نڪري ايندو هو، پوءِ فرائيڊ گهر وڃڻ لاءِ ٽيڪسي ۾ سوار ٿيندو هو. گهر ۾ اڪثر هن جا دوست ڊاڪٽر رائي، هر فرانڪفرٽر ۽ پروفيسر ڪونگسٽن هن سان ملڻ لاءِ ايندا هئا. اڪثر اهي دوست پاڻ ۾ تاش بہ کيڏندا هئا. تاش ويانا جي مقبول ترين راند هئي. ان راند هلندي بہ فرائيڊ انساني نفسيات، کيڏندڙن جا تاثرات، سندن غلطين، پل پڪ، ڪاوڙ، ڏک، خوشي، جوش ۽ اضطراب جي جذبن جو غور سان جائزو وٺندو رهندو هو. سندس چوڻ هو تہ "راند جي ذريعي انسان جي ڪريڪٽر کي يا "جبريت جي شڪار ڪريڪٽر" کي سمجهڻ ۾ آساني رهي ٿي."

تحليل نفسي سان دلچسپي رکندڙ سندس شاگردن جو هڪ گروپ هر هفتي هن جي گهر ليڪچر ٻڌڻ ايندو هو. هائوس آف اٽانمينٽ کان برگا ۾ ان وقت تائين هو شفٽ ٿي چڪو هو. ان نئين گهر ۾ ان وقت تائين رهيو جيسين تائين کيس فرار نہ ٿيڻو پيو. روايتي طور ويانا جا ڊاڪٽر "ڪنسلٽنگ رومز" پنهنجي گهر ۾ ئي رکندا

هئا. ان ڪري فرائيڊ وٽ بہ گهر جو هڪ ڪمرو ان لاءِ وقف ٿيل هو. هن جو گهر وچولي طبقي جي يهودين جي آبادي وچ ۾ هو.

برگاسي ويانا جي جابلو ٽڪرين ۾ ڪافي اوچائي تي هو. فرائيڊ جي گهر واري جاءِ نهايت پرسڪون ۽ خاموش علائقي ۾ هئي. شروع ۾ هن جو ڪنسلٽنگ روم، پهرين منزل تي هو ۽ باقي خاندان ٻين منزل تي رهندو هو پر ڪجهہ سالن کان پوءِ هن پنهنجو ڪمرو ٻين منزل تي منتقل ڪري ڇڏيو ۽ خاندان لاءِ هيٺيون فلور ڪري ڇڏيو. سندس گهر وچولي طبقي جي گهرن جيان سينگاريل هو. جتي فرائيڊ ڪم ڪندو هو ان سان لاڳيتو هڪ ويٽنگ روم پڻ هو. فرائيڊ جا ڪمرا گهٽ هوادار ۽ جهيٺي روشني وارا هئا. انهن ۾ صرف هڪ دري هئي جيڪا باهر آڳر ۾ کلندي هئي جتي هڪ ڏگهو وڻ پوکيل هو. بهرحال اهي سڀ ڪمرا آرامده ضرور هئا ۽ ضرورت پوڻ تي انهن کي گرم رکڻ جو بہ مناسب انتظام هو. فرائيڊ جي اسٽڊي ميز تي ڪاغذ ترتيب سان رکيل هئا. ميز تي هڪ ايش ٽري جنهن تي فرائيڊ جو برنڊڙ سگار رکيل هوندو هو. ان ڪمري جي ديوارن سان گڏ ڪتابن جا ڪبٽ ٺهيل هئا جن جي اوچائي ڇت تائين پهچندي هئي. ان ڪمري ۾ سگار جي دونهين ۾ فرائيڊ هر اربع ۽ ڇنڇر جي شام جو ليڪچر ڏيندو هو. باقي ڏينهن ۾ رات دير تائين جاڳي پنهنجن ڪمن ۾ مصروف رهندو هو.

برگاسي 19 جي ان جاءِ ۾ علم نفسيات ۽ تحليل نفسي ۾ سچي دلچسپي رکندڙن جو اچڻ 1902ع ۾ شروع ٿيو. هنن جي نظر ۾ فرائيڊ جو گهر سائنس جو مقدس مقام هو ۽ هڪ "ڪاز" جي حيثيت رکندڙ هو. فرائيڊ جو ڪم ڇڻ هنن لاءِ ڪليسا جي مقدس ترين جڳهہ هئي ۽ ان جو ماحول اهڙو هو جڻ بقول ميڪس گراف ڪنهن نئين مذهب جي تخليق ٿي رهي هجي. فرائيڊ ان نئين مذهب جو پيغمبر ۽ شاگرد وغيره حواري هئا.

جيئن حضرت عيسيٰ عہ جا حواري پنهنجن مرتبن جي لحاظ سان هن سان وڌيڪ ويجهڙائي رکندا هئا. اهڙو ئي حال فرائيڊ جي حوارين جو بہ هو. جيڪي ويٽنگ روم ۾ پنهنجي حيثيت جي لحاظ سان ويهندا هئا. ابتدا ۾ ايڊلر ۽ اسٽيڪل هن جا پسنديده شاگرد هئا. اهي هن جي ساڄي ۽ کاٻي طرف کان ويهندا هئا. هر گروپ ميمبر ترتيب جي حساب سان بحث ۾ حصو وٺندو هو. فرائيڊ ميز جي هڪ ڪنڊ کان ڪرسي تي ويهندو هو ۽ سگار جي دونهين سبب بمشڪل ڏسڻ ۾ ايندو هو. ڪم جون ڳالهيون شروع ٿيڻ کان اڳ سڀ ناشتو ڪندا هئا جيڪو سگارن وغيره تي مشتمل هوندو هو. ڪم شروع ڪرڻ وقت تحليل نفسي جي اهم خصن تي

مشتمل هڪ صفحي جو نوٽ پڙهيو ويندو هو. پبلڪ ليڪچر جي پيٽ ۾ هي ليڪچر وڏيڪ جرئتمندي ۽ بي باڪي سان ڏنا ويندا هئا. سڀ کان اڳ فرائيڊ پنهنجي دليلن کي پيش ڪندو هو. پوءِ هو انهن جي حق ۾ اهڙا ثبوت ڏيندو هو جو ڪنهن به اختلاف جي گنجائش نه رهندي هئي. هر ڪنهن کي يقين ٿي ويندو هو ته فرائيڊ درست ٿي چوندو هوندو. هو ڌيمي آواز ۽ هموار لهجي ۾ ڳالهائيندو هو. هو هڪ مقرر جهڙين صلاحيتن کان عاري هو پر بهرحال سندس انداز عالمانه ضرور هوندو هو. جڏهن هو پنهنجي ڳالهه چئي ڇڏيندو هو ته پوءِ فرائيڊ ۽ سندس ٻڌندڙن ۾ بحث جو دروازو کلي پوندو هو.

پنهنجي وڏن جيان فرائيڊ به روايتن جو پابند هو ۽ يقين رکندو هو ته سڀ يهودي سينا جي ريگستان ۾ گڏ ٿيا هئا ۽ قانونِ مقدس جي ذميداري سندن ڪلهن تي اچي وئي هئي. مقدس قانون جو احساس فرائيڊ کي ڪجهه وڌيڪ هو. هن لاءِ اهو هڪ مسيحي مشن بنجي چڪو هو. تحليل نفسي جون دريافتون هن جي ۽ هن جي پيروڪارن جي ذهنن ۾ هڪ قانونن جو مجموعو بنجي ويون هيون. هڪ اهڙو مجموعو جيڪو دنيا کي ڏوڙڻ لاءِ ڪافي هو. هڪ اهڙو ئي قانونن جو مجموعو هن کان اڳ موسيٰ ۽ عيسيٰ. پنهنجي پيروڪارن اڳيان پيش ڪري چڪا هئا. تحليل نفسي جي قانونن کي عام ڪرڻ فرائيڊ لاءِ پيغمبري جيان هو. ان نئين مذهب جي ترقي لاءِ فرائيڊ کي يهودا جون ڪجهه خاصيتون اختيار ڪرڻيون پيون. هن پنهنجن نظرين ۽ دريافتن کي قبول ڪرائڻ لاءِ سخت انداز اختيار ڪيو ۽ هڪ ئي وقت پيءُ، استاد ۽ هيرو بنجي ويو. هن جي پيروڪارن به تحليل نفسي کي هڪ نئين مذهب جي حيثيت جيان تسليم ڪري ڇڏيو. فرائيڊ جا به عيسيٰ جيان خاص حواري هئا. جن ۾ ابراهام، اٽنگون، جونز، فرنزي ۽ ساچس خاص طور تي مشهور هئا جيڪي فرائيڊ جي هر ڳالهه تي "ها" ڪندا هئا. انهن حوارين ۾ ژنگ ۽ ايڊلر به هئا جيڪي ان نئين مذهب جي نظرين کان مجموعي طور مطمئن نه هئا ۽ جلد ئي اهي فرائيڊ جي خاص جلقي مان خارج ٿي ويا. بين تنظيمن جيان بين الاقوامي سائيڪو انالیٽڪ آرگنائيزيشن ٺاهي وئي ته جيئن جاهلن ۾ هن نئين مذهب جي روشني ڦهلائي سگهجي. فرائيڊ جي هر چيل ۽ لکيل ڳالهه کي غير معمولي احترام ڏنو ويندو هو. بهرحال يهوديت جا ڪجهه مفاد هن نئين ٿيوري سان ٽڪراءَ ۾ هئا.

اهو گروپ انتهائي مضبوط ۽ متحد هو. پر فرائيڊ جي مطلق العنان طرزِ عمل ڪافي ميمبرن کي هن کان بد دل ڪري ان مان نڪرڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو. اهي اُهي ميمبر هئا جڪي هر ڳالهه تي "ها" ڪرڻ کان لنوائيندا هئا ۽ فرائيڊ جي هر

نظريي کي بنا ڪنهن بحث يا ڇنڊڇاڻ جي قبول نہ ڪندا هئا. فرائيڊ اهڙن ماڻهن کي وڌيڪ پسند ڪندو هو جيڪي نہ تنقيد ڪندا هئا ۽ نہ سوال يا بحث ڪندا هئا. فزوٽل کي فرائيڊ جي -اها تنگ ظرفي ۽ تنگ دلي ڪجهہ وڌيڪ محسوس ٿيندي هئي. فرائيڊ جي ان رويي مان هن سمجهي ورتو هو تہ تحليل نفسي وغيره کي جيڪو قبول ڪندو هو ۽ ساراهيندو هو فرائيڊ ان کي پسند ڪندو هو.

وٽل جيان ميڪس گراف بہ فرائيڊ جي مطلق العنانيت کي پسند نہ ڪندو هو. گروپ جا ٻيا بہ ڪيترائي ميمبر هئا جن کي فرائيڊ جو "غدار" سمجهيو ويندو هو. جن ۾ ايڊلر، اسٽيڪل ۽ رينڪ جا نالا خاص طور تي قابل ذڪر آهن. گراف فرائيڊ جي شرافت نفس، لياقت ۽ ذهانت جو مداح ضرور هو پر فرائيڊ جي سخت انداز ۽ نظرين کي زبردستي پنهنجي پيروڪارن تي ٺوڪڻ جو طريقو ڪيس سخت ناپسند هو. هونءَ بہ فرائيڊ جا نظريا اهڙا نہ هئا جن کي بنا بحث يا انڌا ڌنڌ قبول ڪيو وڃي. هر نظريي کي قبول ڪرڻ لاءِ هڪ مثبت بحث جي ضرورت ٿيندي آهي ۽ فرائيڊ کي اهو پسند نہ هو تہ سندس نظرين تي آڱر کنئي وڃي. انهن ڳالهين جي ڪري ميڪس گراف گروپ مان نڪرڻ تي مجبور ٿيو هو.

1909ع ۾ فرائيڊ گروپ ڇڏي وڃڻ وارن لاءِ چيو هو. "شروع کان اسانجو سرڪل اهڙن ماڻهن تي مشتمل هو جن تحليل نفسي جي تحريڪ واري تاريخ ۾ اهم مقام ناهيو هو. پر ترقي ۽ بلند مقام تائين پهچڻ ۾ تمام گهٽ ڪامياب ٿيا. مان مطمئن هوس ۽ مون کي انهن جي صلاحيتن تي پورو پورو پروسو ۽ اعتماد هو. پر پوءِ ڪجهہ اهڙا واقعا پيش آيا جو اسان جو سرڪل گهڻو وقت متحد نہ رهي سگهيو. انهن کي منهنجن نظرين تي بہ اختلاف هئا. تحليل نفسي هڪ اهڙي شيءِ آهي جنهن جو علم حاصل ڪرڻ ۽ پريڪٽس ڪرڻ لاءِ خاص تحمل ۽ قوت برداشت جي ضروت هوندي آهي. محض بحث مباحثي، جهڳڙي ۽ بنا سبب مخالفت سان هي علم سکڻ ممڪن نہ آهي."

فرائيڊ جي ان بيان مان لڳي ٿو تہ سندس دل ۾ پنهنجن پهرين پيروڪارن لاءِ وڌيڪ گهٽي عزت نہ هئي. شايد هن محسوس ڪري ورتو هو تہ هنن کي تحليل نفسي سان ڪا سچي دلچسپي نہ هئي بلڪہ پنهنجي ڪنهن مفاد لاءِ ئي دلچسپي هئي. پوءِ بہ هو انهن کي برداشت ڪندو آيو. فرائيڊ جو رويو پنهنجن پيروڪارن سان ابتدا کان ئي تحمل وارو رهيو هو. سندس نظر ۾ اهي اهڙا نجات ڏياريندڙ هئا جيڪي هن کي نامعلوم جزيري مان آزادي ڏيارڻ آيا هئا جتي هو خود ڪفالت ۽ خود داري سان ڪنهن رابنسن ڪروسو جيان رهي رهيو هو. هن جا اهي پيروڪار هن جي سائنٽيفڪ

اڪيلائي ۾ سڪون جو ذريعو ٿي نه پر اميد جو ڪرڻو به هئا. انهن جي ٿي سهاري تي هن جا نظريا ۽ دريافتون دنيا ۾ ڦهلجي وينديون. اهڙي طرح هو پنهنجي لاءِ معاشري ۾، جنهن جو هو هڪ ڊڪاريل فرد هو پاڻ هڪ بلند ۽ باحيثيت ۽ معزز مقام حاصل ڪري وٺندو. پر هن پنهنجن پيروڪارن ۾ ڪجهه وڏيڪ اميدون وابسته ڪيون هيون ۽ اهائي سندس غلطي هئي. هو انهن کي پنهنجو اولاد سمجهندو هو. پر بحيثيت پيءُ هن انهن سان اهڙو ورتاءُ رکيو جيڪو سندس پيءُ ساڻس رکندو آيو هو ۽ جنهن کان هو شديد نفرت ڪندو هو.

هتي فرائيڊ ۽ هانز ساچس جي تعلقات جو ذڪر ڪرڻ به ضروري آهي. ساچس فرائيڊ کي ٽيهن سالن کان سڃاڻندو هو. هو سائيڪاٽرڪ ڪلينڪ ۾ ايندڙن مان پهريون فرد هو، ان کان علاوه هن جو خاص شاگرد ۽ گهر ۾ ٿيندڙ ليڪچر وارن گروپ جو خاص ميمبر هو. جلد ئي هو فرائيڊ جو خاص معاون به بڻجي ويو. پر فرائيڊ کي هن ۾ اهڙيون خاصيتون نظر نه آيون جنهن ڪري سندس قدر ٿئي ها. تنهنڪري جيڪا شيءِ ٻن دوستن وچ ۾ بي تڪلف ماحول ۽ گرمجوشي پيدا ڪندي آهي اها اڻ لڀ هئي. فرائيڊ جي هڪ خامي اها هئي ته هو ڪنهن به ناخشگوار واقعي کي وساريندو نه هو ۽ نه ئي ڪنهن جي غلطي کي آساني سان وساريندو هو يا معاف ڪندو هو. ساچس سان هڪ به دفعو ائين ٿي چڪو هو. فرائيڊ پنهنجن ٻڌندڙن کي پنهنجي مرضي جي ڳالهه چوڻ جي اجازت ڏيندو هو. اهي پنهنجا تاثرات ۽ نظريا بيان ڪرڻ ۾ آزاد هئا. فرائيڊ توجهه سان انهن جون ڳالهيون ٻڌندو هو پر انهن سان متفق ڪڏهن نه ٿيندو هو ۽ نه ئي انهن جي ڪنهن ڳالهه کي صحيح تسليم ڪندو هو. اهڙي حالت ۾ ساچس اهو بهتر ڄاتو ته فرائيڊ جي هر ڳالهه کي بنا ڪنهن اعتراض جي تسليم ڪندو وڃي. حيرت جي ڳالهه اها آهي ته پوءِ به فرائيڊ جي دل ۾ هن جي ڪا به عزت يا قدر نه ٿي سگهيو. ائين ٿي معلوم ٿيو ڄڻ هو پنهنجن سچن پيروڪارن کي به ذليل ۽ خوار ڪري خوش ٿيندو هو. هو انهن کي "آسپاس ڦرندڙ مکيون" چوندو هو.

هن گروپ جا بنيادي ميمبر اهڙا به هئا جن جي فرائيڊ عزت ڪندو هو. اهي پنهنجي ڪم ۾ گهري دلچسپي رکڻ وارا ۽ آزاد طور ڪم ڪرڻ وارا ماڻهو هئا جيڪي اڪثر هلي فرائيڊ کان الڳ ٿي ويا هئا. انهن مان هڪ آٽو رينڪ به هو. هو ذهين، لائق ۽ مستقل مزاج شخص ويهه سالن تائين فرائيڊ جو معاون رهيو. اهو شخص فرائيڊ جي ڪابي پاسي کان ويهندو هو. رينڪ جي ذميداري هئي ته هو فرائيڊ جي اجلاسن، ليڪچر ۽ پارٽين جو انتظام سنڀاليندو هو. هن 1908ع ۾ تحليل

نفسي جي هڪ ايسوسيئيشن قائم ڪئي. فرائيڊ هن کي پنهنجو پيارو پٽ ڪري ڪوٺيندو هو. هو زندگي ۾ پنهنجو مقام ٺاهڻ لاءِ فرائيڊ جي هر طرح مدد ڪندو هو. تحليل نفسي ۾ پڻ هن جو اهم ڪردار رهيو هو. پوءِ بہ فرائيڊ طرفان ايتري عزت افزائي ۽ شفقت جي باوجود رينڪ لاءِ ڏاڍو مشڪل هو. بهرحال هن فرائيڊ کان مثبت انداز سان عليحدگي اختيار ڪئي. فرائيڊ کان الڳ ٿيڻ تي هن فرائيڊ جي نظرين کي بہ خيرباد چئي ڇڏيو. پر اڳتي هلي پيهر انهن کي قبول ڪري ورتو.

الفريڊ ايڊلر پڻ اهڙو پيروڪار هو جنهن جي فرائيڊ عزت ڪندو هو ايڊلر احساس ڪمتري ۽ ڪمزوري کي جنسي انتشار جو سبب سمجهڻ بجاءِ دماغي خلل جو سبب قرار ڏنو. هن جو نظريو هو تہ هڪ بار ۽ هڪ عورت ان ڪري مرد بنجڻ جي خواهش رکن ٿا ڇو تہ مرد انهن کان وڌيڪ طاقتور ۽ بااختيار هوندو آهي.

ايڊلر جڏهن فرائيڊ جي ليڪچر گروپ ۾ شامل ٿيو هو تہ هن تحليل نفسي ۾ ڪا بہ دلچسپي نہ ورتي هئي ۽ نہ ئي لاشعوز طرف هن توجهہ ڏني. هو مڪمل طور نٽشي جي "قوت ارادي" جو حامي هو. هو فرائيڊ جي نظرين کي آساني سان قبول نہ ڪندو هو ۽ نہ ئي پنهنجن نظرين سان اختلاف يا ترديد آساني سان برداشت ڪندو هو. هن جي اها ڳالهہ فرائيڊ کي پسند هئي. ايڊلر ۾ اها جرئت بہ هئي تہ هو فرائيڊ جي نظرين سان اختلاف ۽ انهن تي آزادانہ بحث ڪري سگهندو هو. ڪيس ويٽنگ روم ۾ نمايان مقام حاصل هو. اڳتي هلي فرائيڊ ڪيس ويانا جي تحليل نفسي سوسائٽي جو سربراهہ بنائي ڇڏيو. پر ايڊلر فرائيڊ سان سمجهوتو ڪرڻ وارو انسان نہ هو. تنهنڪري ڪجهہ وقت پوءِ هو فرائيڊ کان الڳ ٿي ويو.

دنيا جا پهريان سائيڪاٽرسٽ جن فرائيڊ جي نظرين کي قبول ۽ اختيار ڪيو اهي يوجين بلولر، زيورچ ڪي برگولزلي ڪلينڪ آف سائيڪاٽري جو ڊائريڪٽر ۽ چيف معاون ڊاڪٽر ڪارل گستاف زنگ هئا. ان زماني ۾ سائيڪاٽرسٽن وچ ۾ تحليل نفسي تي گرما گرم بحث هلندڙ هئا. سوئيزرلينڊ ۾ فرائيڊ جي نظرين کي بنا اعتراض قبول ڪيو ويو ۽ حمايت ۾ چڻ تحريڪ هلي پئي. 1902ع ۾ زنگ هڪ ڪتاب شايع ڪرايو هو جنهن ۾ هن فرائيڊ جي خوابن متعلق نظرين جي حمايت ڪئي هئي. ان کان پوءِ 1903ع ۽ 1904ع ۾ بلولر ۽ زنگ برگولزلي ڪلينڪ ۾ اچڻ وارن مريضن جو فرائيڊ جي طريقي سان علاج ڪرڻ شروع ڪيو. انهن ڪلينڪ جي سموري اسٽاف کي پڻ اهڙيون هدايتون جاري ڪيون.

1907ع ۾ هڪ سائيڪاٽرسٽ ابراهام برل علم جي حاصلات لاءِ برگولزلي پهتو ته هن اتي فرائيڊ جو گهرو اثر موجود ڏٺو. اتي فرائيڊ جي طريقن مطابق علاج ڪيو ويندو هو. اسٽاف جا ميمبر فرائيڊ جا سچا پيروڪار هئا. ڊاڪٽرن جون زالون ۽ نرسون به فرائيڊ جي نظرين ۽ تعليمات مان متاثر هيون ۽ فرائيڊ جي ٻڌايل طريقن مطابق مريضن جو علاج ڄاڻنديون هيون. انهن ماڻهن "رسائيڪو انا ليسس سرڪل" به قائم ڪيو هو جنهن جو اجلاس هر مهيني ٿيندو هو.

سائيڪاٽري، دلچسپي کان خالي شيءِ هئي. چرياڻپ ۽ ذهني بيمارين جي علاج جا طريقا تمام پراڻا هئا. بلڪ صدين جا فرسوده طريقا علاج لاءِ استعمال ۾ هئا. پر فرائيڊ جي نظرين سڀ ڪجهه بدلائي ڇڏيو. خاص طور برگولزلي ته بلڪل تبديل شده دماغي شفاخانو لڳندو هو. برل کي اهي نوان علاج جا طريقا بيحد عجيب پر دلچسپ لڳا.

برگولزلي ۾ ڪم ڪندڙ ڪافي ڊاڪٽر اهڙا هئا جن اڳتي هلئي تحليل نفسي جي تحريڪ ۾ وڏو نالو پيدا ڪيو. ايمنس رڪلين، ڪارل ابراهام ۽ مائر قابل ذڪر آهن. سموري اسٽاف ۾ زنگ ڪان وڌيڪ فرائيڊ جو سچو ۽ پرخلوص پيروڪار شايد ڪوبہ نہ هو. هو فرائيڊ جي نظرين جو پرچارڪ هئو ۽ ان جي حمايت ۾ هر ڪنهن سان وڙهڻ لاءِ تيار ٿي پوندو هو. هو خوابن جو بهترين ترجمان ۽ تحليل نفسي جو ماهر پريڪٽيشنر بڻجي ويو هو. هو هڪ باهمت ۽ جوشيلو ماڻهو هو. هن ڪجهہ عرصو اڳ علم نفسيات تي هڪ ڪتاب تحرير ڪيو هو جيڪو يورپ جي نوجوان نفسيات جي ماهرن طرفان بي حد ساراهيو ويو. ساڳئي وقت سينئر ماهرن طرفان تنقيد ۽ نفرت جو نشانو بڻيو. تحليل نفسي تحريڪ ڪي سوئيزرلينڊ ۾ متعارف ڪرائڻ وارو ڊاڪٽر بلولر هو پر اهو زنگ ئي هو جنهن جي گهري دلچسپي ۽ جدوجهد ان تحريڪ ڪي وڌيڪ فعال بڻايو ۽ ان جا اثر پوري سوئيزرلينڊ ۾ پکڙجي ويا.

ويانا ۾ فرائيڊ کي برگولزلي ۾ زنگ جي جدوجهد جون خبرون بڌي ڏاڍي خوشي ٿيندي هئي. هن يورپ جي ٻين شهرن ۾ بہ تحليل نفسي تحريڪ کي ڦهلائڻ جون ڪوششون ڪيون هيون پر سڀ کان وڌيڪ ڪاميابي هن کي زيورچ ۾ حاصل ٿي هئي. اتان جا ماڻهو هر نئين سائنسي ايجاد کان واقف ٿيڻ ۽ سائنسي دريافتن ۾ دلچسپي رکندڙ هئا. سوئيزرلينڊ جا اڪثر ماڻهو پروٽيسٽنٽ فرقي سان تعلق رکندڙ هئا ۽ وڏا روشن خيال پڻ. ان ڪري فرائيڊ کي انهن مان بنا تعصب پنهنجا نظريا قبول ٿيڻ جي توقع هئي.

زنگ قدآور، خوش پوش ۽ پُرهمت نوجوان هو. فرائيڊ کي زنگ جي روپ ۾ هڪ اهڙو محافظ سپاهي ملي ويو هو جنهن جي مدد سان هو پنهنجي جدوجهد وڌيڪ بهتر همت سان جاري رکي سگهيو ٿي. هن اشارتن پنهنجي پيروڪارن سان ڪيئي دفعا زنگ کي سندس جانشين طور ذڪر ڪري چڪو هو.

نفسيات جي ميدان ۾ سوئس ڪيترين ئي دريافتن ڪري چڪا هئا. ونٽ جا تجربا ۽ دريافتون دنيا وٽ پهچي چڪيون هيون، جنهن تجرباتي نفسيات ۽ تحليل نفسي درميان هڪ پل جو بنياد بنائي رکيو هو. سوئس ماهرن تحليل نفسي کان واقف ٿيندي ئي ان کي تجربن ذريعي پرکڻ جو ڪم شروع ڪري ڏنو هو. بلولر پنهنجي هڪ ڪتاب ۾ لکيو هو تہ ڪيترن ئي دماغي ڪيسن جي تحليل نفسي جي عمل ذريعي وضاحت ۽ تشريح ڪري سگهجي ٿي جنهن ۾ خواب پڻ شامل آهن. ان کان پوءِ 1911ع ۾ هن هڪ ڪتاب ۾ لکيو تہ تشخيص جا پراڻا طريقا فرسوده ۽

بيڪار آهن. انِ ڪتاب ۾ تحليل نفسي جي طريقن جي حمايت ڪئي وئي ۽ اهي دليل ڏنا ويا تہ انهن طريقن سان تشخيص ذريعي ڪيترن ئي ذهني بيمارين جي اصليت تائين پهچي سگهجي ٿو. هن جا دليل اهڙا هئا جو ڪوبہ سائيڪاٽرسٽ تحليل نفسي کي نظرانداز نہ ڪري سگهيو.

اڳتي هلي زنگ "مونجهارن" تي روشني وجهڻ شروع ڪئي. "مونجهارا" ڪڏهن بہ فرائيڊ لاءِ اهم يا توجهہ طلبُ نہ رهيا هئا. زنگ جي نظر ۾ مونجهارا ذهني بيمارين جو بنياد هئا. زنگ جي ان نئين منطق تحليل نفسي سان گڏوگڏ مقبوليت حاصل ڪري ورتي ۽ هر هنڌ قابل قبول سمجهيو ويو.

تحليل نفسي تحريڪ جي مقبوليت کي ڏسندي 1908ع ۾ سالز برگ ۾ پهرين تحليل نفسي ڪانفرنس منعقد ٿي. اهو پهريون موقعو هو مختلف ملڪن سان تعلق رکندڙ ماڻهن تحليل نفسي تي پنهنجي راءِ جو اظهار ڪرڻ لاءِ هڪ هنڌ گڏ ٿيا هئا. زيورچ ۽ ويانا جي سائيڪاٽرسٽن کان علاوه لنڊن، بڊاپسٽ ۽ پيرس جي سائيڪاٽرسٽن بہ شرڪت ڪئي. ان ڪانفرنس ۾ ٻين ڪيترن فيصلن سميت هڪ باقائدا رسالي ڪڍڻ جو فيصلو ڪيو ويو. اهو رسالو 1909ع کان شايع ٿيڻ شروع ٿيو. ان جا ايڊيٽر بلولر ۽ فرائيڊ هئا ۽ معاون ايڊيٽر زنگ هو. اهو رسالو واري واري سان ويانا ۽ زيورچ مان شايع ٿيندو هو.

پروپيگنڊا جي ان ذريعي وڏو اثر ڇڏيو. 1911ع ۾ هيولاڪ ايلس جيڪو تحليل نفسي جي تحريڪ کان خاص متاثر هو ان لکيو: فرائيڊ جي تحريڪ هاڻ آسٽريا ۽ سوئيزرلينڊ کان نڪري آمريڪا ۾ پڻ مقبوليت ماڻي رهي آهي. برطانيہ، ڪئنيڊا ۽ هندستان ۾ بہ اها تحريڪ هردلعزيز ٿي رهي آهي ۽ ٻي شڪ آسٽريليا ۾ بہ. تازو ئي چلي جي هڪ ڊاڪٽر ٻين بين الاقوامي ڪانگريس ۾ تحليل نفسي ٿراپي جي فائدن ۽ ٻارن جي جنسيات جي فائدي ۾ دليل پيش ڪيا آهن. ان ڪانگريس ۾ هڪ برطانوي ماهر نفسيات جيڪو هندستان سان تعلق رکندڙ هو تنهن تحليل نفسي جي ذريعي علاج کي هندستاني ذهني مريضن لاءِ ڪامياب ۽ فائديمند قرار ڏنو آهي جتي سوين ديوتائن ۽ ديوين جي عبادت ڪئي ويندي آهي.

فرائيڊ جي نظرين کي سڀ کان وڏيڪ پذيرائي آمريڪا ۾ حاصل ٿي. 1908ع ۾ ڊاڪٽر برل زيورچ مان آمريڪا روانو ٿيو هو. ان جڏهن نيويارڪ ۾ پهريون پيرو تحليل نفسي جو پرچار شروع ڪيو تہ کيس شديد مخالفت کي منهن ڏيڻو پيو. ائين ڪيئي سالن تائين برل آمريڪا ۾ واحد ماهر تحليل نفسي جي حيثيت سان ڪم ڪندو رهيو ۽ ليڪچر ڏيڻ ۾ مصروف رهيو. هن جا ليڪچر توجهہ ۽ دلچسپي سان

پڏا ويندا هئا. پوءِ آهستي آهستي هن جون ڳالهيون ماڻهن کي متاثر ڪرڻ لڳيون ۽ تحليل نفسي جو نظريو مقبوليت حاصل ڪندو ويو. 1909ع ۾ پروفيسر جي، ٽينلي هال يونيورسٽي ميساچوسلٽس فرائيڊ ۽ ژنگ کي يونيورسٽي جي ٻاويهين سالگرهه ۾ شرڪت جي دعوت ڏني ۽ اهو پڻ چيو ويو ته هو ماهر نفسيات ڪانفرنس ۾ تحليل نفسي تي ليڪچر ڏين. ان کان علاوه فرنزي پڻ آمريڪا اچي پهتو ان کان پوءِ برل ۽ جونز پڻ اتي پهتا.

جڏهن فرائيڊ ڪلارڪ يونيورسٽي پهتو ته اهو ڏسي هن کي ڏاڍي حيراني ٿي ته فيڪلٽي نه صرف سندس ڪم کان واقف هئي بلڪه شاگردن کي ليڪچر ڏيڻ جو ڪم پڻ جاري ٿيل هو. آمريڪا هن جي هر ڪم کي بغير ڪنهن تعصب ۽ جانبداري جي قبول ڪري ورتو هو. جڏهن ته يورپ ۾ هر قسم جو تعصب ۽ دشمني موجود هئي. انتهائي مطمئن ٿي فرائيڊ آمريڪا مان وڃانا آيو. آمريڪا جي باري ۾ هن جي راءِ ڪڏهن به سٺي نه رهي هئي. اتي پنهنجو گرمجوش استقبال، ليڪچر جي شاندار پذيرائي ۽ اعزاز وغيره به آمريڪا جي باري ۾ هن جي منفي راءِ کي تبديل نه ڪري سگهيا. جينستائين هو آمريڪا ۾ رهيو، مستقل بدهاضمي ۽ پيٽ جي تڪليف ۾ مبتلا رهيو. جڏهن ڪجهه سالن کان پوءِ ژنگ خطن ذريعي هن کي آمريڪي معاشري جي جنسيت جي آزادانه تعلقات متعلق تفصيل لکڻ شروع ڪيا ته فرائيڊ کي آمريڪا لاءِ وڌيڪ نفرت پيدا ٿي. هو عورت جي برتري جو شديد مخالف هو. هن جو استدلال هو ته پاڻ تي عورت کي حاوي ڪرڻ وارا مرد، دراصل مرد ٿي نه آهن. هڪ صحيح ۽ بهترين معاشرو صرف ان صورت ۾ وجود ۾ ايندو جڏهن عورت مرد جي حاڪميت تسليم ڪري وٺي. مرد عورتن تي هر طرح سان حاوي هجن. عورتون پنهنجي عصمت جي حفاظت ڪن، آمريڪي عورتن جيان هرگز نه ٿيڻ گهرجي، جن کي ان دولت جي لٽجي وڃڻ جو ڪو خطرو نه هوندو آهي، بلڪه هو ان جرم کي جرم به نٿيون سمجهن.

آمريڪا ۾ قيام دوران فرائيڊ جا جي، اسٽينلي، جيمز، پٽنم وغيره سان گهرا دوستاڻا لاڳاپا قائم ٿي چڪا هئا. پٽنم شروع ۾ تحليل نفسي جو سخت مخالف هو پر پوءِ ان جو پڪو حامي ٿي ويو هو. آمريڪي فلسفي وليم جيمز سان به فرائيڊ جي دوستي ٿي وئي هئي. ان سان وابسته هڪ واقعو فرائيڊ ڪڏهن نه وساري سگهيو. هڪ دفعو هو ۽ وليم جيمز پنسار ڪري رهيا هئا ته وليم جيمز فرائيڊ کي هڪ بيگ ڏيندي چيو هو ته هن کي Angina Pecyoris جو دورو پوڻ وارو آهي. هڪ سال کان

پوءِ جڏهن ساڳي دوري پوڻ سبب هو فوت ٿيو تہ فرائيڊ کي ڏاڍو رنج پهتو. هن لکيو تہ ڪاش مان بہ موت جي خطري کان اهڙوئي بي خوف هجان جهڙو وليم جيمز هو.

1910ع جي بهار ۾ فرائيڊ نيور مبرگ ۾ بين تحليل نفسي ڪانفرنس سڏائي وئي. ان وقت فرائيڊ کي يقين ٿي چڪو هو تہ ”ژنگ جي صورت ۾ هڪ سچو سپاهي ملي ويو آهي. جيڪو خاص دل سان تحليل نفسي تحريڪ جي جدوجهد جاري رکندو. اهڙو اظهار هو پنهنجي پيروڪارن مثال طور وٽل وغيره سان ڪري چڪو هو ”ژنگ منهنجي نظر ۾ هڪ پٽ جيان آهي ۽ ان کي مان ڏاڍو عزيز رکندو آهيان.“ وٽل جي لفظن ۾ تہ فرائيڊ ۽ ژنگ هڪٻئي سان ائين هئا جيئن ”موسيٰ ۽ هارون“

نيور مبرگ ڪانگريس جي موقعي تي فرائيڊ ان ڳالهہ کي خاص طور نوٽ ڪيو تہ هن جا ويانا جا پيروڪار اهل زيورچ سان مثبت رويو اختيار نہ پيا ڪن. ويانا جا پيروڪار اڪثر يهودي هئا ۽ انهن کي ژنگ پسند نہ هو ڇو تہ هو غير يهودي هو. زيورچ وارا پروٽيسٽنٽ هئا ۽ انهن کي اها ڳالهہ پسند نہ هئي تہ نفسيات جي هر ميدان ۾ ويانا جي يهودين جي اجاره داري هجي. ڪانفرنس ۾ فرائيڊ تجويز پيش ڪئي تہ هڪ بين الاقوامي سائيڪو اناليٽڪ ايسوسيئيشن قائم ڪرڻ گهرجي، جنهن جو مرڪز زيورچ هجي ۽ ايسوسيئيشن جو اڳواڻ ژنگ هجي ۽ اهوئي سيني تحليل نفسي جي ماهرن جي ڪمن جي نگراني ڪري.

ويانا وارن کي فرائيڊ جي ان تجويز ۾ پنهنجي زوال جي خطري جي جهلڪ نظر اچڻ لڳي. انهن ان ڪانفرنس کان پوءِ ساڳي شام هڪ خفيہ گڏجاڻي گرانڊ هوٽل نيورمبرگ ۾ ڪئي. ان گڏجاڻي ۾ ايڊلر ۽ اسٽيڪل خاص طور شامل هئا ۽ ان گڏجاڻي ۾ فرائيڊ جي تجويز جي مذمت ڪئي وئي ۽ ان کي ويانا وارن لاءِ نقصانڪار فيصلو قرار ڏنو ويو. اها ڄاڻ جڏهن فرائيڊ کي پئي تہ ان شرڪت ڪندڙن کي احمق ۽ بيوقوف قرار ڏنو ۽ انهن جي ڳالهين، اعتراضن ۽ احتجاجن کي فضول قرار ڏنو.

”اوهان ۾ اڪثريت يهودين جي آهي“ فرائيڊ پنهنجي باغي پيروڪارن کي چيو هو ”۽ يهودي هر دور ۾ غير يهودين طرفان مخالفت ۽ ڏک سهندا آيا آهن. يهودين جي نين ايجادن کي غير يهودين ڪڏهن بہ آساني سان قبول نہ ڪيو آهي. پنهنجن نظرين ۽ ايجادن کي دنيا کان مڃرائڻ لاءِ يهودين کي غير يهودين سان بهتر تعلقات رکڻ جي شديد ضرورت آهي، مان هاڻ پوڙهو ٿي چڪو آهيان ۽ مون ۾ مسلسل حملا ۽ مخالفتون سهڻ جو دم نہ رهيو آهي. باهمي انتشار اسان لاءِ خطرناڪ آهي. ان کان گريز ڪرڻ گهرجي.“

اهو پهريون موقعو هو جڏهن هن مذهب جي حوالي سان ڳالهايو هو ۽ يهودين جي تاريخ جو حوالو ڏنو هو. ان واقعي کان گهڻو عرصو اڳ جڏهن سندس پيءُ جو انتقال ٿيو هو ته هن کي بحيثيت يهودي پنهنجي قوم جي اڪيلائي جو احساس ٿيو هو. پر ان احساس سندس نظر ۾ وڌيڪ گهرائي ۽ طبيعت ۾ سنجيدگي ضرور پيدا ڪئي هئي. ائين هو وڌيڪ تنهائي پسند بنجي ويو هو. انهيءَ تنهائي ۾ هن يهودين جي هڪ تنظيم کي هڪ ڀيرو چيو هو "ان تنهائي مون ۾ اها خواهش پيدا ڪئي آهي ته مان پڙهيل لکيل ۽ باشعور ماڻهن جو هڪ اهڙو گروپ تشڪيل ڏيان جيڪو منهنجي ڪم تي اجايو تنقيد نه ڪري، اهڙا ماڻهو شايد مون کي يهودين مان آساني سان ملي ويندا. يهودي هجڻ سبب ماڻهو غير يهودين جيان منهنجي مخالفت نه ڪندا ۽ نه ئي منهنجي ڪنهن نظريي يا دريافت سان اختلاف ڪندا. مان اڳ به يهودي هوس هاڻ به يهودي آهيان ۽ مون کي ان تي فخر آهي."

فرائيڊ ان سوسائٽي ۾ گرانڊ هوٽل ويانا ۾ پيش اچڻ واري واقعي کان ڏهه سال اڳ شرڪت ڪئي هئي. ان شرڪت جو سبب مذهبي جوش وغيره نه هو. هن جو چوڻ هو ته هو سڄي عمر لامذهب رهيو هو. حالانڪه سندس پرورش يهودي اصولن تحت ٿي هئي. مذهبي اخلاقيات جو ڪوبه سبق هن جي فطرت ۾ داخل نه ٿي سگهيو هو. هونءَ به يهودي هر جاءِ کي پنهنجو وطن بنائي سگهن ٿا. هن جي خيال ۾ يهوديت بيشمار سياهه جذباتي قوتن مان نهيل هڪ شيءِ هئي ۽ ايتري طاقتور هئي جو لفظن ۾ ان متعلق وضاحت نٿي ڪري سگهجي. بهرحال هر يهودي ان جي اندروني شناخت جو واضح شعور رکي ٿو.

اهو اندروني شناخت جو واضح شعور ئي هو جو فرائيڊ ژنگ کي تحليل نفسي تحريڪ جي اڳواڻي لاءِ چونڊيو هو. فرائيڊ محسوس ڪيو هو ته ويانا ۾ تحليل نفسي تحريڪ جي ترقي ۾ بي شمار رڪاوٽون آهن. جڏهن ته زيورچ جي آبهوا ڪنهن نئين سائنس جي ترقي لاءِ ڏاڍي سازگار ۽ موافق هئي. ان کان علاوه هن جو پنهنجو وجود به هو جيڪو ان علم جي ترقي ۽ اشاعت جي راهه ۾ رڪاوٽ هو. هو ويانا ۾ ائين هو جيئن ڊارون برطانيه ۾. ڊارون سان به هن جا هم وطن اڻوڻتن جهڙو سلوڪ ڪندا هئا ۽ هن جي هر دريافت جو مذاق ڪندا هئا. فرائيڊ جي جواني هاڻ گذري چڪي هئي. چونجاهه سالن جي عمر ۾ مسلسل مخالفتن ۽ اختلافن کي برداشت ڪندي هو وڌيڪ ترقي جي قابل نه رهيو هو. هن چاهيو ٿي ته هاڻ جيڪو به ڪم ٿئي بنا اختلاف ۽ بنا مخالفت اطمينان ۽ امن سان ٿئي ۽ جيئن ژنگ جو تعلق هو ان باري ۾. فرائيڊ جلد ئي اعتراف ڪري ورتو ته ژنگ کي منتخب ڪرڻ ۾

ڪانئس غلطي تي آهي. زنگ کي نہ صرف ماتحت تي ڪم ڪرڻ پسند هو بلڪہ پيا بہ هن جي ماتحت تي ڪم ڪرڻ سخت ناپسند ڪندا هئا. هو بهترين نگران ۽ منتظم بہ نہ هو، جڏهن تہ هو پنهنجي ڪم ۾ انتهائي مخلص بہ هو.

نيورمبرگ ڪانگريس کان پوءِ پنجوين سال اٿين زنگ جرمن ٻولي ۾ نڪرندڙ هڪ سائيڪولاجيڪل رسالو هلائيندو رهيو سندس سمورو اسٽاف غير يهودي هو جو تہ ڪارڪنن کي نازين ڪيدي ڇڏيو هو. 1934ع ۾ زنگ ان رسالي ۾ هڪ مضمون ڇاپيو جنهن ۾ هن فرائيڊ ۽ ايڊلر تي الزام لڳايو تہ هو غلط ۽ منفي قسم جي نفسياتي علم کي ترقي ڏياري رهيا آهن ڇو تہ يهودي هجڻ ڪري انهن کي ٻين ۾ برائيون ئي نظر اچن ٿيون. چڱاين کي هو مڪمل نظرانداز ڪن ٿا. "يهودي لاشعور هميشہ تخريبي جراثيم سان ڀريل هوندو آهي جڏهن تہ آرين لاشعور ۾ تعميري جراثيم موجود هوندا آهن، جنهن ڪري اهي هميشہ بني نوع انسان جي ڀلائي جو سوچيندا آهن. جڏهن تہ يهودي نفسيات اهڙين ڳالهين کي بيڪار ۽ بڪواس قرار ڏيندي آهي. مون دنيا کي ان کان خبردار ڪيو هو جنهن ڪري مون تي يهود دشمن جو ليبل لڳايو ويو. ان جو ذميوار فرائيڊ آهي، اهو ۽ ان جا پيروڪار يهودي جرمنين جي نفسيات کي نٿا سمجهن جرمن قوم حب الوطني کان وڌيڪ ڪنهن جذبي کي اهميت نہ ڏيندي آهي."

بهرحال زنگ ۽ فرائيڊ جي حامين ۾ جلد ئي مصلحت تي وئي. زنگ کي تحليل نفسي تحريڪ جو اڳواڻ چونڊيو ويو. هيڊ ڪوارٽر زيورچ کي قرار ڏنو ويو. سربراهي جو عرصو ٻہ سال رکيو ويو هو. انهيءَ ٿوري وقت ۾ ڪافي قابل قدر ڪم ٿيا تحليل نفسي جي تربيت لاءِ ٽي گروپ تشڪيل ڏنا ويا. هڪ برلن ۾ ڪارل ابراهام جي نگراني ۾، ٻيو زيورچ ۾ زنگ جي نگراني ۾ ۽ ٽيون ويانا ۾ ايڊلر جي نگراني ۾. فرائيڊ بہ ايڊلر جي گروپ جي مدد ڪندو رهندو هو. هڪ چوٿون گروپ بڊاپسٽ ۾ فرنزي جي نگراني ۾ تيار ڪيو ويو. ان گروپ ۾ بلولر صحت جي خرابي سبب شريڪ نہ ٿيو ۽ نہ ئي هن شريڪ ٿيڻ چاهيو تي. هن فرائيڊ جي سمجهائڻ باوجود پنهنجي استعيفيٰ پيش ڪري زيورچ گروپ ۽ برگولزلي هاسپيٽل سان تعلق ختم ڪري ڇڏيو.

مصلحت ۽ صلح صفائي باوجود نيورمبرگ جي ميدان عمل ۾ ڪجهہ خرابيون رهجي ويون هيون. تحليل نفسي تحريڪ جي دستن جي سربراهن ۾ اقتدار جي رساڪشي غير محسوس طريقي سان شروع تي وئي. فرائيڊ، زنگ ۽ ايڊلر ٽيئي وٽل جي لفظن ۾ تہ "هڪٻئي تي غلبو حاصل ڪرڻ لاءِ هٿ پير هڻڻ لڳا."

ايڊلر بلند حوصلي وارو، ترقي جو شوقين، ذهين ۽ قابل شخص هو. هن جي سوچ ۽ فڪر ۾ وڏي گهرائي ۽ وسعت هئي. هن جا جيڪي نفسياتي نظريا هئا انهن مان فرائيڊ خوش نہ هو. جڏهن تہ هن جي "انا" جي نظريي سان فرائيڊ ڪافي متفق هو ۽ ان کي صحيح قرار ڏيندو هو. هن کي شڪايت هئي تہ ايڊلر هن جي اڪثر نفسياتي نظرين کي پنهنجي مرضي مطابق تشريح ۽ وضاحت ڪري ان جو ڪباڙو ڪري ڇڏيو هو. ان کان علاوه ايڊلر هن جي "جنسي نظريي" کي نہ مڃيندو هو ۽ "لاشعور" طرف بہ گهٽي توجهہ نہ ڏيندو هو. ان وقت تائين ايڊلر جي پنهنجي پيروڪارن جو تعداد ڪافي وڌي چڪو هو. اهي گهڻو ڪري ايڊلر جيان سوشلسٽ هئا ۽ فرائيڊ جا ڪٽر مخالف هئا. ايڊلر لاءِ هاڻ فرائيڊ جي ڊرائنگ روم وارن ليڪچرن ۾ ڪابہ ڪشش نہ رهي هئي. اتي هاڻ هن جا پنهنجي مخالفن سان زباني جهيڙا پڻ ٿيندا رهندا هئا. هڪ دفعو تہ هن جي حامين ۽ مخالفن ۾ شديد جهڳڙو ٿيو جو فرائيڊ کي ان ۾ مداخلت ڪرڻي پئي. 1911ع تائين مسلسل ايڊلر ۽ هن جي مخالفن ۾ مصلحت لاءِ ڪوششون ٿينديون رهيون. نظرياتي جهڳڙا ذاتيات تائين اچي پهتا هئا. حسد، ذاتي تنقيد ۽ هڪبئي جي ڪردار ڪشي ويجهڙائپ کي ڏاڍو ڇيهو رسايو. 1911ع ۾ نيٺ فرائيڊ ايڊلر کي چيو تہ هو تحمل ۽ بردباريءَ مان ڪم وٺندي پنهنجا نظريا مخالفن اڳيان پيش ڪري، ان ڪم لاءِ ڪيس ٽي ڏينهن ڏنا ويا. ٽن ڏينهن تائين مسلسل ايڊلر پنهنجي حامين ۽ مخالفن اڳيان پنهنجن نظرين جي وضاحت ڪندو رهيو. ان کان پوءِ نظرين تي سخت بحث جو دور هليو پر اهو بحث جلد تلخي ۾ بدلجي ويو ۽ ايڊلر جا مخالف فرائيڊ کان مطالبو ڪرڻ لڳا تہ هو ايڊلر کي تحليل نفسي سوسائٽيءَ مان خارج ڪري. ايڊلر خود سوسائٽيءَ مان استعفيٰ ڏئي ڇڏي ان سان گڏ هن جي حامين پڻ استعفائون ڏنيون. اهي ايڊلر جا حامي ايڊلر جي حمايت کان وڌيڪ فرائيڊ جي جابرانہ ۽ حاڪمانہ رويي کان تنگ هئا. اهو واقعو ٽين تحليل نفسي ڪانگريس ٿيڻ کان ڪجهہ اڳ جو آهي. 1913ع ۾ چوٿين ڪانگريس ميونخ ۾ منعقد ٿي تہ هڪ دفعو وري تحليل نفسي جي حوالي سان جنگ جهڙو ماحول جڙڻ لڳو. مطلب تہ ويانا وارن جيان هاڻ زيورچ وارا بہ پنهنجي آزادي لاءِ جهيڙڻ لڳا. انهن کي بہ فرائيڊ جي "جنس جي نظريي" سان سخت نفرت هئي. بهرحال حالتون پوءِ بہ آهستي آهستي ناپر ۾ اچي ويون. سال ڪن کان پوءِ زيورچ اسڪول طرفان تحليل نفسي جي حق ۾ هڪ ڪتاب شايع ڪيو ويو ۽ ساڳي سال ژنگ آمريڪا مان فرائيڊ کي لکيو تہ تحليل نفسي جي جنسي عنصر بدولت اها

تحريڪ آمريڪين ۾ ڏاڍي مقبول ٿي رهي آهي. انهيءَ خط کي پڙهي فرائيڊ کي ڏاڍي ڪاوڙ آئي.

ميونخ ڪانگريس جي موقعي تي اهل ويانا ۽ آهل زيورچ جا باهمي اختلاف کلي طرح سامهون آيا ان ڪانگريس شروع ٿيڻ کان اڳ زنگ جو ڪتاب "Wandlungen und symbole der libido" شايع ٿيو. ان ۾ زنگ خوابن کي الهامي درجو ڏنو هو، پوءِ پلي خواب انسان جا هجن يا جانورن جا. ان ڪتاب جي اشاعت سان فرائيڊ کي ڏک پهتو ڇو ته هو خوابن کي الوهيت جو درجو ڏيڻ جي خلاف هو. هن ڪانگريس ۾ ان ڪتاب جي اشاعت جي مذمت به ڪئي. انهي موقعي تي ڪتاب جي حامين ۽ مخالفن کي باهمي بحث جي دعوت ڏني وئي. حقيقت ۾ اهو بحث گهٽ جهڳڙو وڌيڪ هو. فرائيڊ کي ان جهڳڙي جي نتيجي ڏاڍو ڏک رسايو. هن جن ماڻهن ۾ عظيم توقعات وابسته ڪيون هيون انهن هن جي محنت تي پاڻي ڦيري ڇڏيو. زنگ تي هن کي ڏاڍي ڪاوڙ هئي ڇاڪاڻ ته اهوئي ان جهڳڙي جو بنياد هو. زنگ سان فرائيڊ جي شڪايت ۽ ناراضگي سڄي عمر برقرار رهي. زنگ کان عليحدگي فرائيڊ لاءِ زندگي جو هڪ تلخ ترين ۽ ناخشگوار سبق هو. زنگ فرائيڊ جيان هر ذهني مرض جو سبب جنس کي قرار ڏيڻ جو سخت مخالف هو. مطلب ته ان معاملي ۾ هو ايڊلر جي نقش قدم تي هو ۽ مذهب ۽ اخلاقيات تي وڌيڪ زور ڏيندو هو. ان ڪري فرائيڊ هن جي "انالينڪ سائيڪالوجي" کي "رليجيو ايٿيڪل سسٽم" چوندو هو. انهي ميٿڊ ذريعي ٿراپي کي فرائيڊ مڪمل طور رد ڪري ڇڏيو هو.

بظاهر ته فرائيڊ زنگ کان عليحدگي واري نقصان کي ڏاڍي حوصلي ۽ استقلال سان برداشت ڪري ورتو. "هڪ شخص ان وقت تائين انتهائي طاقتور هوندو آهي جڏهن وٽس طاقتور نظريا هجن. جيئن ئي هو انهن نظرين جي مخالفت ڪرڻ لڳندا آهن ته ڪمزوري انهن تي غالب اچڻ لڳندي آهي تحليل نفسي تحريڪ مان ايڊلر ۽ زنگ جي عليحدگي وڏو نقصان ڏنو آهي. پر پوءِ به اها طاقتور آهي."

پنهنجي پيءُ جي موت کان پوءِ فرائيڊ اهو سبق سکيو هو ته اڳتي ڪنهن سرپرست کي تلاش نه ڪندو، بلڪ آزاد طور ڪم جاري رکندو. زنگ جي تحليل نفسي مان عليحدگي کان پوءِ هن اهو سبق به سکيو ته ڪنهن کي به هو پنهنجو جانشين نه ٺاهي ۽ نه ئي پنهنجي ڪنهن پيروڪار مان غلط ۽ وڏيون اميدون وابسته ڪري. زنگ جي رخصت ٿيڻ وقت هن جي عمر ستونجاهه سال هئي. هاڻ هو هڪ دفعو ٻيهر اڪيلو هو. مطلب ته پنهنجي "شاندار تنهائي" جي خول ۾ واپس اچي چڪو هو. جڏهن ته هن جي زال ۽ ڇهه ٻار هن سان گڏ هئا پر ان تنهائي جي خول ۾ هو اڪيلو هو.

فرائيڊ لاءِ جذباتي تنهائي ڪا نئين ڳالهه نه هئي بلڪ ٻاروتڻ کان ئي اها عادت هئي ته هو خاندان جي ٻين فردن کان پاسيرو رهندو هو. شادي کان پوءِ ته هن جي اها عادت ويتر وڌي وئي. هن کي پنهنجي زال مارٿا سان ڪابه جذباتي دلچسپي نه هئي بظاهر ته انهن جي ازدواجي زندگي بيحد پرسڪون ۽ خوشگوار ڏسڻ ۾ ٿي آئي پر اندروني طور اها محبتن ۽ خوشين کان خالي هئي. اها ڳالهه ضرور هئي ته شادي ڪنهن جذباتي فيصلي يا جلد بازي ۾ نه ٿي هئي. فرائيڊ پنج سالن تائين مارٿا کان انتظار ڪرايو هو. شاديءَ وقت فرائيڊ جي عمر ٽيهه سال هئي ان مان ظاهر هو ته فرائيڊ کي شادي جو ڪوبه شوق نه هو ۽ نه ئي هو جذباتي شخص هو. مارٿا اهڙي عورت هئي جنهن کي هن لاشعوري طور پنهنجي شريڪ حيات پسند ڪيو هو يعني هڪ اهڙي عورت جيڪا اينٽليڪچوئل لائف ۾ حصيدار بلڪل نه بڻجي ۽ فرائيڊ جي ڪمن ۽ مصروفيتن کان پاڻ کي الڳ رکي يعني هن جو وجود محض جسماني تقاضا پورا ڪرڻ ۽ ٻارن جي پيدائش کانسواءِ ڪنهن خاص ڪم جو نه هجي. ٻين لفظن ۾ هن جي ماءُ جيان ئي هجي، جنهن جو ايمان صرف مڙس، گهر ۽ ٻارن جي سنڀال هجي.

بهرحال مارٿا هن کي اهو ڪجهه نه ڏئي سگهي جيڪو سندس وس کان ٻاهر هو. پندرهن سالن تائين هنن جي زندگي هڪ ئي پٽڙي تي هلندي رهي. ان کان پوءِ فرائيڊ جي ذهن ۾ هن جي وجود جي اهميت جو احساس ڪجهه وڌيڪ ٿيڻ لڳو. هن پنهنجي زال متعلق جيڪو سوچيو هو اهو هن جي ڪجهه خوابن جي وضاحت مان پڌرو آهي. انهن خوابن مان هڪ خواب هڪ عورت ۽ ان جي سهيلي متعلق هو. اهي ٻئي عورتون فرائيڊ کي هڪ ٻي نوجوان عورت جي ياد ڏياريندڙيون هيون جنهن جو هن علاج ڪيو هو ۽ جيڪا گورنس هئي. ان عورت جو رنگ پيلو ۽ ڏند نقلي هئا.

اها گورنس اهڙي ئي هئي جهڙي مارٿا هئي. مارٿا جا ڏند بہ نقلي هئا. هوءَ شرميلي ۽ اڪثر بيمار رهڻ واري، پنهنجي ئي خول ۾ رهڻ واري عورت هئي. فرائيڊ ان خواب ٻجي ذريعي پنهنجي زال جي باري ۾ جيڪي خيال ظاهر ڪيا، اهي هڪ طرح سان زال طرف اظهارِ بيزاري هئا. ڪنهن خاوند جي شرافت ۽ مردانگي مان اها توقع نٿي ڪري سگهجي تہ هو اهڙي بي.رحم انداز ۾ شريڪ حيات جي پيٺ ڪري. بهرحال فرائيڊ ان پيٺ ڪبي خود پنهجن جذبن ۽ احساسن جي ترجماني لاءِ ضروري قرار ڏئي تو. هڪ اهڙي شادي جنهن ۾ ڪا ڊر بي ڊر ۾ دلچسپي نہ وني ۽ ان طرف لاپرواهي وارو رويو رکي تہ ان کي ڪامياب شادي نٿو سڏي سگهجي. اهڙي طرح ٻئي زال مڙس غير مطمئن ۽ بي آرام رهندا آهن. فرائيڊ تہ صرف پنهنجي شادي کي هڪ بيزارڪن شيءِ ڪونيو ۽ پنهنجي زال کي هڪ ناڪام زال قرار ڏنو بلڪ هن جي راءِ مطابق هو ان قابل ئي نہ هئي جو ٻارن لاءِ هڪ مثالي ماءُ بنجي سگهي ها. مارٿا جي پيڻ مائنا هن کان بهتر هئي ۽ فرائيڊ جي نظر ۾ قابل ترجيح هئي، اها هن جي ٻارن جي بهتر تعليم ۽ تربيت ڪري سگهي ٿي ۽ مارٿا کان وڌيڪ بهتر استاد ثابت ٿي سگهي ٿي.

پنهنجي ۽ پنهنجي زال مارٿا وچ ۾ خود ساختہ خليج تي فرائيڊ اڪثر پاڻ تي ملامت بہ ڪندو هو. هن جا دوست ۽ شناسا بہ اڪثر هن کي خود غرضي تي ملامت ڪندا هئا تہ هو مارٿا جي خوشين کانِ وڌيڪ پنهنجيون خوشيون عزيز رکندو هو. جڏهن تہ مارٿا جي ايڏي خدمت، اطاعت ۽ قرباني جو ڪوبہ قدر نہ ڪندو هو. هن کي پاڻ بہ ان خود غرضي جو احساس هو پر ان لاءِ هن جو استدلال هو تہ انسان تي زال جا جيڪي فرص آهن اهي فوجي فرضن جيان تہ آهن ڪون جو انهن جي بجاآوري هرصورت ۽ هر حال ۾ لازم هجي.

جيتري قدر ٻارن جو تعلق هو (انهن مان بہ عمر ۾ ايڏا هئا جو فوج ۾ ڀرتي ٿي سگهن) انهن سان ڪيس بيحد محبت ۽ پيار هو. هن پنهنجن ٽنهي پٽن مارٽن، اوليور، ارنسٽ ۽ ٽنهي ڌيئرن ماتلدي، صوفي ۽ اينا جا نالا ان ڪري اهي نہ رکيا هئا جو اهي مروج هئا، بلڪ هن سوچي سمجهي رکيا هئا. انهن نالن ۾ هن جي پيارن ماڻهن جون يادون وابستہ هيون. مارٽن جو نالو زان.مارٽن شارڪو جي نالي تي هو. اينا نالو فرائيڊ جي پيڻ جي نالي تي رکيو ويو هو. فرائيڊ جو خيال هو تہ اهڙيءَ طرح رکيل نالا ٻارن کي محترم ۽ معزز بنائي ڇڏيندا آهن ۽ ماضي جو واسطو مستقبل سان جوڙي ڇڏيندا آهن.

هن کي پنهنجن ٻارن سان بيپناهه محبت هئي. پر هو پنهنجي محبت جي جذبن جو اظهار ڪرڻ ۾ ڏاڍو محتاط هو. هن جو خيال هو تہ محبت ۽ شفقت جو وڌيڪ مظاهرو انهن جذبن کي گهٽيا ۽ سستو ڪري ڇڏيندو آهي. هو جهڙي طرح ٻارن سان محبت ڪندو هو، ان کان سندس دوست ۽ معاون ڏاڍا متاثر هئا. فرائيڊ اڪثر ڪري پنهنجن ٻارن سان گڏ ڪيڏڻ يا سير ڪرائڻ لاءِ پنهنجو ڪم اڌ ۾ ڇڏي ڏيندو هو. پنهنجي ڪم مان فارغ ٿي جڏهن هو ڏاڪڻ چڙهي پنهنجي خاندان جي رهائشي منزل طرف وڃڻ لڳندو هو تہ اڪثر کنگهڪار ڪري پنهنجي اچڻ جو ڄڻ تہ اعلان ڪندو هو. خبر پوندي ئي هن جا ٻار خوش ٿيندا هئا. خاص طور ننڍڙي اينا تہ "پاپا" جي آمد تي ڏاڍو خوش ٿيندي هئي. بهرحال ٻارن سان کيڏڻ جو وقت ڪڏهن ڪڏهن ئي ايندو هو. پنهنجي پيءُ جيان فرائيڊ بہ پنهنجي ٻارن مان اها توقع رکندو هو تہ اهي سندس عزت ڪن يعني هو پنهنجي گهر ۾ خالص يهودي ماحول رکڻ جو خواهشمند هو. هن جا ٻار محبت ڪرڻ باوجود فرائيڊ کان خوفزده هوندا هئا. جيئن جيئن اهي وڏا ٿيندا ويا انهن جو خوف بہ وڌندو رهيو. پر اهو خوف ڪو نفرت انگيز شيءِ نہ هو، بلڪ ان ۾ رعب ۽ وقار جا جذبا هوندا هئا.

فرائيڊ چئي ٿو: "منهنجو هڪ پٽ بيحد زنده دل هو. هڪ دفعو بيمار ٿي پيو ۽ بيماري جي حالت ۾ ڪيس ڪاوڙ جو دورو پئجي ويو، ڇو تہ ڊاڪٽرن جي هدايتن مطابق بستر تي سُتو رهڻ لاءِ تيار نہ هو. شديد ڪاوڙ جي حالت ۾ هن خودڪشي ڪرڻ جي ڌمڪي ڏني. شام جو هن مون کي پنهنجي سيني تي اُپريل هڪ ڳوڙهو ڏيکاريو، جيڪو دروازي سان ٽڪرڻ سبب اپريو هو. منهنجي پڇڻ تي هن جواب ڏنو تہ هن ائين ڪري خودڪشي لاءِ ڪوشش ڪئي هئي."

هڪ هنڌ هن لکيو هو "جڏهن منهنجو ڪو ٻار مون کي اهو چوندو هو تہ هن جي زبان ڏندن ۾ اچي وئي يا هن جي آڱر زخمي ٿي وئي، يا هو ڏاڪڻ تان ڪريو آهي تہ مان همدردي بجاءِ ان کان سوال ڪري ويٺندو هوس "تو ائين ڇو ڪيو؟" ان جو اهو مطلب هرگز نہ هو تہ هن کي پنهنجي ٻارن جي تڪليف جي پرواهہ نہ هئي. هو صرف اهو چاهيندو هو تہ جيڪڏهن هن جي ٻارن تي ڪا مصيبت نازل ٿئي تہ هو رڳو بين جون همدرديون نہ ڳوليندا وتن، بلڪ بهادري ۽ خودداري سان خراب وقت جو مقابلو ڪن. هن جي ٻارن سان محبت جو اظهار هڪ واقعي مان ٿئي ٿو. هڪ دفعو هن جي سڀ کان وڏي ڌيءَ ماٿلڊي بيمار ٿي پئي. هوءَ ايتري بيمار ٿي جو هن جي بچڻ جي ڪا بہ اميد نہ هئي. هڪ ڏينهن هو شديد بخار ۾ نيم بيهوش هئي ۽ فرائيڊ باٿ روب ۽ سليپر پائي پر واري ڪمري ۾ بي چيني سان هيڏانهن هوڏانهن

پسار ڪري رهيو هو تہ اوچتو سنڌس نظر وينس جي مجسمي تي پئي، ڪنهن اڻ چاتل جذبي جي اثر هيٺ هن سليپر لاهي ان مجسمي کي اڇلائي هنيو. مجسمو هيٺ ڪري چڪنا چور ٿي ويو. ان وقت هن کي جرمن شاعر جو شعر ياد آيو "افسوس! ميڊيسي جي وينس تباهہ ٿي وئي."

ان واقعي جي ٻئي ڏينهن ماٽلدي جي حالت سڌرڻ شروع ٿي وئي ان تي فرائيڊ چيو "مون کي يقين آهي تہ ماٽلدي بچي ويندي" بهرحال هن کي ان ڳالهہ تي حيرت رهي تہ هن اوچتو ۽ غير متوقع طور وينس جو مجسمو ڀڃڻ جي حرڪت ڇو ڪري وڌي، شايد ڌيءَ جي حياتي بچائڻ لاءِ اهڙي قرباني جي ضرورت هئي.

فرائيڊ جي چهري کي ڏسي ٻارن کي اهو خيال ڪڏهن بہ نہ ايندو هو تہ هنن جو پيءُ ساڻن بيحد محبت ڪري ٿو. هو ٻارن کان پري پري رهندو هو ۽ پنهنجي محبت کي تمام گهٽ ظاهر ٿيڻ ڏيندو هو. هن کي پنهنجي ٻارن جي مستقبل جي هميشہ ڳڻتي رهندي هئي، هو چاهيندو هو تہ ٻار مڪمل يهودي بڻجن. گهر ۽ معاشري ۾ ڪامياب ثابت ٿين. ان دور ۾ ويانا ۾ يهودين خلاف شديد نفرت موجود هئي ان وقت پنهنجن ٻارن جي تربيت ميڪس گراف جي نظر ۾ يهودي طرز تي ڪرڻ انتهائي مشڪل ڪم هو. پر فرائيڊ هن کي صاف صاف چئي ڇڏيو هو تہ هو پنهنجي ٻارن کي مڪمل يهودي بنجڻ جي تربيت ڏيندو. يهودي قوم بيحد سخت جان آهي جيڪا هر مصيبت ۽ عذاب مان گذري بہ پنهنجو وجود برقرار رکي سگهي ٿي. اهڙيون خاصيتون نہ ڪنهن ٻي قوم ۾ آهن ۽ نہ پيدا ٿي سگهن ٿيون. بهرحال فرائيڊ جي ٻارن جي پرورش ۽ تربيت يهودي طريقن سان ٿي. فرائيڊ جي نظر ۾ هر مذهب ڍوڪو هو. هو انهن ئي ڏينهن ۾ سيني مذهبن خلاف مقالا لکڻ ۾ مصرورف هو. فرائيڊ جي ٻارن جي پرورش ايئن نٿي هئي جيئن فرائيڊ جي پيءُ جيڪب فرائيڊ ٻارن جي پرورش ڪئي هئي. فرائيڊ جي گهر ۾ ڪابہ مذهبي تقريب نہ ملهائي ويندي هئي، ۽ نہ ئي جمع تي رات جو ميڻ بتيون ٻاريون وينديون هيون. عبادتگاهہ ۾ حاضري نہ ڏني ويندي هئي ۽ نہ ئي خاص ڏينهن تي ڪو انتظام ٿيندو هو. هن کي محض سادو ۽ عام يهودي ٿيڻ پسند هو. فرائيڊ جي نظر ۾ عقيدي جو پختو هجڻ ئي سڀ ڪجهہ آهي. هن لاءِ ڪنهن رسم ادا ڪرڻ، ظاهري عبادت ۽ ظاهري تقريب ضروري نہ آهن. سائنسي حوالي سان هو هر مذهب کي رد ڪري چڪو هو بهرحال پوءِ بہ هو ڪنهن قوم جي شناخت لاءِ مذهب کي اهم قرار ڏيندو هو.

هن کي پنهنجي ٻارن سان محبت هئي ۽ هو انهن کي دنيا جي خطرن کان محفوظ رکڻ چاهيندو هو. هن کي اڪثر اهو خيال ايندو هو تہ جڏهن هو مري ويندو

تہ سندس ٻارن جو ڇا ٿيندو ڪير انهن جو خيال رکندو. هن ڪي ٻارن تي ايڏو ڀروسو نہ هو جيترو پنهنجو پاڻ تي هو. هو پاڻ دنيا جي مصيبتن کان محفوظ رهڻ جي صلاحيت رکي ٿو پر ٻار پنهنجو دفاع نٿا ڪري سگهن (اهو هن جو خيال هو). هن کي پنهنجي ٻارن جي قوت ارادي تي ڀروسو بہ هو. جنهن دور ۾ نظرياتي اختلافن سبب ژنگ کان الڳ ٿيو هو ان وقت کس ٻارن جو وڏيڪ فڪر ٿيڻ لڳو هو. پنهنجي پيءُ جي ابتڙ هو ٻارن سان ڪڏهن بہ جابرانہ رويو نہ رکندو ۽ نہ ڪو "توهان تہ ڪنهن قابل نٿا ٿي سگهو" جهڙا لفظ چوندو هو. جيئن فرائيڊ جو پيءُ کيس چوندو رهندو هو. هن کي خبر هئي تہ ائين ڪرڻ سان ٻارن جي مستقبل تي خراب اثر پوندا.

پنهنجي ٻارن جيان پنهنجن روحاني ٻارن يعني شاگردن لاءِ بہ هو حد کان وڏيڪ خود اعتمادي ۽ آزادي پسند ڪندو هو. ژنگ جي رخصت ٿيڻ کان پوءِ تحليل نفسي تحريڪ جون سڀ ذميواريون فرائيڊ جي ڪلهن تي اچي پيون هيون. پنهنجي مخلص پيروڪارن ۽ شاگردن جي تعاون سان هن تحريڪ کي وڏيڪ ترقي ڏيڻ جو فيصلو ڪيو. هن انونجاهہ سالن جي شخص لاءِ اها ذميواري هڪ وڏو بار هئي. هن کي ان سلسلي مان ڪافي ڪاميابي ملي جو هن "لاشعور" جي طاقت کي مڃرائي ورتو ۽ اها حقيقت تسليم ڪرائي هئائين تہ لاشعور انساني زندگي ۾ هڪ بائيلاجيڪل ورثي واري حيثيت رکي ٿو. اهو وجود دل جي ڌڙڪڻ جيان اهم آهي. "لاشعوري ذهن جي طاقت" واري دريافت سان گڏ ئي فرائيڊ لاءِ "فزيالاجيڪل نفسيات" جي دور جو خاتمو اچي ويو ۽ هن نئين دور جو آغاز ٿيو جيڪو انسان جي اندروني زندگي جي اسرار جي دريافتن سان تعلق رکندو هو.

پهرين مهاڀاري جنگ جي آغاز سان گڏ ئي فرائيڊ جي نظرين کي قبول ڪرڻ شروع ڪيو ويو. اها حقيقت تہ خواب لاشعوري ذهن جا معنيٰ خيز ۽ اٽڪل ترجمان هوندا آهن. اها حقيقت تہ هڪ ٿراپي جي حيثيت سان تحليل نفسي ذهني بيمارين جو علاج آسان ڪري ڇڏيو آهي. اها حقيقت تہ تحليل نفسي جي ٽيڪنڪ نامياتي بيمارين جي مطالعي "نارمل سائيڪلاجي" جي ميدان ۾ هڪ نئين انقلابي روشني پکيڙي ڇڏي. سائيڪو اناليسس (تحليل نفسي) جي باري ۾ ماڻهن ۾ جيڪي اختلاف هئا اهي ختم ٿي چڪا هئا. دٻاءُ ۽ مزاحمت جا نظريا، انا جي مدافعت جون مختلف صورتون مثال طور رد عمل وغيره سڀ تسليم ٿي چڪا هئا. بهرحال "ايڊيپس ڪامپليڪس" متعلق فرائيڊ جيڪو نظريو پيش ڪيو هو، اهو بدستور متنازع رهيو. پوءِ بہ اڳ جي ڀيٽ ۾ هاڻ ان نظريي جي مخالفت ۾ ڪافي گهٽتائي آئي هئي. فرائيڊ تحليل نفسي کي هڪ نئون سائنسي ميٿڊ ۽ اسلوب عطا ڪيو هو.

هن اَن کي هڪ نئون هٿيار ۽ نئون نڪتہ نظر عطا ڪيو هو تہ جيئن انسان هڪ جذباتي ۽ هيجاني وجود جي حيثيت سان پنهنجون ارتقائي منزلون طئي ڪري سگهي.

فرائيڊ اهو بہ نظريو پيش ڪيو هو تہ انسان کي ذهني مريض ٿاهڻ ۾ وراثت کان وڌيڪ ماحول جو حصو ٿيندو آهي يعني ورثي ۾ مليل جبلتن کان وڌيڪ آسپاس جون حالتون انساني ذهن تي وڌيڪ گهري انداز ۾ اثر ڪن ٿيون. فرائيڊ جي نظر ۾ جبلت هڪ پيدائشي، خودڪار تحريڪ ئي نہ بلڪ ڪنهن فرد ۾ موجود هڪ اهڙو توانائي جو ذخيرو آهي جيڪو اخراج جي راهہ تلاش ڪرڻ لاءِ بيتاب رهندو آهي. جبلي توانائي نفسياتي توانائي آهي ان کي باهہ سان ڀيٽي سگهجي ٿو "جيڪڏهن ڪنهن گهر ۾ بيپناهہ باهہ ٻري رهي هجي تہ اسان ان کي خطرناڪ سمجهندا آهيون پر باهہ چُلهہ ۾ محفوظ طريقي سان ٻري رهي هجي تہ اسان ان کي محفوظ قرار ڏيندا آهيون. ساڳي طرح جسم جي ڪجهہ حصن ۾ جڏهن طاقت ۽ توانائي جون لهرون پهچنديون آهن تہ ان ۾ هڪ قسم جي "چڪ" پيدا ٿيندي آهي. جڏهن اها چڪ ڪافي حد تائين وڌي ويندي آهي تہ پوءِ توانائي بک جي صورت ۾ ظاهر ٿيندي آهي. ڪاڏي، ڪنهڻ، پيئڻ يا جنسي ميلاپ جي خواهش وغيره جي صورت ۾. هر بک جي تسڪين کان پوءِ هڪ خوشي جو احساس ٿيندو آهي". بک جي پيدائش ۽ اُن جي تسڪين ماڻڻ جي عمل ۾ فرائيڊ ڏاڍي دلچسپي ورتي آهي. هو ان عمل کي انساني زندگي جي سڀ کان وڏي ۽ اُهم خاصيت ڪوٺي ٿو. ان لاءِ هو "شهواني يا جنسي" جون اصطلاحون استعمال ڪري ٿو.

ڇاڪاڻ تہ ان دؤر ۾ انهن لفظن مان مراد جنسي لُطف ورتي ويندي هئي، تنهنڪري فرائيڊ جي پيش ڪيل نظرين جي باري ۾ ماڻهن ۾ غلط فهميون جنم ورتو ۽ انهن ماڻهن فرائيڊ جي ڪم تي بيهودگي جو ليبل لڳائي ڇڏيو ۽ زوردار مذمت ڪرڻ شروع ڪئي. ماڻهن جي نظر ۾ فرائيڊ اهڙو انسان هو جنهن کي انسان جي هر عمل ۾ جنسي تسڪين جو پهلو نظر ٿي آيو. کائڻ پيئڻ، پيشاب ڪرڻ ۽ ورزش ڪرڻ وغيره، نچڻ ڳائڻ مطلب تہ هر شيءِ جنسي تسڪين جو پهلو رکي ٿي. ممڪن آهي تہ فرائيڊ اهڙن سڀني عملن کي جنسي نالو ڏنو هجي جيڪي سندس نظر ۾ حقيقتن اهڙا نہ هئا بلڪ انهن جي گهرائي فرائيڊ کي جنسي عمل چوڻ تي مجبور ڪيو هجي. هڪ اهڙي ڪنواري پوڙهي جيان جيڪا رات جو سمهڻ وقت پنهنجي بستر هيٺان ڪنهن چور جي تلاش ڪندي هئي. ان ڪري هن "ليبيڊو" ۽ جنسيت

متعلق جيڪو ڪجهہ لکيو آهي ان جي مذمت ڪئي وئي. بعد ۾ هن جي انهن نظرين ۾ تبديليون پيدا ٿيون پر اهي بہ ناقابلِ قبول ۽ فضول ئي سمجهيون ويون.

"مون جنسي جبلت جي قوت ۽ توانائي کي ليبيڊو جو نالو ڏنو هو" فرائيڊ لکيو هو. صرف ان بيان جي بنياد تي فرائيڊ جو ماڻهو جي جذباتي زندگي جي باري ۾ تيار ڪيل چارٽ "پان سيڪسوئل" قرار ڏئي رد ڪري سگهجي ٿو. پر فرائيڊ جنسيت متعلق جيڪو نظريو پيش ڪيو اهو پراڻي، روايتي ۽ فرسوده نظرين کان الڳ ۽ مختلف قسم جو هو. سندس خيال ۾ جنس جو تعلق صرف خاص عضون سان نہ آهي. جن جي ذريعي جنسي لذت ماڻي سگهجي ٿي ۽ جن جي ذريعي اولاد جي پيدائش عمل ۾ اچي ٿي بلڪ ڪجهہ جذبا ۽ احساس بہ جنسي حوالي سان شمار ٿين ٿا. خاص طور تي محبت جو جذبو. اهو هڪ لامحدود جذبو آهي. جيڪو سيني جذبن کان وڌيڪ طاقتور، تخليقي، حقيقي، مثبت ۽ پيداواري جذبو آهي.

1914ع ۽ 1918ع جي دور جي سائنسي دنيا فرائيڊ جي ڪمن ۾ دلچسپي تہ ضرور وٺي رهي هئي پر هن کي سمجهڻ ۾ غلطي ڪري رهي هئي. وڌيڪ اهو تہ خود فرائيڊ ليبيڊو جي جهڙي طرح وضاحت ۽ تشريح ڪرڻ شروع ڪئي ان هن جي ڪمن جي باري ۾ غلط فهمين کي وڌيڪ اڀاري ڇڏيو.

ليبيڊو اهو اصطلاح آهي جنهن جي باري ۾ ڪڏهن ڪڏهن وڌيڪ مونجهارو پيدا ٿي پوندو آهي جنسي ۽ جنسي جبلت جا بہ پاسا آهن. هڪ ذهني ۽ ٻيو جسماني. ڪڏهن ڪڏهن فرائيڊ ليبيڊو کي ڪجهہ مختلف مفهوم ۾ بہ استعمال ڪيو آهي بهرحال فرائيڊ جي ذهن ۾ ان جو بنيادي مفهوم "جنسي جبلت جي قوت" واري معنيٰ آهي، هونءَ بہ هن اڪثر جاين تي ليبيڊو ۽ جنس کي مترادف طور استعمال ڪيو آهي. فرائيڊ جنسيات جي ميدان ۾ جيڪي نظريا پيش ڪيا آهن انهن کي اثرياتي چئي سگهجي ٿو. فرد يا صغير ٻار ۾ بہ جنسي لذت جو احساس موجود هوندو آهي.

جنسي علم جي گهري مطالعي مان فرائيڊ جيڪي نتيجا ڪڍيا آهن اهي اڄ بہ قيمتي ۽ صحتمند سمجهيا ويندا آهن فرائيڊ جي خيال ۾ جنسي جبلت پيدائش کان سنت پوءِ ڪارفرما ٿي ويندي آهي. جڏهن تہ قوت ۽ اثر پذيري ۾ ٻين جبلتن مثال طور بک ۽ اڃ جيان نہ هوندي آهي. هن جبلت کي پنهنجي ڪمزور حالت مان نڪري طاقتور حالت ۾ اچڻ لاءِ ڪجهہ عرصو لڳندو آهي ان عرصي کي فرائيڊ "آٽو ايراٽڪ" چوي ٿو. ان اسٽيج تي پهچڻ کانپوءِ ٻار ۾ اهو احساس پيدا ٿي ويندو آهي تہ جسم جي ڪهڙن ڪهڙن حصن مان لطف حاصل ڪري سگهجي ٿو. لطف اندوزي

جي پهرين اسٽيج "نرسنگ اسٽيج" آهي جنهن ۾ وات جي ذريعي لذت حاصل ڪئي ويندي آهي. ان کي فرائيڊ ليبيڊو جي ترقي واري "اورل اسٽيج" چوي ٿو. ٻين اسٽيج "اينل سيڊسٽڪ اسٽيج" آهي جنهن ۾ ٻار، ٻول وغيره جي عمل مان لذت حاصل ڪندو آهي ٽين اسٽيج تي ٻار کي ان ڳالهه جو پوري طرح احساس ٿئي ويندو آهي تہ جسم جي ڪهڙن حصن مان لذت حاصل ڪري سگهجي ٿي.

جيئن جيئن ليبيڊو ترقي ڪندو آهي هن جي پنهنجي لاءِ محبت جو ڪو مرڪز تلاش ڪرڻ جي ڪوشش ۾ شدت ايندي ويندي آهي. ٻنهي جنسن يعني ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين لاءِ محبت جو صرف هڪ ئي مرڪز هوندو آهي يعنيءَ انهن جي ماءُ. هو پنهنجي ماءُ ۾ جنس تلاش ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. اتان کان ئي فرائيڊ جي نظريي ايڊيپس ڪامپليڪس جي تشڪيل ٿيندي آهي ڇوڪرا ماءُ سان جنسي انسيت محسوس ڪندا آهن ۽ پيءُ کي پنهنجو رقيب سمجهڻ لڳندا آهن. جڏهن تہ ڇوڪريون پنهنجي پيءُ سان ان قسم جي انسيت محسوس ڪنديون آهن ۽ ماءُ کي پنهنجو رقيب سمجهندي ان سان نفرت محسوس ڪرڻ لڳنديون آهن.

فرائيڊ مطابق هڪ مرد جي جنسي زندگي ٻن لهرن جي صورت ۾ هوندي آهي. انهن لهرن جي درميان جو عرصو "پوشيدگي جو وقت" هوندو آهي. جنس جي باري ۾ ٻار جو تجسس ۽ دلچسپي چار ۽ پنج سال جي عمر ۾ پنهنجي مڪمل بلوغت کي پهچي ويندا آهن. ان عرصي ۾ ڇوڪري کي پنهنجي جنسي عضون کان واقفيت حاصل ٿي ويندي آهي. جڏهن تہ ڇوڪري ان قسم جي جنسي عضوي کان پاڻ کي محروم ڏسي انتهائي پريشاني جو شڪار ٿي ويندي آهي. ٻار اهو بلڪل نہ سمجهندا آهن تہ مذڪر آهن يا موئنث، بهرحال انهن کي اهو احساس ضرور هوندو آهي تہ فلاڻي وٽ مخصوص جنسي عضوو موجود آهي ۽ فلاڻي وٽ نہ آهي اها ئي شيءِ انهن ۾ "ڪاسٽريشن ڪامپليڪس" (Castration Complex) پيدا ڪندي آهي. اهو ڪامپليڪس ڇوڪرن ۾ ٿيندو آهي جڏهن تہ ڇوڪرين ۾ احساس محرومي پيدا ٿيندو آهي ۽ فرائيڊ جي خيال ۾ اهي ٻئي شيون ڪردار جي تشڪيل ۽ نيوراسس لاءِ ضروري آهن. ٻاروتڻ جي حدن مان نڪري بلوغت جي حدن ۾ پهچڻ تائين ٻارن جو ڪردار انهن ٻنهي شين ذريعي ترتيب حاصل ڪندو رهندو آهي. اهڙي طرح ئي اخلاقيات، شرم، محبت ۽ نفرت جهڙا احساس ۽ جذبا پيدا ٿيندا آهن ۽ جنسي طور تي "بلوغت جي جنسي زندگي" زندگي جي پهرين سالن ۽ "پوشيدگيءَ جي وقت" واري مزاجمت ۽ رڪاوٽ جي وچ ۾ هڪ جدوجهد ڇٽي سگهجي ٿي. اهڙي طرح فرائيڊ هڪ فرد جي جنسي فعل جي ترقي تي روشني وڌي آهي. هن جي خيال

۾ سندس جنسي احساس جي ترقي جي باري ۾ جيڪي نظريا نارمل ماڻهن جي باري ۾ صحيح هئا. اهڙي طرح هو بيراهه روي جي عادي ماڻهن ٻارن ۽ چرين جي باري ۾ به صحيح ثابت ٿيا. ڏسجن. "جيڪڏهن تحليل نفسي جيءَ رخ کان نظر وڌي وڃي" هن چيو هو "ته انتهائي نفرت انگيز طريقن جا عادي ماڻهو به عام جنسي جبلت مان پاڻ کي آزاد ڪري وٺندا آهن ۽ خوشين جي حاصلات لاءِ پيون دلچسپيون تلاش ڪرڻ ۾ لڳي ويندا آهن. بلڪل اهڙي طرح جيئن هو ليبيڊو جي ترقي جي پهرين ڏينهن ۾ ڪندا آهن.

فرائيڊ جنسيات سان تعلق رکندڙ هڪ عام نظريي کي بئي طريقي سان وسعت ڏني ۽ هي نظريو پيش ڪيو ته محبت ۽ شفقت جا جذبا اصل نوعيت ۾ جنسي هوندا آهن. پر مذهب، اخلاق، قانون ۽ معاشرو انهن جذبن کي پاڪيزه صورت ۾ ئي قبول ڪرڻ چاهيندا آهن، جنسي عمل ۾ دلچسپي سبب فرائيڊ هن ممنوع علم جي فرسوده نظرين کي فضول ۽ ناڪاره قرار ڏيندي پنهنجي طرفان جيڪي نوان نظريا پيش ڪيا انهن جي عالمي پيماني تي مذمت ڪئي وئي ۽ زهريلي تنقيد جو نشانو بنايو ويو. خاص طور "ايڊيپس ڪامپليڪس" جو جيڪو نظريو پيش ڪيو ان تي ته ڏاڍو ممڻ مچيو هو. پنهنجي ڪلينڪل زندگي جي ابتدائي ڏينهن ۾ جڏهن فرائيڊ هڪ تجزيو ڪاميابي سان مڪمل ڪيو ته هن پنهنجي مريض کي رخصت وقت چيو هو "ايڊيپس ابوالهول جو مونجهارو حل ڪريءَ چڏيو آهي." هن جي تبصري نگارن کي هن جو ايڊيپس ڪامپليڪس تي زور انتهائي عجيب نظر تي آيو. ابتدائي ڏينهن ۾ ڪنهن فرد جي تحليل نفسي وڏي عرصي تائين جاري رهندي هئي. اڄ به اها وڏي عرصيّ تائين جاري رهندي آهي يعني تحليلي نفسي جي عمل ۾ اڄ به اوتري ئي دير لڳندي آهي جيتري پهرين ڏينهن ۾ لڳندي هئي. هن صدي جي پهرين ڏهاڪي ۾ تحليل نفسي جا سمورا ڪم هڪ ئي نتيجي تي پهچندا هئا. نتيجن جي ان يڪسانيت تي فرائيڊ جيءَ مخالفن طنزيه انداز ۾ چوڻ شروع ڪيو هو ته "تحليل نفسي ڪرڻ کان اڳ مشاورت ۾ اهو نتيجو چو نه ڪڍي ڇڏجي ته مريض پنهنجي ماءُ سان بدڪاري ڪئي هوندي ۽ پنهنجي پيءُ کي زهر ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي هوندي". بهرحال اهڙي قسم جي تنقيدن باوجود فرائيڊ پنهنجي ان نظريي تي بدستور قائم رهيو ته دراصل ايڊيپس ڪامپليڪش ئي اڪثر ذهني بيمارين جو بنياد آهي. اهو ٻار جي جنسي زندگي جو ڪلائيمڪس هو ۽ آئنده جنسي زندگي جي راهه جو تعين ڪندڙ هو. ژنگ به شروعاتي ڏينهن ۾ جڏهن هُو ماهر تحليل نفسي هو، نظريو پيش ڪيو ته "ذهني مريض جن جو مرض خطرناڪ مرحلي ۾ داخل ٿيل نه

هوندو آهي آساني سان صحتياب ڪري سگهجن ٿا. ايڊيپس ڪامپليڪس رکڻ وارن مريضن جو علاج سڀ ڪان آسان هوندو آهي.

پنهنجي ان دريافت مان فرائيڊ مطمئن هو. ان جو گهرو تعلق ان ڳالهه سان هو ته تحليل نفسي ذريعي انساني نفسيات جون جيتريون به گهرايون تلاش ڪيون وينديون آهن اها حقيقت ۾ هڪ نارمل انسان جي نفسيات ئي هوندي آهي "اسانجو رستو ڪيمسٽري جو رستو آهي" هن چيو هو "ان ۾ مختلف عنصرن جا ترڪيبي جزا هوندا آهن اٿين ئي نفسيات جي علم ۾ به استعمال ٿيندا آهن. فرق صرف مضمونن جي نوعيت مختلف هجڻ جو آهي".

فرائيڊ جو خيال هو ته ايڊيپس ڪامپليڪس جو قصو محض هڪ ڏند ڪٿا هو پر ان جو بنياد هڪ عالمگير سچائي تي قائم هو. انهيءَ ڪامپليڪس ذريعي ڪنهن شخص جي ڪردار جي انتهائي گهرائي تائين پهچي سگهجي ٿو. هن سڀ کان پهريان اهي محرڪ تلاش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي جن جي ڪري جنسي خواهشون تسڪين حاصل ڪرڻ لاءِ بيتاب هونديون آهن. ان ڪوشش سبب هن هڪ نظريو "نرگسيت" ايجاد ڪيو. ليبيڊو جي والدين سان وابسته ٿيڻ کان اڳ ان جي ترقي جو هڪ وقت ايندو آهي جيڪو خود لذتي اسٽيج هوندو آهي. (روايت مطابق نرگس سمنڊ جي خدا اٿينيان جو پٽ هو. جيڪو ايڪو جي محبت ۾ مبتلا هو. پر هڪ دفعو جڏهن هن پاڻي ۾ پنهنجو حسين عڪس ڏٺو ته هو ايڪو جي محبت کي ٺڪرائي پنهنجي ئي محبت ۾ مبتلا ٿي ويو ۽ انهي محبت ۾ غرق حسرت جي عالم ۾ مري ويو) فرائيڊ جو خيال هو ته نرگسيت واري حالت ڪڏهن به پوري طرح ختم نه ٿيندي آهي. فرد جي سموري زندگي ۾ هن جي انا هن جي ليبيڊو لاءِ هڪ ذخيره آب جيان بڻيل رهندي آهي.

نرگسيت جو نظريو فرائيڊ ان وقت ڏنو جڏهن هو انا يا خود آگهي طرف توجهه ڏئي رهيو هو. هن جي خيال ۾ نرگسي ليبيڊو ڪنهن به قسم جي ليبيڊو کان وڌيڪ هو. خود حفاظتي جو احساس جنهن کي نرگسيت جو بنياد چيو ويندو آهي. نرگسي ماڻهو کي ڪنهن ٻئي شيءِ جي محبت ۾ مبتلا ٿيڻ کان روڪيندو آهي. شروع ۾ ليبيڊو جي ٿيوري پيش ڪندي فرائيڊ هن جبلت جو ٻين جبلتن مثال طور بک ۽ خود حفاظتي جو تقابل بنائي پيش ڪيو هو. بعد ۾ نرگسيت ڏيڻ کانپوءِ هن نرگسيت کي انهن سڀني جبلتن جو مقابل قرار ڏيڻ شروع ڪيو. پر اها ڳالهه ايتري قابل قبول ثابت نٿي سگهي خود فرائيڊ به ان مان پوري طرح مطمئن نٿي سگهيو.

مهاڀارڙي لڙائي جي آغاز سان گڏ ئي فرائيڊ جون مصروفيتون بہ متاثر ٿيڻ لڳيون. 1914ع ۾ هو پنهنجي ڪلينڪ جي مصروفيت ۾ گم رهيو ۽ نفسياتي ۽ بين مريضن جي روين جو مطالعو ۽ مشاهدو ڪرڻ ۾ مصروف رهيو جنگ کانپوءِ هن . پيهر تحليل نفسي تحريڪ جي ترقي جو ڪم سنڀالي ورتو؛ ان وچ ۾ ڪجهہ بهترين ڪتاب پڻ لکيائين 1900ع ۾ ”Interprtation of Dreams“ تحرير ڪيائين 1905ع ۾ هن جا بہ وڏا ڪم منظر عام تي آيا. 1913ع ۾ جنگ کان پوءِ هن جو مذهبي تحقيق تي بهترين ۽ عمده ڪم منظرعام تي آيو. اهو ”Totem and Taboo“ هو جنهن کي ٿامس مين بهترين لٽرري ڪم قرار ڏنو هو. 1893ع کان 1917ع جي درميان فرائيڊ مسلسل طبي ۽ نفسياتي مضمون ۽ تحقيقي مقالا لکندو رهيو. 1907ع ۾ هن جو ”Gravida“ نالي ڪتاب آيو. جنهن ۾ هڪ فنڪار جا پنهنجي تخليق جي باري ۾ احساس، شعور ۽ اندروني زندگي جو تجزيو پيش ڪيو ويو هو. 1910ع ۾ فرائيڊ لاشعور تي پنهنجو ٻيو تحقيقي ڪتاب پيش ڪيو اهو ڪتاب هڪ فنڪار جي لاشعوري زندگي تي هو. 1914ع ۾ هن ساڳي نوعيت جو هڪ ٻيو ڪتاب ”The Moses of Michaelangelo“ پيش ڪيو ان کان پوءِ 1917ع ۾ هن پنهنجي ٻاروتڻ جي سورمن مان هڪ سورمي گوئٽي تي هڪ تجزياتي ڪتاب لکيو.

1914ع واري جنگ لاءِ فرائيڊ بلڪل تيار نہ هو. هو ڪنهن اهم سبب جي ڪري لڳل جنگ ڪي بہ ضروري سمجهڻ جي خلاف هو. هو ان ڪي محض انسانيت جو قتل عام، تباهي، بربادي ۽ دنيا جي حسن ختم ڪرڻ جي سازش قرار ڏيندو هو.

جڏهن جنگ لڳي تہ لازمي فوجي ڀرتي جي اسڪيم تحت هن جي ٻن پٽن مارٽن ۽ اوليور کي بہ آسٽرو هينگرين شهنشاهت جي شهرين جي حيثيت سان جرمني طرفان وڙهڻو پيو. فرائيڊ انهن جي باري ۾ مسلسل پريشان رهندو هو. اوليور هڪ مستقل مزاج ۽ جفاڪش مرد هو جڏهن تہ وڏو پٽ مارٽن سير سفر جو شوقين ۽ مهم جُو هو. فرائيڊ جڏهن ٻنهي کي جنگ لاءِ رخصت ڪيو تہ عام ماڻهن جيان هن جي ذهن ۾ بہ خدشا موجود هئا تہ اهي جنگي محاذ تان زنده موٽندا بہ يا نہ، هن ڪيترائي ڀيرا خوابن ۾ انهن کي دشمن فوجين هٿان زخمي ٿيندي ۽ مرندي ڏٺو پر انهن خوابن جي تعبير ابتڙ نڪتي، مارٽن ۽ اوليور زنده سلامت جنگ جي خاتمي کانپوءِ گهر موٽي آيا.

جنگ وارن ڏينهن ۾ تحليل نفسي تحريڪ جون سرگرميون گهٽجي ويون ڇو تہ فرائيڊ جا اڪثر پيروڪار ۽ شاگرد جنگي محاذ تي موڪليا ويا هئا. جنگ جي آخري ٻن سالن ۾ ساچس هن وٽ ويانا ۾ ئي رهيو. رينڪ، فرنزي ۽ ائٽگون فوجي خدمت ۾ مصروف هئا. فرائيڊ جو وڏيڪ عزيز ابراهام اوپر پريشيا ۾ جرمن فوج جي ڊاڪٽر واري حيثيت سان ڪم ڪري رهيو هو. ويانا ۾ خوراڪ ۽ ٻارڻ جي شديد کوٽ هئي. فرائيڊ جو اسٽڊي روم برف خاني جيان ٿڌو هوندو هو. ان ۾ اوور ڪوٽ ۽ ڳرن بوٽن سان سيءُ ۾ ڏڪندا فرائيڊ ۽ ساچس تحليل نفسي تي پهرن جا پهر بحث ڪندا رهندا هئا.

ڪائڻ پيئڻ جي شين جي کوٽ سبب مارٿا کي گهر جون ضرورتون پوريون ڪرڻ ۾ سگهڙائپ باوجود ڪافي مشڪلن کي منهن ڏيڻو پئجي رهيو هو. پر فرائيڊ لاءِ سگار مهيا ڪرڻ ۾ هن ڪنهن به قسم جي ڪوتاهي نه ڪئي: فرائيڊ چين سموڪر ۽ ڏينهن ۾ لڳ ڀڳ ويهه قيمتي ۽ نفيس سگار ڇڪيندو هو. هن کي سگار ايترا پسند هئا جو هو سگار استعمال نه ڪندڙ ماڻهن کي سٺي نظر سان نه ڏسندو هو. ان ڪري هن جا پيروڪار ۽ شاگرد ڪيس خوش ڪرڻ لاءِ سگار جا عادي بنجي چڪا هئا. مارٿا ۽ سندس پيڻ مائنا هن جي خاص برانڊ جي سگارن لاءِ دڪانن جا چڪر لڳائيندڙيون وتنديون هيون ۽ مهانگن اگهن تي به اهي ضرور خريد ڪنديون هيون صرف ان لاءِ ته فرائيڊ جي لاءِ سگارن جي سپلائي ۾ کوٽ نه اچي سگهي. ڪڏهن ڪڏهن ته هنن کي سگارن لاءِ اسمگلرن سان به رابطو ڪرڻو پوندو هو.

سگار نوشي فرائيڊ جي سياسي راين ۽ رجحان کي به متاثر ڪيو هو. جنگ کان ڪافي عرصو پوءِ هڪ آمريڪي صحافي کي ملاقات ۾ چيائين "حڪومت جڏهن به ڪنهن ڪم جو ارادو ڪندي آهي ان جو قدم غلط ٿي هوندو آهي مثال طور سگارن کي ئي وٺو هتي آسٽريا ۾ تمباڪو تي حڪومت جي هڪ هٿي آهي ۽ سگارن جي شديد قلت آهي هالينڊ ۾ تمباڪو تي حڪومت جي ڪابه هڪ هٿي نه آهي پر ڊچ تمام گهٽ سگريٽ نوشي ڪندا آهن حالانڪ انهن کي سگارن جي ڪابه ڪمي نه آهي. مان اڪثر سوچيندو آهيان ته اهڙين حالتن ۾ هالينڊ ڇو نه وڃي رهي پوان."

هڪ اسڪول جي شاگرد جي حيثيت ۾ فرائيڊ کي به هميشه جرمن نيشنلزم سان دلچسپي رهي هئي هو پنهنجي جرمن هجڻ تي فخر ڪندو هو. 1930ع ۾ هن پنهنجي ملاقاتي کي چيو هو منهنجي ٻولي جرمن آهي منهنجو ڪلچر جرمن آهي مان هميشه جرمن قوميت تي فخر ڪندو آيو آهيان ايتري تائين جو جرمن ۽ آسٽريا ۾ يهودين خلاف نفرت ۽ تعصب جو طوفان آيو تڏهن مون وڃي پاڻ سڃاتو ته مان هڪ يهودي آهيان ٻيو ڪجهه نه. بهرحال فرائيڊ جي فلسفن ۽ تصورن ۾ جرمن اثر نمايان آهن فرائيڊ خود جرمن هو ان ڪري هو جرمن قوميت جو پرستار هو. هن کي هر شيءِ سان محبت هئي جنهن تي جرمن قوميت جي ڇاپ هجي. گوئٽي جو لٽريچر، شوپنهار ۽ نٽشي جا فلسفا ۽ شاعري وغيره. جڏهن جنگ لڳي ته جرمني انتهائي جارح، بي رحم ۽ وحشي ملڪ ثابت ٿيو. فرائيڊ به اڻ سڌي طرح جنگ ۾ شامل هو. ڇو ته هن جا ٻه پٽ هڪ نائي جنگ جي محاذ تي مصروف هئا. اپڻ خيال ڪيس ڪافي تلخ بنائي ڇڏيو هو ان سلسلي ۾ 1915ع ۾ ڪتاب Thoughts of the war time and death شايع ڪرايو. هن جو خيال هو ته جنگ جنهن جو ڪوبه

مقصد نہ ھجي بني نوح انسان جي قتل، دنيا جي آبادي گھٽائڻ ۽ حسن کي تباھہ ڪرڻ ڪانسواءِ ڪجھہ بہ تاھي. ان جا نتيجا موت جي شرح ۾ اضافو، وبائي بيماريون، بک ۽ غربت جي صورت ۾ ظاھر ٿيندا آھن. ھڪ جنگ مان تباھہ ٿيل ملڪ کي ٻيھر پنھنجي پيرن تي بيھڻ لاءِ ڪافي عرصو لڳندو آھي ھڪ شڪست کاڌل قوم جي بحالي ۾ وقت کپندو آھي، ان ڪري بھتر آھي تہ بي سبب جنگون نہ ڪيون وڃن.

سفاڪليز، گوئٽي، موسس اناطول ھن جي پنھنجي ثقافت جا خدا ھئا. فرائيڊ جي نظر ۾ اھڙيون اوچايون ھئا جن تائين انسانيت آساني سان پرواز ڪري سگھي تي پر اھي اوچايون جنگ جي دونھين سان ڍڪجي ويون آھن. بھرحال وقت فرائيڊ کي ڏاڍو مايوس ڪيو، پوءِ بہ ھو چوندو رھيو ھو تہ "اسان کي ان اميد تي زنده رھڻ گھرجي تہ تاريخ جو غيرجانبدار فيصلو اھو ثبوت مھيا ڪري ڏيندو تہ ھي قوم جنھن جي ٻولي ۾ اسين لکي رھيا آھيون ۽ جنھن جي فتح لاءِ اسان جا پيارا جدوجھد ۾ آھن. ھڪ اھڙي قوم ھئي جنھن بين الاقوامي قانونن جي سڀ کان گھٽ خلاف ورزي ڪئي. مگر ان وقت ڪير پنھنجو پاڻ کي پنھنجي مفاد لاءِ ھڪ بھترين مصنف جي حيثيت سان پيش ڪري سگھندو؟"

فرائيڊ جنگ جي باري ۾ ھڪ سوال تو پڇي تہ آخر جنگ ڇو تي وڙھي وڃي. ھن جي خيال ۾ جڏھن ھڪ تھذيب يافتہ قوم اخلاقي پسپائي جو شڪار ٿيندي آھي تہ ان جي جھالت واري دور جي وحشي جبلت ٻيھر زندھ ٿي پوندي آھي ۽ جنگون وجود ۾ ايندڍيون آھن پر اخلاقي پسپائي جي رفتار ايتري تيز نہ آھي ڇو تہ اخلاقي پسپائي جي شڪار جنگ باز قومن کي صحيح راھہ تي آڻڻ لاءِ طاقتور ۽ انصاف پسند قومون موجود ھونديون آھن، جنگ کي ڪڏھن بہ مڪمل طور ختم نٿو ڪري سگھجي اھا ڳالھہ مڪمن ئي نہ آھي تہ دنيا مان جنگ جو وجود ختم ٿي وڃي. جنگ ٿيندي آھي ۽ ٿيندي رھندي، جنگ جو سبب اسين بنجنداسين ۽ جنگ بہ اسين وڙھنداسين ۽ اسان ئي جنگين جا فيصلا بہ ڪنداسين جنگ انساني پلائي لاءِ بيحد ضروري آھي جيئن ھڪ پراڻو محاورو آھي جيڪڏھن توھان امن چاھيو ٿا تہ جنگ جي تياري ڪريو. جنگ وڙھڻ ڪانسواءِ امن قائم نٿو ٿي سگھي. افھام ۽ تفھيم سان وڏا مسئلا ۽ وڏا جھيڙا حل نٿا ٿي سگھن ان لاءِ جنگ اٽل ھوندي آھي بلڪل ائين جيئن ھڪ محاورو آھي جيڪڏھن تون زندگي گذارڻ چاھين ٿو تہ موت جي تياري ڪر.

فرائيڊ موت جي باري ۾ جيڪي نظريا ۽ تصور رکي ٿو. انهن ۾ سندس پيءُ جي موت وارو اثر شامل رهيو. هن کي انساني حيات جي ان آخري اسٽيج سان دلچسپي ٿيڻ لڳي هئي. ۽ هن جي ذهن ۾ انهن عظيم شخصيتن جا خاڪا تي قريبا موت جن جو پاڇو هئي يعني هر دم موت جو تصور انهن جي ذهن ۾ رهندو هو. مثال طور هيمليٽ، جيڪو شيڪسپيئر جي هڪ عظيم الميه ڊرامي جو مرڪزي ڪردار هو. فرائيڊ جي نظر ۾ ياد ڪرڻ، تجزيو ڪرڻ هو. جنگ لڳڻ کان گهٽو اڳ هو شيڪسپيئر جي ڪمن جو مطالعو ڪري رهيو هو. هن جي ڊرامن خاص طور هيمليٽ فرائيڊ کي متاثر ڪيو. فرائيڊ هن جي نفسياتي ۽ ذهني ڪيفيت جو تجزيو Interpratation of Dreams ۾ پيش ڪيو هو ۽ فيصلو ڏنو هئائين ته هيمليٽ جي پيدائش به ان مٽي مان ٿي هئي جنهن مان سفاڪليز جي ايڊيپس جي ٿي هئي. ٻنهي ڊرامن جو موضوع ساڳيو هو. انهن ۾ انساني جذبن ۽ هيجانن جي عڪاسي ڪئي وئي هئي. سفاڪليز پنهنجي ڊرامي ۾ هڪ بار جي جنسي جذبن کي ڪليل طور پيش ڪيو ۽ ان کي هڪ خوفناڪ شيءِ بڻايو هو. هيمليٽ جو موضوع به تقريبن ساڳيو هو. يعني هيمليٽ جي ماءُ سان محبت جيڪو فرائيڊ جي نظر ۾ جنس جو هڪ پهلو هو. هيمليٽ جذباتي ڪشمڪش ۽ دٻاءُ جو شڪار هو، هن کي پنهنجي پيءُ سان محبت هئي ۽ هو انجي قاتل يعني پنهنجي ويڳي پيءُ کان پلاند ڪرڻ چاهيندو هو. پر هو پلاند ڪرڻ ۾ هميشه دير ڪندو رهيو.

شيڪسپيئر ان دير جي ڪابه وجهه نٿو ٻڌائي. فرائيڊ پنهنجي طرفان ان هيڪ ۽ دير جي تشريح ان طرح ڪئي آهي ته "هيمليٽ دنيا ۾ هرڪم ڪرڻ لاءِ تيار آهي صرف ان شخص کان پلاند ڪانسواءِ جنهن هن جي پيءُ کي قتل ڪري ڇڏيو هو ۽ سندس ماءُ سان شادي ڪري ورتي هئي، هن جي ٻاروتڻ ۾ هن جي دل ۾ پنهنجي ماءُ جي باري ۾ جيڪي جنسي جذبا ۽ خواهشون هيون اهي هميشه دٻيل رهيون ۽ ويڳي پيءُ جي روپ ۾ ڀرپور طريقي سان اُڀري آيون اهو ئي سبب هو جنهنڪري هو ان کي مارڻ کان لنوائيندو رهيو هو.

هتي انسان اڳيان لاشعور جي قوت ۽ طاقت پوري طرح واضح ٿي ويندي آهي اهو لاشعور ئي هوندو آهي جيڪو اهڙين سيني ڳالهين ۽ جذبن کي جيڪي دنيا جي سامهون خراب آهن انهن کي دٻائي رکي ٿو ۽ انهن کي ظاهر ٿيڻ کان ڪاميابي سان روڪي وٺي ٿو. هيمليٽ، شيڪسپيئر پنهنجي پيءُ جي موت کان ترت پوءِ لکيو هو يعني اهو ڊرامو هن سوڳ واري حالت ۾ لکيو هو. هيمليٽ جيان هن جي دل ۾ به پنهنجي پيءُ لاءِ انتهائي محبت ۽ احترام جا جذبا موجود هئا. اسان ڏسون ٿا ته

شيڪسپيئر ڪيٖ جڏهن پٽ پيدا ٿيو، (جيڪو ٻاروتڻ ۾ ئي گذاري ويو هو) ته هن آن جو نالو هينٽ، هيمليٽ جي وزن تحت ئي رکيو هو.

فرائيڊ جي دل ۾ پنهنجي پيءُ لاءِ نفرت ئي نفرت هئي پر گڏوگڏ هڪ طرح جي ندامت ۽ شرمندگي جو جذبو به هن ڪي مسلسل ستائيندو رهندو هو. جيڪو ڪيس احساس ڏياريندو هو ته هو به ڪنهن قاتل کان گهٽ ناهي (پنهنجي پيءُ سان نفرت سبب) شڪسپيئر جيان، جنهن سوڳ واري حالت ۾ هڪ شاهڪار ڊرامو تحرير ڪيو اهڙي طرح فرائيڊ به پنهنجي پيءُ جي وفات کانپوءِ هڪ ڪتاب لکيو هو. جيڪو هن جي ۽ هن جي مداحن جي نظر ۾ هڪ شاهڪار ڪتاب سمجهيو ويندو آهي. هيمليٽ ۾اسان کي هڪ شاعر ۽ ڊرامہ نگار جي نفسيات کان آگاهہ ٿيڻ جو موقعو ملي ٿو. بلڪل ساڳي طرح "Interpratation of dreams" ۾ فرائيڊ جي نفسيات سامهون اچي ٿي.. پنهنجي پيءُ سان تڪليفده ۽ ناخشگوار تعلق سبب هن هيمليٽ جو نفسياتي تجزيو ڪيو هو يعني هن پنهنجو پاڻ کي هيمليٽ جيٖ جاءِ تي بيهاريو هو ۽ ان باري ۾اعتراف ڪندي چيو هو. "مون هيرو جي لاشعور ۾ موجود جذبن ۽ احساسن کي شعوري لباس اوڍايو."

هيمليٽ جي نفسياتي تجزيي ۾ فرائيڊ هن جي لاشعور ئي نہ بلڪہ هن ۾ موجود تعميري قوت حيات ۽ موت جي نوعيت تي بہ روشني وڌي هئي. اها قوت شاعرانہ ۽ فنڪارانہ تخليق هئي اهي تعميري قوت ۽ تخليقي فنڪارانہ تصور سندس نظر ۾ اهڙائي اهم مسئلا هئا جيترو فرد جي فطرت جا تباهي، تخريبي رجحانَ ۽ خواهشون وغيره. هن ڪافي تحقيقات ڪئي ۽ ڇنڊڇاڻ کان پوءِ نتيجو ڪڍيو هو تہ:

هڪ فنڪار جيڪو حقيقي دنيا مانَ نڪري تصور ۽ تخيل جي دنيا ۾ هوندو آهي اهو بہ هڪ طرح جو ذهني مريض هوندو آهي. پر انهن ۾ ۽ هڪ حقيقي مريض ۾ فرق اهو هوندو آهي تہ ذهني مريض تصور ۽ تخيل جي دنيا ۾ پهچي پنهنجو شعور وڃائي ويهندو آهي جڏهن تہ فنڪار اهڙي تصور ۽ تخيل واري دنيا ۾ پهچي بہ پنهنجو هوش ۽ حواس قائم رکندو آهي ۽ هن جو حقيقي دنيا سان رابطو بحال هوندو آهي.. ان جي ابتڙ ۾ حقيقي ذهني مريض پنهنجو پاڻ کي انَ دنيا جو فرد سمجهي حقيقي دنيا کي بکواس ۽ بي هوده شيءِ سمجهندو آهي.

فرائيڊ مطابق تخليق فنڪار جي لاشعور ۽ خواهشن جي آسودگي ۽ تسڪين هوندي آهي، جيئن خواب پڻ ان جو مظهر آهن. تخليق بہ خواب جيان صلح پسند هوندي آهي جو تہ اها دٻاءُ ۽ مزاحمت جي قوتن سان سڌو مقابلو ڪرڻ کان لنوائيندي آهي. بهرحال اهي ڪنهن ذهني مريض جي تصورن ۽ خيالن کان بہ مختلف هوندا

آهن جو ته انهن ۾ بين ماڻهن ۾ دلچسپي اپارڻ ۽ انهن ۾ لاشعوري خواهشن جي تسڪين واري صلاحيت هوندي آهي. فرائيڊ هڪ فنڪار جي زندگي، ان جا تجزيا، ان جو ڪم، ان جو ڪردار ۽ ان جي تعميري ۽ تخريبي رجحانن ۾ گهري دلچسپي ورتي آهي.

فرائيڊ هيمليٽ سان پنهنجي شخصيت جي پيٽ پنهنجي فطرت ۾ موجود تعميري رجحان تلاش ڪرڻ لاءِ ڪئي هئي. 1910ع ۾ جڏهن "Leonardo Davinci a study Psychosexuality" شايع ڪرايو. اهو دنيا جو عجيب و غريب ۽ خوفناڪ ڪتاب سمجهيو ويندو آهي. ان ۾ هن پنهنجي اندر موجود ڪجهه عجيب و غريب جذبن ۽ احساسن جي ڪشمڪش کي ظاهر ڪيو آهي. تخليقي ڪمن جي پاسي ۾ لاشعوري قوتن جي ڪارفرما هجڻ جي هڪ تجزياتي تحقيق هئي. ليوناردو نشاط ثانيه جي دور ۾ دنيا ۾ ڦهلجندڙ اينٽليڪچوئل جي نون مونجهارن جو مظهر هو. فرائيڊ جيان هو به هڪ ڪامپليڪس دريافت ڪندڙ هو. پنهنجي سموري زندگي ۾ هو ٻن مختلف پاسن يعني سائنس ۽ آرٽ جي وچ ۾ ڦرندو رهيو. فرائيڊ جيان هن کي به هر شيءِ ۽ ان جي سببن جي باري ۾ ڄاڻڻ جو چريائپ جي حد تائين شوق هو. فرائيڊ جيان ليوناردو به عقل ۽ استدلال تي يقين رکندو هو. انهن ٻنهي ماڻهن پنهنجون زندگيون پنهنجي جنون تي قربان ڪري ڇڏيون فرائيڊ ليوناردو جي باري ۾ جيڪو ڪجهه لکيو آهي اهو سڀ اصل ۾ پنهنجي ئي باري ۾ لکيو آهي.

ليوناردو پنهنجي اينٽليڪچوئل زندگي جي ترقي جي باري ۾ ڪافي رڪارڊ ۽ ثبوت ڇڏيا هئا پر پنهنجي ذاتي زندگي جي لاءِ هن يا ته ڪوبه رڪارڊ نه ڇڏيو هو يا تمام ٿورو ڇڏيو هو ان رڪارڊ مان فرائيڊ ڪجهه جي اڏار سان تعلق رکندڙ نهايت اهم واقعو ڳولي ڪڍيو هو. اهو ليوناردو ڪجهه هن طرح لکيو هو. منهنجي حافظي ۾ ابتدائي ياد طور اجا به هڪ واقعو موجود آهي ته جڏهن مان بلڪل ضغير هوس ته هڪ ڳجهه اڏامندو هيٺ آيو ۽ منهنجي ويجهو آيو، هن پنهنجي پڇ سان منهنجي وات کي کوليو ۽ پڇ جي ذريعي ڪيئي دفعا منهنجي چپن کي ڏڪ هنيا." ان واقعي جي گهرائي ۾ وڃي فرائيڊ ليوناردو جي ٻاروتڻ جي ڪجهه اصل حقيقتن کي ڳولي ڪڍيو. هو ناجائز ٻار هو هن جي ماءُ پنجن سالن تائين هن جي اڪيلي سر پرورش ڪئي هئي ان ڪانپوءِ هن جو پيءُ اچي هن کي وٺي ويو هو جتي هن جو ويڳي ماءُ سان واسطو پيو. انهن حقيقتن جي روشني ۾ فرائيڊ ليوناردو جي احساسن ۽ جذبن جو تجزيو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. هن جو چوڻ هو ته ليوناردو جي بحيثيت هڪ نيچرلسٽ عظمت هن جي بحيثيت هڪ آرٽسٽ عظمت سان ڳنڍيل هئي.

## فرائيڊ

جيتوڻيڪ هن فن مصوري جا بي شمار نادر شاهڪار تخليق ڪيا هئا جن ڪان دنيا واقف آهي پر بحيثيت سائنسدان هن جيڪي دريافتون ڪيون هيون انهن تي لاعملي ۽ تاريڪي جا پردا پيل آهن. هن ۾ جيڪو موجد ۽ محقق موجود هو اهو هن ۾ موجود فنڪار ڪان ڪڏهن بہ الڳ نہ ٿي سگهيو. فرائيڊ جي تحقيق مطابق ليونارڊو پنهنجي زندگي جي آخري سالن ۾ آرٽ کي ڇڏي سائنس طرف متوجهہ ٿي چڪو هو. اتان ڪان ئي هن جي فلسفيانہ ۽ نظرياتي مشاهدن ۾ بہ تبديلي پيدا ٿي هئي. انهيءَ تبديلي سبب بعض تنقيد نگارن اهو الزام لڳائڻ شروع ڪيو تہ تحليل نفسي ڪا سائنس نہ بلڪ آرٽ جي هڪ صورتَ آهي.

فرائيڊ جي چوڻ مطابق ليونارڊو پنهنجي زندگي جا ابتدائي سال پنهنجي ماءُ سان گذاريا هئا اهي هن جي اندورني تشڪيل تي فيصلہ ڪن انداز ۾ اثرانداز ٿيا. اهڙي طرح اهو حيرت جوڳو نہ آهي تہ هڪ اهڙو ٻار جنهن ٻين ٻارن جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ گنڀير مسئلن کي منهن ڏنو ۽ انهن مونجهارن کي حل ڪرڻ لاءِ انتهائي بيچين ٿيو ۽ ان تي پهرن جا پهر غور و فڪر ۾ غلطان رهڻ لڳو. ائين هو پنهنجي ابتدائي زندگي ۾ ئي هڪ محقق ۽ کوجنا ڪرڻ وارو بنجي ويو. هن ڪي جن سوالن انتهائي تنگ ڪيو هو اهي هئا، ٻار ڪٿان اچن ٿا؟ پيءُ ڪان فرائيڊ ٻيهر ايڊيپس جي موضوع طرف هلي ٿو. ٻاروتڻ جي ليونارڊو جي تڪليف ۽ اذيت مان بگڙيل چهري هينيان سگمنڊ فرائيڊ جو چهرو ٿو ڏسڻ ۾ اچي جيڪو پنهنجي خاندان جي عجيب تعلقاتن جي مسئلي هٿان گهيريل هو. جيتري قدر ليونارڊو جو پنهنجي ماءُ سان تعلق جو سوال هو فرائيڊ جي ان سلسلي ۾ هن سان هڪجهڙائي هئي جيڪڏهن فرائيڊ کي ليونارڊو جي ڀيٽ ۾ پنهنجي ماءُ سان ان انداز جو تعلق نہ هو تہ گهٽ ۾ گهٽ ايترو ضرور هو تہ هو ٻين ٻارن مان سڀ ڪان وڏو هو ۽ هن جو انهن ۾ خاص حيثيت ۽ مقام هو. هن کي شروع ڪان ئي ان ڳالهہ تي يقين ٿي ويو هو تہ جيڪو ٻار پنهنجي ماءُ جي وڌيڪ ويجهو رهيو هجي ۽ ان جي محبت ۽ توجهہ جو مرڪز بڻيل هجي ان جي ذهن ۾ پنهنجي مستقبل جي ڪاميابين جو مڪمل يقين موجود هوندو آهي. ان ۾ مڪمل خود اعتمادي جو جوهر موجود هوندو آهي.

1917ع ۾ هن هڪ ٻئي هيرو گوئٽي تي هڪ اختتامي پيراگراف تحرير ڪيو تہ جيڪو پنهنجي ماءُ جو انتهائي لاڏلو ۽ پيارو هجي اهو هميشہ پنهنجي مستقبل جي ڪاميابين جي باري ۾ پُريقين هوندو آهي. ان ۾ مثبت خود اعتمادي هوندي آهي. گوئٽي پنهنجي سوانح حيات ۾ تحرير ڪيو هو، منهنجي طاقت جون پاڙون منهنجي پنهنجي والده سان تعلقاتن ۾ آهن يعني ماءُ سان ٻاروتڻ ۾ جيترو عرصو

قريبي تعلق رهيو هجي ۽ پيار ان جي شفقتن ۽ محبتن جو لطف حاصل ڪندو ته خود اعتمادي پيدا ٿي ويندي آهي ۽ هو پنهنجي مستقبل جي ڪاميابين جو ذميوار پنهنجي ماءُ کي قرار ڏيندو آهي. گوئٽي جيان فرائيڊ به اهو ٿي چوندو هو ته مان اڄ جيڪو ڪجهه آهيان پنهنجي ماءُ جي ڪري آهيان فرائيڊ کي مائرون ڪنهن فرد جيان نه بلڪ تقدير جي مهربان هٿ جيان پاسديون هيون. ليونارڊو جي هارياڻي ماءُ جي ذاتي تڪليفن ۽ مصائب لاءِ فرائيڊ وٽ ڪي به لفظ نه هئا. هوءَ پنهنجي ننڍڙي ۽ ناجائز ٻار سان بيپناهه محبت ڪندي هئي اهڙي طرح هو فرائيڊ جي ماءُ جيان ٿي هئي پر هن هڪ اهڙي ٻار کي جنم ڏنو هو جيڪا جائز ٻار جي ماءُ هئي. ايڊيپس ڪامپليڪس جي لينڊ اسڪيپ ۾ ماءُ هڪ اهڙي سرسبز ۽ خوبصورت چراگاهه جيان آهي جتي ٻار آزاد پيو ڦرندو آهي ان خوشيءَ ۽ سڪون واري فضا ۾ پيءُ جي حيثيت هڪ تخريبڪار جهڙي هوندي آهي. فرائيڊ ليونارڊو جي باري ۾ چيو هو ته هن کي هڪ پٽ جي حيثيت ۾ پنهنجي ماءُ سان بيپناهه محبت هئي انهيءَ محبت هن جي دل ۾ اها خواهش اڀاري ته هو پنهنجي پيءُ جي جڳهه وٺي. ان خواهش هن جي ذهن ۾ اهڙن تصورن ۽ خيالن کي اڀارڻ شروع ڪيو ته ڇڻ هن پنهنجي پيءُ جي جڳهه حاصل ڪري ڇڏي آهي ۽ پنهنجو پاڻ کي ان حيثيت سان شناخت ڪرايو آهي. اسين ٻڌون ٿا ته ليونارڊو عيش و عشرت ۽ سٺين شين جو شوقين هو هن وٽ بيشمار گهوڙا ۽ نوڪر رکيل هئا. پر وساري ڇوي ٿو ته هن وٽ مشڪل سان ٿي ڪو سامان هو ۽ هو ڪم به گهٽ ۽ بيدلي سان ڪندو هو. "اسان انهن ڳالهين تي هن جي فنڪارانه ذوق کي ڏوهه نه ڏينداسين، ان ۾ اسان کي اها تلخ حقيقت ڏسڻ ۾ اچي ٿي ته هن ۾ پنهنجي پيءُ جهڙو ٿيڻ جي خواهش وڏي شدت سان موجود هئي، هو هڪ هارياڻي ڇوڪري سان وڏي ۽ معزز شريف ماڻهو جي حيثيت سان ملندو هو. هن ۾ پنهنجي پيءُ کي اهو ڏيکارڻ جي شديد خواهش موجود هئي ته هو به هن جهڙو ٿي آهي ان کان ڪنهن به طور گهٽ نه آهي.

فرائيڊ مطابق اهو ممڪن هو ته ليونارڊو کي پيءُ جي نقل فنڪار جي حيثيت سان نقصان پهچائي ها پيءُ جي خلاف اها مزاحمت شايد هن جي بحيثيت هڪ فنڪار جي تڪميل ٻاراڻي مزاحمت هئي اڳتي هلي فرائيڊ وڌيڪ لکيو هو: "هو اهڙو ماڻهو هو جيڪو صبح سوير اٿندو هو جڏهن ٻيا ماڻهو اڃا ستل ٿي هوندا هئا" فرائيڊ به اهڙو ٿي هو هن تي الزام هو ته هن "خوابن جي تعبير" لکي دنيا جي ننڊ ۾ خلل وڌو آهي ليونارڊو ان زماني ۾ استدلال مان ڪم وٺڻ جو فيصلو ڪيو جو هو پهريون نيچر فلاسفر هو هن وٽ خيالن ۽ تصورن جا خزانا هئا. يوناني عهد کانپوءِ

هو پهريون شخص هو جنهن قدرت جي رازن جي تحقيق ۽ جستجو ڪئي هئي ۽ پنهنجن مشاهدن ۽ فيصلن تي پروسو ڪيو پر جڏهن هن قديم ماڻهن جي نقل ڪرڻ جي مخالفت ڪئي ۽ اٿارٽي خلاف هلڻ شروع ڪيو ته هن مسلسل ان ڳالهه تي زور ڏيڻ شروع ڪيو ته فطرت جو مطالعو ئي عقل جي سيني ذريعن جو سرچشمو آهي، هتي فطرت پيهر هڪ شفيق ۽ مهربان ماءُ جو روپ ڌاري ورتي ٿي ۽ قديم دانشور ۽ اٿارٽي پيءُ جو روپ اختيار ڪندا آهن. اڄڪلهه جا ڪافي انسان قديم زماني جي انسانن جيان پنهنجي لاءِ اٿارٽي جي ضرورت ڪفالت لاءِ محسوس ڪندا آهن ۽ ان ڪانسواءِ زندگي گذارڻ مشڪل سمجهندا آهن پر ليونارڊو اهڙي مدد ۽ ڪفالت کان بلڪل بي نياز هو.

فرائيڊ به پنهنجي زماني ۾ اهڙي مدد ۽ ڪفالت جي ضرورت کان بي نياز هو. هُو جيڪڏهن پهريون جديد نيچرل فلاسافر نه هو ته انساني فطرت جي اندر جو مطالعو ڪرڻ وارو پهريون جديد ماهر نفسيات ته ضرور هو. هن فطرت جي رازن جي چند چاڻ ئي نه بلڪه انساني فطرت جي رازن جي چند چاڻ به ڪئي هئي هن ۾ اڪيلي سر ميدان ۾ بيهي رهڻ جون صلاحيتون موجود هيون. ليونارڊو جيان هن به صرف پنهنجن مشاهدن ۽ فيصلن تي پروسو ڪيو هن به فطرت جي سيني ذريعن کي عقل جو سرچشمو قرار ڏنو هو. ليونارڊو جيان هن به پنهنجي سموري توانائي انهن بلندين تائين پهچڻ لاءِ استعمال ڪئي جيستائين انسان جي پهچ ممڪن تي سگهي ٿي.

سگمنڊ فرائيڊ جيان ليونارڊو جي نظر ۾ عقليت شعوري ذهن لاءِ خدا جهڙي حيثيت ٿي رکي. انهن کي معلوم هو ته جن قوتن مان عقل ڦٽي نڪري ٿو ان جو سرچشمو خدا جي ذات آهي جيڪو سڄي ڪائنات جو مالڪ آهي ان ئي انساني فطرت ۾ هڪ ئي وقت بيشمار جذبا، احساس ۽ جبلتون جمع ڪري ڇڏيون آهن. ان ڪري فرائيڊ جهڙي تجزياتي فطرت رکڻ واري شخص لاءِ مذهب سان تعلق اڻٽر هو.

فرائيڊ مذهب سان جيڪا دلچسپي يا نفرت رکي ٿي ان کي سمجهڻ ڏکيو ناهي. هن کي پيءُ هٿان سختيون ۽ ظلم برداشت ڪرڻا پيا ۽ جنهن هر مرحلي تي هن جو استحصال ڪيو. مذهب سان نفرت ۽ بيزاري باوجود هو يهودي هو ۽ يهودي برادري جو فرد هو. سندس نظر ۾ انهن سڀني غير اخلاقي قدرن جو ترجمان هو جن جي هن سڄي عمر مذمت ڪئي هئي.

شيڪسپيئر ۽ ليونارڊو ۾ فنڪارانه صلاحيتن جي پيدائش فرائيڊ جي نظر ۾ پنهنجي پيئرن تي فتح جي احساس مان نڪتل هئي اهو احساس مجرمانه فتح هو

جنهن جو ڪفارو بہ انهن ادا ڪيو. مذهبي رسمن، حڪمن ۽ وهم پرستي جي بنياد تي قائم ٿيل ڪمن جي وچ ۾ قريبي تعلق تلاش ڪري ورتو هو. هن جي خيال ۾ وهم پرست نيوراسس بگڙيل ذاتي مذهب جي صورت هو، ۽ مذهب هڪ عالمگير قسم جو ڊوهہ ۽ وهم آميز نيوراسس هو. يعني محض هڪ دماغ جو خلل يا دماغ جي هڪ بيڪار ۽ بڪواس قسم جي پيداوار هو.

زنگ مسلسل پنجن سالن جي تحقيق ۽ جستجو ڪانپوءِ قديم دور جي ماڻهن ۽ نيوراسس جي عقليت جي معيار وچ ۾ هڪ جهڙائي تلاش ڪري ورتي هئي. فرائيڊ پنهنجي ۽ زنگ جي تحقيق تي مسلسل غور و فڪر ڪيو ۽ 1910ع ۾ جڏهن هن ليوناردو تي ڪتاب شايع ڪرايو تہ هو ان نتيجي تي پهچي چڪو هو تہ خدا تي عقيدي ۽ پدري مونجهاري جي وچ ۾ قريبي تعلق ضرور هوندو آهي. ڪنهن فرد جو خدا پيءُ جي ئي اميج جو نفسياتي همسر آهي خدا ۽ مهربان فطرت ماءُ ۽ پيءُ جون ئي بدليل صورتون آهن، يا پوءِ ماءُ ۽ پيءُ بئي ٻاراڻي تصور جون صورتون آهن. ٻاروتڻ ۾ ٻار کي ماءُ ۽ پيءُ جو تحفظ حاصل هوندو آهي اهي ٻار لاءِ پناهہ هوندا آهن پر جڏهن هو وڏو ٿيندو آهي تہ ماءُ پيءُ جي اڳ واري حيثيت نہ رهندي آهي ان وقت هن کي ڪنهن ٻي پناهہ جي ضرورت محسوس ٿيندي آهي ۽ اها ضرورت مذهب ئي پوري ڪندو آهي. يعني مذهب جي جهول ۾ ئي هن کي تحفظ جو احساس ٿيندو آهي.

1912ع ۾ ليوناردو تي ڪتاب جي اشاعت جي ٻن سالن ڪانپوءِ فرائيڊ مذهب جي نفسيات متعلق هڪ تحقيقي ڪتاب "Totem and Taboo" شايع ڪرايو. ان ڪتاب ۾ فرائيڊ مسيحيت جي نفسياتي بنياد جي وضاحت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. هن پنهنجي تحقيق جو آغاز اتان ڪيو تہ ناجائز مباشرت جو خوف قديم دور جي انسانن ۾ جديد دور جي انسانن کان وڌيڪ هو. انهيءَ خوف ڪيئي حدبنديون اپيون ڪري ڇڏيون ۽ ڪيترائي دفاعي معيار تشڪيل ڏنا ويا. اهي اخلاقي بندشون فرائيڊ ٽوٽم ازم جي تعلق سان دريافت ڪيون هيون. ٽوٽم ازم ۾ معبود ڪو جانور هوندو آهي. سيني قديم قبيلن جا ٽوٽم يا عبادت جا جانور مختلف هئا فرائيڊ جو چوڻ هو تہ جديد دور جا انسان پهريان قبيلن جي صورت ۾ رهندا هئا ۽ ٽوٽم ازم جا پيروڪار بہ رهيا هئا.

ٽوٽمي مذهب ۾ معبود يعني عبادت جي جانور کي مارڻ جي سخت منع ٿيل هئي ان کان علاوه ٽوٽم جي پيروڪار عورت سان بہ جنسي تعلق رکڻ منع هو. انهن بندشن فرائيڊ جي ذهن ۾ ايڊيپس ڪامپليڪس جو تصور پيدا ڪيو، ان مونجهاري جو شڪار شخص پنهنجي پيءُ کي قتل ڪرڻ ۽ ماءُ سان جنسي تعلق جوڙڻ جو

خواهشمند هوندو آهي. ٽوٽم اهڙي طرح قديم زماني جي شخص جيَ نظر ۾ پيءُ جي علامت بنجي پوندو آهي. قديم زماني جي هر دور ۾ ٽوٽم جي هڪ پيءُ جيان عزت ڪئي ويندي هئي. قديم ٽوٽم جو ذڪر قديم ابن ڏاڏن جيان عزت ۽ احترام سان ڪيو ويندو هو. هتي فرائيڊ جي نظر ۾ جن ٻارن ڪي جانورن سان محبت هئي اهو اصل ۾ پدري محبت جو هڪ روپ ٿي هئي.

اڳتي هلي فرائيڊ ٽوٽمي دعوت جو ذڪر ڪري ٿو جيڪا ٽوٽمي مذهب جو اهم ترين جز سمجهي ويندي آهي. سال ۾ هڪ دفعو عبادت جي ان جانور يعني معبود کي، جنهن جي سمورو قبيلو پوڄا ڪندو آهي بيشمار رسمن ڪانپوءِ ماري کائي ڇڏيندا هئا. ان موت جي سلسلي ۾ قبيلي ۾ هڪ شاندار تقريب ٿيندي هئي. تقريب جي اختتام ڪانپوءِ ٽوٽم جي موت جو باقائدي سوڳ ملهايو ويندو هو ۽ ان تي روئڻ پٽڻ به ٿيندو هو. اهو سوڳ هڪ خاص وقت تائين جاري رهندو هو. اهو وقت ختم ٿي وڃڻ ڪانپوءِ هڪ دفعو ٻيهر شاندار تقريب ٿيندي هئي. ان ٽوٽمي دعوت جي اهميت ۽ تفصيل فرائيڊ رابرٽسن سمٿ جي هڪ ڪتاب "The religion of the smites" مان حاصل ڪيا ان کان علاوه هن چارلس ڊارون جي ڪم جو مطالعو به ڪيو هو. فرائيڊ ڊارون جي انهن نظرين سان متفق هو ته پهريان انسان گروهن ۽ ٽولن جي صورت ۾ رهندا هئا. پوءِ هڪ طاقتور، جنگجو ۽ خونخوار انسان سيني کي متحد ڪري انهن تي حڪومت شروع ڪئي.

فرائيڊ لکيو ته "انهن سيني مختلف عنصرن ملي منهنجي اڳيان هڪ مفروضي کي جنم ڏنو، اهو مفروضو گهٽ، ويزن وڌيڪ هو" قديم زماني ۾ انسانن جو جيڪو ابتدائي قبيلو هو ان جي سردار قبيلي جي سمورين عورتن کي پنهنجي لاءِ مخصوص ڪري ڇڏيو هو، جڏهن ته ان معاملي ۾ سردار جا پٽ هن جا حريف ٿي سگهيا ٿي ان ڪري يا ته انهن کي قتل ڪيو ويندو هو يا اتان ڀڄي نڪرندا هئا. هڪ دفعي هن جا سيئي ڀڄي ويل پٽ گڏ ٿيا ۽ پنهنجي پيءُ جي قبيلي تي حملو ڪيو ۽ پنهنجي پيءُ کي قتل ڪري ڇڏيو ۽ ان جا ٽڪرا ٽڪرا ڪري کائي ويا. بعد ۾ کين ان حرڪت تي پريشاني ۽ پشيماني ٿي، هاڻ ته هو گڏجي ان مفتوح قبيلي جا سردار به نٿي بنجي سگهيا ڇو ته هرڪو ٻئي جو مخالف هو. پنهنجي ان گناهه جي ڪفاري طور انهن طئي ڪيو ته انهن جي پيءُ عورتن جي ملڪيت جي باري ۾ جيڪو قانون جوڙيو هو ان کي قائم رکيو وڃي. اهڙين عورتن کي هٿ نه لڳايو وڃي جيڪي پيءُ وٽ رهي چڪيون هجن. ان المناڪ واقعي جي ياد طور هڪ مذهبي تقريب هر سال ملهائڻ ڪپي اتان کان ٿي ٽوٽمي تقريب جو آغاز ٿيو. اها ٽوٽمي

تقريب انسان جي اندر ۾ موجود احساس جرم کي اڀاريندي هئي ۽ اُن کي ندامت ۽ پشيمانيءَ ۾ مبتلا ڪرڻ جو هڪ نهايت اثرائتو حربو بڻايو ويو. ان ٽوٽمي تقريب جي رسم جي شروع ٿيڻ ڪانپوءِ مذهبي، معاشرتي ۽ اخلاقي بندشن جو آغاز ٿيو ان مفروضي کي تاريخي حيثيت سان درست تسليم ڪيو وڃي يا نه ايترو ضرور آهي ته ان مان پڌري مونجهاري جي دائري ۾ مذهب جي تشڪيل ٿي. ٽوٽم کي قبيلي جي سردار جو پاڇو يا پرتوو سمجهيو ويندو هو. جڏهن ٽوٽم کي ماريو ۽ کاڌو ويندو هو ته سردار طرف متوجهه ٿيندا هئا ۽ ماڻهن جي عقيدت ۽ احترام جو مرڪز ان جي ذات بڻجي ويندي هئي. آهستي آهستي ٽوٽم جي عبادت متروڪ ٿيندي وئي ۽ سردار کي خدا جو مظهر سمجهڻ لڳا. ان جا پٽ ان جي خدائي ۾ حريف هوندا هئا. پيءُ جو پٽن هٿان قتل ۽ پٽن هٿان پيءُ جو قتل انهن جرمن جي ڪفاري، مصلحتن ۽ جهيڙن جو سلسلو اڻ کٽ هو. مذهب جو نظريو مسيحيت جي نفسياتي بنياد تي روشني وجهي ٿو ۽ ثابت ڪري ٿو ته ٽوٽمي تقريبن جو سلسلو اڄ به جاري آهي پر ان جي نوعيت هاڻ بدلجي چڪي آهي. هاڻ ان "ڪميونين ازم" جي صورت اختيار ڪئي آهي. مذهب جي باري فرائيڊ جي هي نظريو به اهڙي ئي طرح قابل نفرت ۽ قابل مذمت سمجهيو ويو، جهڙي طرح جنس جو نظريو سمجهيو ويو. بهرحال "Totem and Toboo" ۾ فرائيڊ جيڪي نظريا پيش ڪيا اهي ڪافي عرصي کان فرائيڊ جي ذهن ۾ هئا، پر اهو ڪتاب 1912ع ۾ مڪمل ٿيو انهيءَ سال زنگ ۽ زيورچ جا پيروڪار هن کان الڳ ٿيا هئا يعني ان صورتحال ۾ فرائيڊ بلڪل ان قديم زماني جي قبيلي جي سردار جيان هو جيڪو پنهنجي پٽن جو قتل ٿيڻ يا فرار ٿيڻ سبب اڪيلو رهجي ويو هو. هن جو هڪ پيروڪار اسٽيڪل به زنگ جي جدا ٿيڻ کان اڳ ئي فرائيڊ کان الڳ ٿي ويو هو. ان فرائيڊ کي پوڙهي سردار سان پيٽيو هو ته فرائيڊ ان سردار جيان انتهائي سخت مزاج ۽ مطلق العنان قسم جو انسان هو. نيورمبرگ هوٽل ۾ جڏهن هن جي ويانا جي پيروڪارن جو اجلاس ٿيو هو ته سيني متفقه طور ان مطلق العناني ۽ حاڪماڻه رويي جي مذمت ڪئي هئي. جواب ۾ فرائيڊ جو رويو ڪنهن خوفزده ماڻهو جهڙو هو. " اسان سڀ خطري ۾ آهيون" هن وڏيڪ چيو هو ته اسان کي سوئيس ئي بچائي سگهن ٿا مون کي ۽ توهان سيني کي! پنهنجي ويانا-وارن پيروڪارن طرف هن جو رويو ان قديم قبيلي جي سردار جيان ئي هو، يعني استحصالي هو. انهن کي پنهنجي طور تي تحقيق ۽ جستجو ڪندي ڏسڻ ڪيس سخت ناپسند ڪندو هو ۽ خوداراديت جو سخت مخالف هو. هو

انهن جو ذڪر ”منهنجي آسپاس ڦرنڊڙ مڪيون“ سان ڪندو هو. ايڊلر جي باري ۾ هن چيو هو تہ ”مون هڪ حقير چامڙي کي وڏو ماڻهو ٺاهي ڇڏيو آهي“.

فرائيڊ جا مذهب جي باري ۾ نظريا هن جي پنهنجي زندگي مان ورتل هئا. هن کي پنهنجي مذهب سان جيڪا نفرت هئي ان جو سبب هن جو پنهنجو پيءُ هو جيڪو يهودين جو ڪٽر پيروڪار هو. فرائيڊ کي صرف پنهنجي مذهب يهوذين کان ئي نفرت نہ هئي بلڪ هن کي دنيا جي هر مذهب سان نفرت هئي.

اها مسيحي دنيا هئي جنهن فرائيڊ کي سڀ کان الڳ رهڻ تي مجبور ڪيو. نفسّياتي طور هن کي مسيحي دنيا ۽ قديم زماني جي جهالت ۾ هڪجڙائي نظر ايندي هئي يعني مسيحي مذهب جي پيروڪارن ۽ قديم زماني جي وحشين جي رويي ۾ هن کي ڪوبہ فرق ڏسڻ ۾ نہ ايندو هو هن کي پنهنجي مسيحي استحصالين کان شديد نفرت هئي ان نفرت کي هو پنهنجو پيدائشي حق سمجهندو هو.پر هر يهودي جيان هن جي دل ۾ بہ انهن جي دنيا جو حصو بنجي وڃڻ جي خواهش موجود هئي پر اها خواهش شعوري قشر جي خواهش هئي.

فرائيڊ کي سياحت ۽ سفر جو ڏاڍو شوق هو خاص طور پراڻي دنيا جي قديم ماڳن جي سير ڪرڻ ۾ وڏي دلچسپي هئي اهڙين سڀني جاين مان هن کي روم سڀ کان وڌيڪ پسند هو. هن جي دل ۾ قديم شهر جي سياحت ڪرڻ جي خواهش وڏي شدت سان موجود هئي. ان شهر جي سير جو شوق سندس دل ۾ ان وقت پيدا ٿيو هو جڏهن ٻاروتڻ ۾ هن جرنيل هيني بال جي ڪهاڻي پڙهي هئي، جيڪو هڪ سامي نسل جو جرنيل ۽ روم جو فاتح هو ٻاروتڻ ۾ هيني بال فرائيڊ جو هيرو رهيو هو. بعد ۾ هيرو شپ تہ ختم ٿي وئي پر روم گهمڻ جو شوق بدستور هن جي دل ۾ قائم رهيو. ”خوابن جي تعبير“ ۾ هن خوابن جي هڪ سلسلي جو ذڪر ڪيو آهي جيڪي هن جي روم گهمڻ جي شوق سان وابستہ آهن. ان ڪتاب ۾ فرائيڊ يونان جي سياحت جي شوق جو ذڪر بہ ڪيو آهي جيڪو فن، حڪمت ۽ فلسفي جو وڏو مرڪز رهيو آهي. بهرحال وٽس اهميت ڀوءِ بہ روم کي ئي ڏني اهو سندس نظر ۾ ڪيٿولڪ ڪليسا جو مرڪز هو.

روم گهمڻ جي خواهش فرائيڊ کي ٻاروتڻ ۾ ٻڌل يهودي ڪهاڻين جي ياد ڏياريندي هئي. انهن مان هڪ ڪهاڻي ان غريب يهودي جي باري ۾ هئي جيڪو هڪ ايڪسپريس گاڏي ۾ بنا ٽڪيٽ سوار ٿيو هو. ٽڪيٽ چيڪر کي جڏهن خبر پئي تہ هو يهودي آهي تہ ڪيس ماريو ۽ خوار ڪيو ويو. هڪ اسٽيشن تي ان يهودي جو دوست ٽرين ۾ سوار ٿيو ۽ ماجرا معلوم ٿيڻ تي ٽڪيٽ جي رقم ادا ڪئي ۽

ڪانئس پڇيائين تہ هن ڪٿي وڃڻ ٿي چاهيو. هن جواب ڏنو "ڪارلڊيڊ. پر جيڪڏهن منهنجي قوميت ۽ مذهب جي حوالي سان مون کي اتي لهڻ جي اجازت هجي تہ پوءِ."

بلڪل اهڙو ئي مسئلو فرائيڊ جي روم جي سياحت م بہ آڏو هو. هن کي مسيحي پيدائش جو سرٽيفڪيٽ حاصل ڪرڻ بنا روم پهچڻو هو. جيڪو هڪ وڏو مسئلو هو. هيني بال سندس نظر ۾ يهودين جيان ئي هو جنهن جو روم پهچڻ مصائبن ۽ مشڪلاتن سان پرپور مسئلو هو. فرائيڊ بہ يهودي هو ۽ مسيحيت جي دل تائين پهچڻ جو تمنائي هو ۽ ان معاملي ۾ هو پنهنجي ٻاروتڻ جي هيرو جي نقش قدم تي هلڻ چاهيندو هو. پر هو هيني بال جيان عظيم فاتح يا جرنيل نہ هو.ان ڪري هو روم فتح نٿي ڪري سگهيو. پنهنجي ان مجبوري جو پلاٽ هن "Totem and Taboo" ۾ اهڙي قسم جون ڳالهيون لکي ورتو هو تہ مسيحيت جا.جيڪي قدر آهن انهن جو بنياد پيءُ جي قتل، خونريزي ۽ نفرت تي رکيل آهي. فرائيڊ جي اڪثر پيروڪارن جو چوڻ هو تہ فرائيڊ پاڻ روم وڃڻ جي خواهش لاءِ کهڙا بہ سبب ٻڌائي پر هن جي اها خواهش ان ڳالهہ ڏانهن اشارو ڪري ٿي تہ هن جي دل ۾ مسيحيت ۾ داخل ٿيڻ جي خواهش موجود هئي. روم جي سياحت جي خواهش هن جي اصل خواهش جو لاشعوري اظهار هو. مسيحيت ۾ اچڻ ڪانپوءِ هو نہ صرف امن ۽ سڪون واري زندگي گذاري ٿي سگهيو بلڪ استحصالين ڪان بہ محفوظ رهي ٿي سگهيو.

مسيحيت قبول ڪرڻ ڪانسواءِ هو ان غريب يهودي جيان هو جنهن وٽ ڪارلڊيڊ جي ٽڪيٽ وٺڻ لاءِ رقم نہ هئي فرائيڊ جي نظر ۾ دوزخ هي دنيا ئي هئي جيڪا يهودين لاءِ مخصوص ڪئي وئي هئي. هڪ موقعي تي هن چيو هو مونکي يهوديت جي بار مان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ ۾ بيشڪ گهڻي خوشي ٿيندي. اهڙي طرح مان پاڻ کي هلڪو ۽ آزاد محسوس ڪندس پر مان پلا پنهنجي يهودي ابن ڏاڏن جي مذمت ڪري سگهندس؟ ائين ڪرڻ تي مون کي اجا بہ وڌيڪ احساس جرم ۽ پشيماني ٿيندي.

پنهنجي مجبورين تي فرائيڊ ڏاڍو ڪڙهندو هو هن جي دل ۾ اها خواهش هوندي هئي تہ ڪاش هو هڪ اهڙو طاقتور ماڻهو هجي ها جنهن ۾ پنهنجي تقدير جو رخ موڙڻ جي صلاحيت هجي. هو چڱي طرح ڄاڻندو هو تہ سياسي ۽ معاشرتي ناانصافين جو مقابلو ڪرڻ لاءِ علم ۽ طاقت جو هجڻ ضروري هوندو آهي. هن وٽ علم تہ هو پر طاقت نہ هئي ۽ اهو ڏوهہ هو هن جو يهودي هجڻ. ان بيوسي جي احساس هن جي دل ۾ روم وڃڻ ۽ يهوديت ترڪ ڪرڻ جي خواهش پيدا ڪري وڌي هئي پر ان خواهش سان گڏ اهو خيال بہ هو تہ هو ڪٿي پنهنجي قوم ۽ خاندان سان

غداري ۽ بيوفائي نہ ڪري وجهي. اهڙي طرح هُن جي اها خواهش سندس لاشعوري ذهن ۾ دبي رهي. بهرحال فرائيڊ وٽ شعوري ذهن بہ تہ هو جنهن هن کي اها اجازت نہ ڏني تہ زال جي چاچي جيان، يهوديت ترڪ ڪري عيسائي بنجي وڃي.

فرائيڊ روم جي سياحت تيُ ضرور ويو. ڪافي سالن تائين اوڏانهن وڃڻ ۾ سستي ڪندو رهيو ڇو تہ اتي جون گرميون صحت لاءِ صُحيح نہ هيون نيٺ زنگ جي دغا ڏيڻ ۽ ڪتاب جي شايع ٿيڻ ڪان سٽت پوءِ هن جي خواهش پوري ٿي ۽ سيپٽمبر 1913ع ۾ هو روم ويو. روم جي سفر دوران هو صرف هڪ شيءِ ڪان متاثر ٿيو ۽ اها شيءِ مائيڪل اينجلو جو ٺاهيل حضرت موسيٰ جو مجسمو هو. جيڪو هن پوپ جوليس جي مقبري لاءِ ٺاهيو هو. مسيحيت جي جنم ڀومي ۽ طاقتور مرڪز ۾ پنهنجي پيغمبر جو اهو مجسّمو ڏسي فرائيڊ جي حالت عجيب ٿي وئي هئي. ان نظاري ڇڻ تہ پنهنجن ۽ غيرن سيني ڪان پهتل زخمن تي پها رکي ڇڏيا. موسيٰ جي مجسمي کي جيڪو جبو پاتل هو اهو "Bnal Briyh" جي ميمبرن جي جبن جيان هو. هرويئر هتان تڪليفن ڪانپوءِ فرائيڊ ويانا جي طب جي دنيا جي هتان مشڪلاتون سٺيون هيون. موسيٰ ۾ هن کي پنهنجي قديم قبيلي جي پوڙهي سردار جو هڪ ترقي يافتہ ۽ مهذب روپ نظر آيو جيڪو عقلمند ۽ پروقار هو ۽ جيڪو هر لحاظ سان جديد دنيا جي مهذب انسان جيءَ ويجهو هو. اهو موسيٰ ليونارڊو ۽ هيمليٽ جيان فرائيڊ جي فطرت جي هڪ حاوي پهلو سان حيرتناڪ هڪجهڙائي رکي ٿي، توڙي مائيڪل اينجلو جيءَ ذهن ۾ ان موسيٰ جي تخليق ڪنديءَ کهڙو بہ خيال موجود هو. فرائيڊ جي زندگي جي جدوجهد، عزم ۽ استقلال ۾موسيٰ کيس بيحد ويجهو لڳندو هو. آرٽ جي ڪنهن شاهڪار فرائيڊ کي ايترو متاثر نہ ڪيو جيترو مائيڪل اينجلو جي هن موسيٰ ڪيو. ان مجسمي جو نظارو ڏسڻ لاءِ فرائيڊ هر هر ان غير دلچسپ ۽ غير پرڪشش هنڌ ويندو رهيو. جتي هو ان ويران ۽ اجاڙ گرجا ۾ تنها ويهي موسيٰ جي مجسمي کي پهرن جا پهر ڏسندو رهندو هو. هن کي موسيٰ جي مجسمي سان ڇڻ اُڪير هئي. ڪڏهن ڪڏهن تہ هو احتياط سان هلندو ان جاءِ ڪان کسڪي ويندو هو. "ڇڻ مان بہ ان هجوم ۾ شامل هوس جنهن تي موسيٰ نگاهون رکيو ويٺو هو ان هجوم جو نہ ڪو عقيدو هو ۽ نہ مذهب، اهي ماڻهو بس ڪوڙن خدائن جي پوڄا ۾خوش هئا" فرائيڊ بہ ان لحاظ سان مائيڪل اينجلو جي پٿر جي موسيٰ جيان ٿيُ هو ڇو تہ هن کي زيورچ جي باغي پيروڪارن جي هتان، جن هن جي حقيقي پر سچن نظرين کي غلط قرار ڏنو هو، بيحد تڪليف پهتي. انهن باغين هُن جي سچي تعليمز کي ڏڪاري ڪوڙن خدائن جي پوڄا شروع ڪري ڇڏي هئي. يعني

غلط ۽ فضول نظرين جا حامي ۽ پرچارڪ بنجي ويا هئا. موسيٰ سان پنهنجي ان هڪجهڙائي جو ذڪر فرائيڊ پنهنجي هڪ پيپر "The Moses of Michelangelo" ۾ ڪيو هو جيڪو گمنام حيثيت سان شايع ٿيو هو. فرائيڊ ان کان اڳ پنهنجو ڪو به ڪتاب گمنام حيثيت سان شايع نه ڪرايو هو. اهو پيپر هڪ سرڪاري رسالي ۾ شايع ٿيو هو.

بين ماڻهن به مائيڪل اينجلو جي موسيٰ جي ان مجسمي کي ڏٺو هو ۽ انهن کي اهو مجسمو ڪنهن خاص ڪرداري صفت کي ظاهر ڪندڙ نه لڳو هو. انهن جو خيال هو ته مائيڪل اينجلو موسيٰ جو اهو مجسمو ان جي زندگي جي هڪ خاص موقعي تي، جڏهن هو ڪوهه سينا مان الله طرفان ڏهه احڪام کڻي پنهنجي قوم ۾ پهتو هو ته انهن کي گمراهي ۾ غرق هڪ سون جي بت جي پوڄا ڪندي ڏٺو هو. فرائيڊ به موسيٰ جيان پنهنجي ميونخ ۽ زيورچ جي پيروڪارن کي باغي ٿي ڪافر ۽ ملحد نظرين جي سون جي بت کي پوڄيندي ڏٺو هو.

فرائيڊ جي خيال ۾ مائيڪل اينجلو موسيٰ جو مجسمو "ڪريڪٽر اسٽيڊي" جي حيثيت سان ناهيو هو. موسيٰ جي سنگي جسم ۽ سنگي چهري ۾ فرائيڊ اهو ڪريڪٽر پڙهي ورتو جيڪو بعد ۾ خود هن دنيا اڳيان پيش ڪيو. هن جي خيال ۾ "مائيڪل اينجلو انسانيت جي هڪ اهڙي مخلص اڳواڻ جو اميج تخليق ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي جنهن کي پنهنجي الهامي مشن جي ذميداري جو بخوبي احساس هو. ۽ جنهن کي ان مشن جي تڪميل دوران ماڻهن طرفان سخت مخالفت کي منهن ڏيڻو پيو." فرائيڊ کي موسيٰ جي سنگي چهري ۾ غصي ۽ ڪاوڙ جي جهلڪ نظر آئي هئي. هن جي جسم جو پوز ان ڳالهه جو گواهه هو ته ان انسانيت جي فلاح ۽ آسائش لاءِ ڪيتري جدوجهد ڪئي هئي ۽ ڪيترا ڏک ڏٺا هئائين. هن جي چهري تي غصي سان گڏ نفرت ۽ تڪليف جا تاثر به نقش هئا. مائيڪل اينجلو ان پٿر جي موسيٰ ۾ دراصل ان اڻتڪ ۽ لامحدود اندروني طاقت کي اپارڻ جي ڪوشش ڪئي هئي جيڪا خدا جي طرفان هن کي هڪ نافرمان ۽ سرڪش دنيا کي راهه راست تي آڻڻ لاءِ عطا ٿي هئي. هڪ ٻئي نقاد جي راءِ ۾ موسيٰ جي پرسڪون مجسمي ۾ به اها ٻاهه ظاهر هئي جيڪا هن جي اندر روشن هئي. يعني هن جا اندروني جذبا هن جي چهري مان ظاهر هئا جيئن چيو ويو آهي ته موسيٰ جو اهو مجسمو کهڙي وقت ۽ واقعي جي عڪاسي ڪري ٿو. مائيڪل اينجلو پلي کهڙي به موقعي کي نظر ۾ رکي ناهيو پر فرائيڊ کي اها ئي روايت درست لڳي جيڪا بيان ڪئي وئي آهي. "پنهنجي قوم کي ائين گمراهي ۽ شرڪ ۾ مبتلا ڏسي موسيٰ کي شديد ڪاوڙ

آئي." هن لکيو هو. "غصي ۽ ڪاوڙ واري ان ڪيفيت ۾ هن پنهنجي قوم کي سزا ڏيڻ جو فيصلو ڪيو ۽ اهي تختيون وساري ويٺو جن تي الله جا حڪم درج هئا. پر جلد ئي هن پنهنجي شديد ڪاوڙ تي قابو پاتو ۽ تختيون حفاظت سان پاڻ وٽ سنڀالي رکيون. هو ڄاڻندو هو ته محض جسماني سزا ڏيڻ سان گمراهه قوم صحيح راهه تي نه ايندي ان لاءِ وڏي صبر ۽ نصيحت جي ضرورت آهي. مائيڪل اينجلو جي موسيٰ ۾ صحيح پيغمبرانه شان ۽ رعب هو جيتوڻيڪ انجيل ۾ لکيل آهي تبه ان موقعي تي شديد غصي ۾ اچي موسيٰ تختيون زمين تي هٽي ٽوڙي ڇڏيون هيون پر فرائيڊ ان کي تسليم نٿو ڪري. هن جي خيال ۾ موسيٰ ان موقعيءَ تي پنهنجي ڪاوڙ کي بي لغام ٿيڻ کان بچائي ورتو هو. موسيٰ عام ماڻهن جيان جذبن جو غلام نه هو بلڪ پيغمبر هو. الله جا ايلچي ۽ رسول پنهنجي ڪاوڙ کي روڪڻ تي قادر هئا انهيءَ نازڪ ۽ اهم ترين موقعي جو مجسمو مائيڪل اينجلو ٺاهيو هو جنهن جي چهري تي هڪ ئي وقت ڪاوڙ، مجبوري، نفرت ۽ ڏک جا جذبا عڪس ٿيل هئا.

فرائيڊ پنهنجي قوم جي پيغمبر جي ان اميج مان هڪ نهايت اثرائتو ۽ بهترين سبق سکيو هو. ان جي ئي پيروي ڪندي هن پنهنجي زندگي مان سموريون انساني ڪمزوريون ڪڍي ڇڏيون هيون ۽ پنهنجي زندگي کي مسلسل جدوجهد ۾ بدلائي ڇڏيو هو ان کان علاوه هن پنهنجي زندگي کي سيني آسائشن ۽ عيش کان خالي ڪري ڇڏيو هو. مائيڪل اينجلو موسيٰ کي هڪ مافوق الفطرت شخصيت بنائي ڇڏيو هو. فرائيڊ جي خود اختياري جي جدوجهد ۽ پنهنجي ڪاز لاءِ جاکوڙ اهڙيون شيون هيون جن هن جي ۽ موسيٰ جي زندگي ۾ ڪافي هڪجهڙائي پيدا ڪري ڇڏي هئي.

فرائيڊ جي پيروڪارن ۽ دوستن کي به هن ۾ ۽ موسيٰ ۾ هڪجهڙائي ڏسڻ ۾ ايندي هئي. ڊاڪٽر برل جي راءِ مطابق موسيٰ جيان فرائيڊ به انسانيت جو هڪ مخلص اڳواڻ هو. هن کي پنهنجي مشن جو چڱي طرح علم هو ۽ هن ۾ احساس ذميداري به موجود هئي. هن کي به پنهنجي مشن جي سلسلي ۾ موسيٰ جيان بيشمار مشڪلاتن ۽ رڪاوٽن کي منهن ڏيڻو پيو هو. اهڙو ئي خيال هانز ساچس جو به هو ته موسيٰ کي انهن ماڻهن تي ڏاڍي ڪاوڙ آئي هئي جن کي هن فرعون کان بچايو هو. انهن ماڻهن موسيٰ جي غيرموجودگي ۾ سندس ڏنل هدايتن کي وساريو هو، ۽ سامري جي اطاعت قبول ڪري شرڪ ۽ گمراهي ۾ غرق ٿيا هئا. موسيٰ پيهر انهن کي سچي راهه تي آندو هو. ان کان پوءِ انسانيت کي توحيد جو درس سيکارڻ ۽

گمراهي کان بچائڻ لاءِ پيغمبرن جي آمد جو سلسلو اڳتي هلندو رهيو. فرائيڊ به پنهنجي لاءِ اهو ئي چاهيندو هو ته هن کان پوءِ به هن جي تحريڪ تحليل نفسي جي ترقي جو سلسلو اڳتي وڌندو رهي ڪو شخص اهڙو به اچي جيڪو سچ کي سچ ثابت ڪري ڏيکاري، جن کي هن زماني ۾ ڪوڙ قرار ڏئي رد ڪيو پيو وڃي. "Totem and Taboo" ۾ هن انهيءَ خواهش جو اظهار ڪندي لکيو هو. هر وڏي ليڊر ۽ هر وڏي عالم کي جيڪو هڪ نئين سچ جو پرچاري هوندو آهي، پنهنجي مشن ۾ ڪاميابي موت کانپوءِ حاصل ٿيندي آهي. بلڪل ائين جيئن ٽوٽم کي مارڻ کانپوءِ ڪاڏو ويندو آهي، ان جي موت تي سوڳ ملهايو ويندو آهي ۽ پوءِ هڪ ٻي ٽوٽم کي اها جاءِ ڏني ويندي آهي يعني ٽوٽم ازم بهرحال جاري رهندي آهي.

ٻين تجزيه نگارن جي نظر ۾ به فرائيڊ جي موسيٰ سان هڪ جهڙائي حيرتناڪ هئي اولشليگل جي نظر ۾ هو موسيٰ جو جديد روپ هو. موسيٰ کي پنهنجي جذبن تي گرفت هئي ۽ فرائيڊ جي به اها ڪوشش هئي ته پنهنجي جذبن تي گرفت رکي، هن جي نظر ۾ خوداختياري وڏي شيءِ هئي ان جي ذريعي انسان وڏا ڪم ڪري ٿي سگهيو ۽ حقيقي معنيٰ ۾ وڏو ماڻهو بنجي ٿي سگهيو.

ايڊلر هڪ دفعو چيو هو "انسان کي تحليل نفسي جي طريقن ۽ ان جي ڪوڃنا ڪندڙن جي تحليل نفسي جي ئي ذريعي تحقيق ڪرڻ گهرجي جيڪڏهن توهان چئو ٿا ته اهو طريقو واقعي اثرائتو آهي" فرائيڊ ان ڳالهه تي ڪيس ڪڏهن به معاف نه ڪيو فرائيڊ جي نظر ۾ اها ڳالهه چڻ ڪفر هئي. بهرحال هن پنهنجي تحريرن ۽ گفتگو ۾ ان ڳالهه تي راضپو ظاهر ڪيو. خاص ڪري موسيٰ تي لکيل پيپر ۾، هن ايڊلر کي کليل چيلينج ڪيو ته هن مائيڪل اينجلو جي موسيٰ کي جذباتي رنگ ڏنا هئا اهي پنهنجي طرفان هئا. اهي ئي رنگ هن جا پنهنجا به هئا پر هو ان جي هڪ اهڙي خاصيت کي وساري ويٺو هو جيڪا فنڪار خاص طور ان مجسمي ۾ اپاري هئي جيڪڏهن هو ان مان آگاهه هجي ها ته ان تي بيشمار صفحا لکي ها. اها خاصيت هئي ته مائيڪل اينجلو موسيٰ جي مٽي تي سنگ ناهيا هئا اهڙا سنگ ڏند ڪٿائي ماڻهن جي مجسمن جي مٿن تي پڻ نهيل هئا. يا وري ڪافرن جي ديوتائن جي مٿي تي هئا. فرائيڊ موسيٰ جي سنگن جو ذڪر پنهنجي پيپر ۾ ائين ڪيو آهي ته چڻ هن محض تصور يا خيال ۾ ئي انهن کي ڏٺو هو پر هن ان سوال جو جواب نه ڏنو ته آخر مائيڪل اينجلو هڪ اهڙي شخص جيڪو انتهائي احترام لائق بزرگ هستي هو، ائين ڇو ڪيو جو سندس مٿي تي سنگ ناهي ڇڏيائين؟

اها ڳالهہ آساني سان سمجهہ ۾ اچي ٿي تہ موسيٰ جي سر تي سنڱ ٺاهي مائيڪل اينجلو ان عظيم ۽ پروقار شخصيت ۾ پراڻي جهالت جي دور واري ڪفر جي خاتمي ۽ جديد زماني جي عروج ۽ هڪ نئين مذهب جي پيدائش جو تاثر ڏنو هو پر حيرت جي ڳالهہ آهي جو فرائيڊ جهڙو ذهين شخص ان مطلب کي نہ سمجهي سگهيو.

فرائيڊ جي موسيٰ جي سنڱن کي نظرانداز ڪرڻ جو هڪ سبب ممڪن آهي تہ اهي هن جي مثالي هيرو جي تصور ۾ فٽ نٿي ٿيا ڇو تہ سنڱ ماڻهو جي واهيات جذبن جي عڪاسي ڪندا آهن ۽ ان جي قديم فطرت جيٰ عڪاسي پڻ ڪندا آهن ان ڪان علاوه جانورن سان لاڳاپو پڻ ظاهر ٿيندو آهي. اهڙي واهيات قسم جي خاصيت ظاهر هو تہ فرائيڊ ان عظيم هستي ۾ ڏسڻ نٿي چاهي.

فرائيڊ کي اهو يقين هو تہ هُو هڪ خاص مشن کي پورو ڪرڻ لاءِ دنيا ۾ آيو آهي. روم جي سفر ڪانپوءِ تہ ڪيس يقين وڌيڪ پختو ٿي ويو. بدنامين ۽ خوارين سان ڀرپور زندگي ۾ اهو يقين ۽ عقيدو هن لاءِ ڏاڍو مضبوط سهارو هو. هو پنهنجو پاڻ کي هڪ مسيحا سمجهڻ لڳو هو. فرائيڊ نرم دل، گرمجوش، خوش مزاج ۽ سنو ماڻهو هو پر هن جي نرم دلي، گرمجوشي ۽ خوش مزاجي ۾ بہ هڪ سرد مهري وارو رويو هو. هُو هميشہ اهو چاهيندو هو تہ جيڪو ڪجهہ هو چوي ان تي ڪو سوال نہ ڪيو وڃي، ۽ ان تي بحث ڪيو وڃي ۽ ان اٿارٽي کي پڻ چيلينج نہ ڪيو وڃي ۽ نہ ئي مخالفت ڪئي وڃي. پنهنجي چيل شيءِ جي ترديد هن ڪان برداشت نہ ٿيندي هئي حالاڪہ هو ترديدن جو مجموعو هو. ان ڳالهہ جو اعتراف هن پنهنجي عمر جي آخري حصي ۾ ڪيو جڏهن نازين جو طوفان ويانا ڏانهن وڌي رهيو هو ۽ يهودين کي چونڊي قتل ڪيو پئي ويو. ان وقت فرائيڊ پنهنجي اسٽيڊي ۾ قديم عهدنامي جي تجزياتي ترجماني جي ڪم ۾ مصروف هو "Moses and Monotheism" هن جو پهريون شايع ٿيل حصو هو ڇو تہ ان ڪان اڳ جو اهو پروجيڪٽ پورو ڪري ها سندس زندگي جا ڏينهن پورا ٿي ويا.

موسيٰ جي شخصيت ڪان هو پهريون دفعو ان وقت متاثر ٿيو هو، جڏهن دنيا ۾ پهرين عالمي جنگ جو آغاز ٿيو هو. ٻين عالمي جنگ جي شروع ٿيڻ تائين هو پنهنجي زندگي جي عظيم هيرو تي ڪم پورو ڪري چڪو هو. فرائيڊ جي نظر ۾ موسيٰ جنگ جي حالت ۾ پيدا ٿيو هو ۽ جنگ جي ئي حالت ۾ ان جو انتقال ٿيو هو. هڪ ٻئي عظيم يهودي ڪارل مارڪس بہ جنگ ڏٺي هئي ۽ ان جي نظر ۾ جنگ انسان جي اقتصادي ماحول جي پيداوار هئي خراب اقتصادي ماحول ئي جنگن جو

سبب هوندو آهي پر فرائيڊ جنگ کي سياسي بازيگر جي راند چوندو هو. سندس نظر ۾ جنگن جو سبب انسانن جون روحاني بيماريون هو. سموري دنيا جا انسان به پيرا شديد بيمار ٿيا.جن جي نتيجي ۾ ٻه عالمي جنگون لڳيون هيون.

اهو شخص جنهن موسيٰ کي روم ۾ ڏٺو هو. ان "Moses and Monotheism" ۾ ٻن وڏن مقالن جو اضافو ڪيو پهريون مقالو ان موسيٰ تي هو جيڪو يهودي هرگز نه هو بلڪ مصري هو ۽ ٻيو مقالو يهودين جي تعليم نه بلڪ خدا جي وحدانيت تي هو. مصري موسيٰ ان خدا جي وحدانيت جو تصور ڪٺي يهودين ۾ آيو هو. جنهن جي هڪ گمنام مصري فرعون "احناتون".به عبادت ڪندو هو.

ان جي گواهي جو وزن پوري طرح فرائيڊ جي حق ۾ نه هو سمورن عالمن صدين کان موسيٰ جي حقيقت ۽ "Monotheism" جي حقيقت ۽ جستجو تي تحقيق ڪئي هئي. فرائيڊ بهرحال عام نظرين جي راهه تان هٽي ويو هو. ان ڪري هن جو ڪتاب "Moses and Monotheism" کو ايترو قابل قبول نٿي بنجي سگهيو. اهو هن جو آخري ڪم هو. هاڻ هو پنهنجي زندگي جي آخري حدن کي اچي پهتو هو. سرطان جي تڪليف هن کي وڏيڪ ڪم ڪرڻ جي لائق نه ڇڏيو هو. ٻيو نازي به هن جي گهر جي دروازي تي اچي پهتا هئا. نيٺ نازين سبب هن کي پنهنجو گهر مجبورن ڇڏڻو پيو ۽ وڏي افراتفري ۾ ويانا مان فرار ٿيڻو پيو. نازين هن جا ڪتاب ساڙي ڇڏيا ۽ هن جو پبلشنگ هائوس تباهه ڪري ڇڏيو. گهر کي باهه ڏئي ڇڏي هن جا هم مذهب نازين هٿان وحشيانه طريقي سان قتل ٿيندا رهيا. انهن جو ڏوهه اهو هو ته هو يهودي هئا. فرائيڊ به يهودين سان نفرت جي باوجود يهودي هو. "Moses and Monotheism" جي موسيٰ جيان هو به هڪ اهڙو شهزادو هو جنهن کي خفيه طور گهران وني هڪ غريب هاري جي جهوپڙي ۾ وڌو ويو هو. اهو نيٺ موسيٰ بنجي ويو. موت سندس پويان ۽ جلاوطني هن جو مقدر هئي. هن جا. يهودي پاءُ يورپ ۾ پٽي پٽڪيا. جان بچائڻ جي خواهش هنن جون باقي خواهشون ئي ختم ڪري ڇڏيون هيون موسيٰ جيان هو چوندو رهيو هو ته هو هرگز يهودي ناهي. فرائيڊ هڪ باهمت، پروقار، جرئتمند ۽ بي خوف شخص هو. هڪ عام يهودي جي قسمت هن جي قسمت نٿي ٿي سگهي . فرائيڊ جي عمر 42 سال ٿي چڪي هئي، هو اجا به چئي رهيو هو ته هن کي پنهنجي پيءُ سان شديد نفرت هئي. هن چيو ته خدا جو نظريو دراصل پيءُ جي نظريي جي بدليل صورت ۾ هو "Totem and Taboo" ۾ هن ان خدائي پرتوي کي هڪ انتهائي قابل نفرت شيءِ بنائي پيش ڪيو هو. ان کان پوءِ جي ڪمن ۾ هو مذهب کي محض هڪ ڍونگ ۽ بڪواس قرار ڏيندو رهيو.

فرائيڊ جي ذاتي زندگي بي رنگ ۽ دلچسپين کان خالي هئي هن جي نظر ۾ زندگي مسلسل جدوجهد آهي. هن زندگي ۾ پنهنجو پاڻ کي سخت قسم جي اصولن ۽ ضابطن جو پابند بنايو هو. هن جي روزاني زندگي خاص اصولن تحت گذرندي هئي. تحليل نفسي تي عملي پريڪٽس ڇڏڻ کان اڳ هُو صبح جو نائين بجي کان هڪ بجي تائين مريضن جو نفسياتي تجزيو ڪندو هو. ان ڪانپوءِ خاندان سان گڏ ماني کائڻ ڪانپوءِ هُو هڪ ڪلاڪ تائين پسار ڪندو هو. اُن ڪانپوءِ هو وري اچي پنهنجي ڪم ۾ لڳندو هو. هڪ ڪلاڪ تائين هو انهن مريضن کي ڏسندو هو، جن ڪانئس ملاقات جو وقت اڳ ۾ ورتو هو. ان کان پوءِ هو ساڍي ستين بجي تائين بين مريضن سان مصروف رهندو هو. ڪاڏي ڪانپوءِ هن جون شامون اربع ۽ ڇنڇر ڪانسواءِ پنهنجي ڪم ۾ گذرنديون هيون. هو پنهنجي اسٽيڊي ۾ بند ٿي آڌي رات تائين لکڻ جو ڪم ڪندو رهندو هو. اڪثر هن جي سمهڻ جو وقت رات جا ٻه بجا هو. دنيا جي ننڊ حرام ڪرڻ واري ان شخص کي هنڌ تي ليٽندي ئي ننڊ اچي ويندي هئي.

موڪلن ۾ هن جو رويو اسپارٽا جي رهواسين جيان هو. اهل ويانا جيڪي ڪيٿولڪ مذهب جا پيروڪار هئا قسمين قسمين ڏڻ ملهائيندا هئا ۽ ان سلسلي ۾ ڪافي گوڙ تماشو ڪندا هئا. پر فرائيڊ انهن سيني کي نظر انداز ڪري ڇڏيندو هو. هو انهن ”خرافات“ ۾ وقت ضايع ڪرڻ جو سخت مخالف هو ۽ موڪلن توڙي خاص ڏڻن تي پنهنجو ڪم جاري رکندو هو ۽ پنهنجي مريضن مان به اها توقع رکندو هو، هن کي ڏاڍي خيرت ٿيندي هئي جڏهن اهڙن ڏينهن تي مريض نه ايندا هئا: بهرحال هو پاڻ کي سير ڪرڻ جي اجازت ضرور ڏيندو هو. جون کان سيپٽمبر تائين جو عرصو هُو سير ۽ سياحت ۾ گذاريندو هو. انهن موڪلن جو پهريون هفتو هُو پنهنجي خاندان سان گڏ ڪنهن صحتمند جاءِ جو سفر ڪندو هو ان ڪانپوءِ هو اٽلي

هليو ويندو هو. پوءِ يونان وغيره. انهيءَ سفر ۾ هن سان گڏ يا تہ سندس پياءَ اليگزينڊر هوندو هو يا هن جو پيروڪار فرنزي. زندگي جي آخري سالن ۾ جڏهن هن جي صحت خراب ٿيڻ شروع ٿي تہ هن لاءِ سير ڪرڻ مشڪل ٿي پيو. ان وقت هو موڪلون پنهنجي خاندان سان گڏ ويانا ڪان ٻاهران، "پوزلنڊورن" ۽ "گرنزگ" جهڙين صحتمند جاين تي گذارڻ لڳو.

گرمين ۾ فرائيڊ نہ ننڊ ڪندو هو نہ آرام. جيتوڻيڪ گرمين ۾ هن جو ڪلينڪل ڪم رڪجي ويندو هو. سيءَ جي موسم ۾ هفتي ۾ هڪ ڏينهن آرام ڪندو هو. اربع تي شام جو تحليل نفسي سوسائٽي جا اجلاس ٿيندا هئا. زنگ ۽ ايڊلر جي وڃڻ ڪانپوءِ ڇنڇر تي شام جو گهر ۾ ٿيندڙ گڏجاڻين جو سلسلو بہ ٽٽي ويو. ان ڪانپوءِ هُو هر هفتي "ڪرنيڪس هائوس" ۾ ليڪچر ڏيڻ لڳو پر اهو سلسلو برقرار نہ رهي سگهيو. بهرحال هو تاس کيڏندو رهندو هو. ابتدا ۾ ساڃس ۽ رينڪ ايندا رهندا هئا ۽ ڪاڏي ڪانپوءِ انهن ۾ تحليل نفسي وغيره تي بحث ٿيندو رهندو هو.

جڏهن فرائيڊ سرطان ۾ مبتلا ٿيو ۽ کائڻ پيئڻ ۾ تڪليف محسوس ڪرڻ لڳو تہ هن مانيءَ تي ڪنهن کي گهرائڻ ڇڏي ڏنو. هر آچر تي هو ٿوري وقت لاءِ پنهنجي ماءُ سان ملڻ لاءِ هليو ويندو هو جيڪا هن جيان تاس کيڏڻ جي ڏاڍي شوقين هئي ۽ جيڪا وقت گذرڻ سان گڏ ڏاڍي سخت ۽ هوشيار بڻجي چڪي هئي. اڪثر آچر تي هُو آرٽ ميوزم ۾ بہ سير ڪرڻ هليو ويندو هو. ٿيٽر کيس هر صورت ۾ ناپسند هو. هُو صرف ٻہ پيرا ٿيٽر ويو هڪ دفعو جڏهن "هيمليٽ" پيش ڪيو ويو. ٻيو دفعو جڏهن "ايڊيپس" پيش ڪيو ويو. موسيقي کيس سخت ناپسند هئي. معاشرتي تقريبون تہ هن جي زندگي مان ئي خارج هيون. هُو دوستن ۽ شناسائن جي گهرن ۾ منعقد تقريبن ۾ ڪڏهن بہ نہ ويندو هو. ان ڳالهہ تي اهي ماڻهو ناراض نہ ٿيندا هئا ڇو تہ هو فرائيڊ جي اصول پرستي کي ڄاڻندا هئا.

فرائيڊ جي زندگي ان ئي طريقي سان گذرندي رهي جڏهن هن جي شهرت پوري دنيا ۾ ڦهلجي ويئي تہ هن کي پنهنجي رهائش تبديل ڪرڻ جو خيال آيو هن بهتر اهو سمجهو تہ ڪنهن وڏي گهر ۾ منتقل ٿي وڃي تنهنڪري هو 19 برگاسي منتقل ٿيو. جتي هن جلاوطني تائين زندگي جا باويهہ سال گذاريا. اتي ئي هن تي سرطان جي بيماري حملو ڪيو ۽ ڪيترائي آپريشن بہ ٿيا. ڊاڪٽرن هن کي سخت هدايت ڪئي هئي تہ هو سگار ڇڪڻ بند ڪري ڇو تہ سگار سرطان لاءِ خطرناڪ آهي. پر سگار هن جي فطرت بڻجي چڪا هئا ۽ انهن کي ترڪ ڪرڻ هن لاءِ ڏاڍو مشڪل

هو. مطلب تہ سگار جو سلسلو جاري رهيو. آمريڪي دوري جي وقت هن طوائفن جا خواب ڏٺا پر هن ڪڏهن بہ بدڪاري نہ ڪئي.

اهي فرائيڊ جي ذاتي زندگي جون جهلڪيون هيون. انهن ۾ فرائيڊ جي شخصيت جي اها خاصيت بہ ڏسڻ ۾ اچي ٿي جيڪا عام طور اهڙن ماڻهن ۾ هوندي آهي جيڪي دنيا ڏانهن پنهنجي اچڻ جي مقصد کان واقف هوندا آهن. يعني انهن کي ڄاڻ هوندي آهي تہ هُو دنيا ۾ ائين ئي زندگي گذارڻ لاءِ نہ آيا آهن بلڪ ڪنهن خاص ڪم لاءِ آيا آهن. دراصل هن دنيا جو هر شخص بامقصد زندگي گذارڻ لاءِ آيو آهي پر افسوس جو تمام گهٽ ماڻهو ئي ان حقيقت کي سمجهندا آهن.

اهُو شخص جنهن تحليل نفسي جو نظريو ۽ ان جا طريقا دنيا اڳيان پيش ڪيا پنهنجي زندگي جي آخري اذ ۾ ان جي افاديت جي باري ۾ مايوس ٿي چڪو هو. هن کي تحليل نفسي سان علاج جي ذريعي واري حيثيت سان دلچسپي نہ رهي هئي. هاڻ هن کي ان جي نظرياتي علم جي حيثيت سان ترقي ۾ دلچسپي ٿي وئي هئي. هو دراصل تحليل نفسي جي ميٿڊ کي زندگي جي معمول جي حيثيت سان قبول ڪرڻ لڳو هو جڏهن تہ هن جا پيروڪار ان کي ٿراپي جي حيثيت سان فائديمند قرار ڏيندا هئا. هن کي تحليل نفسي جي ٿراپيوٽڪ طريقي ۾ بہ ڪا دلچسپي نہ رهي هئي ۽ نہ ئي ان جي نتيجن جي ڪا پرواهہ هئي. اها ان جي ٿراپيوٽڪ ڪاميابي ئي هئي جنهن ان علم کي عالمگير شهرت ڏياري ۽ هو معجزاتي شخصيت طور سڃاتو وڃڻ لڳو. پوءِ هن پاڻ ئي پنهنجون ڪاميابيون گهٽائڻ شروع ڪيون ۽ ناڪامين تي ئي انحصار ڪرڻ لڳو. ان صدي جي موڙ تي هن هڪ چوڏهن سالن جي ڇوڪري جو علاج ڪيو هو. ان ڪيس کي هُو پنهنجي زندگي جو شاندار ڪيس چوندو هو. "ان ڪيس مون کي هڪ اهڙو سبق سيکاريو هو جنهن کي مان ڪڏهن بہ وساري نٿو سگهان. ان ڪيس جي "اپ شاٽ" مون کي ڪيئي تڪليف ڏيندڙ ڪلاڪ ڏنا. ها پارڙي "هسٽريا" ۾ مبتلا هئي. منهنجي علاج مان هو تندرست ٿي وئي. تندرست ٿيڻ ڪانپوءِ والدين ڪيس پاڻ سان گڏ وٺي ويا. ان وقت هو پيٽ ۾ سور جي شڪايت ڪري رهي هئي. ان پيٽ جي سور هسٽريائي علامتن کي ظاهر ڪرڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو هو. گهر وڃڻ کان بہ مهينا پوءِ هوءَ پيٽ جي غدودن ۾ خرابي سبب فوت ٿي وئي. مون هن جي هسٽريا جو علاج تہ ڪري ڇڏيو هو پر هن جي پيٽ ۾ جيڪا خرابي هئي ان جو علاج مون وٽ ممڪن نہ هو"

انهيءَ عرصي ۾ فرائيڊ کان هڪ اهڙي نوجوان جي علاج ڪرڻ جي درخواست ڪئي وئي جيڪو هڪ شديد ذهني ڌڪي سبب هلڻ ڦرڻ کان معذور ٿي چڪو هو.

”مون ڏٺو ته ان جو مرض هسٽريا هو، پوءِ مون هن جو نفسياتي علاج شروع ڪيو. بعد ۾ مون کي خبر پئي ته منهنجي تشخيص مڪمل صحيح نه هئي، مريض جي مرض جون علامتون/هسٽريائي هيون. علاج جي دوران اهي مڪمل طور غائب ٿي ويون پر مرض جون جيڪي ظاهري علامتون رهجي ويون هيون اهي ٿراپي ذريعي ختم ڪرڻ ممڪن نه هيون يعني هن کي جسماني طور تي مرض لڳل هو، ان جو نفسياتي طريقي سان علاج نٿي ٿي سگهيو.“

فرائيڊ جي تحليل نفسي جي ٿراپيوٽڪ ٽيڪنڪ حوالي سان مايوسي باوجود ان جي ترقي لاءِ ڪم جاري رهيو. آن ٽيڪنڪ ۾ ترقي پنج مختلف دورن ۾ عملي جامو پاتو. پهرين دور ۾ فرائيڊ هڪ اهڙي ڊاڪٽر جيان ”هيپناسس“ سان ڪم ڪيو جيڪو جسماني بيمارين جو علاج ”ڪيٿارسس“ ڪندو هو. ائين ڪرڻ ۾ هن ٿي بنيادي دريافتون ڪيون، هڪ اها ته هسٽريائي علامتن جون پاڙون ماضي جي صدمن ۽ دماغي گڙٻڙ يا خلل تائين پهتل هيون، ٻيو اهو ته دماغي خلل يا جذباتي صدما ڪنهن شعوري دباءَ جو نتيجو هوندا آهن. هيپناسس جي ذريعي ان شعوري دباءَ جو علاج عارضي طور مريض کي ڪجهه فائدو ڏيندو آهي. پر هيپناسس بذات خود هميشه لاءِ صحت عطا ڪرڻ واري ٿراپي نه آهي ان ڪري هن ٻئين دور ۾ فرائيڊ هيپناسس ترڪ ڪري ڇڏيو ۽ ”بيداريت“ جي ذريعي علاج ڪرڻ شروع ڪيو. ان ۾ هو پنهنجو هٿ مريض جي مٿي تي رکي ڇڏيندو هو ۽ نرم آواز ۾ هدايت ڪندو هو ته هن کي جيڪي به ڳالهيون ياد آهن بنا روڪ ٽوڪ ۽ شرم جي بيان ڪندو وڃي. اهو دور ٿوري عرصي جو هو. 1899ع کان اڳ فرائيڊ اهو طريقو به ترڪ ڪري ڇڏيو. ڇو ته اڪثر مريض ان طريقي ۾ تعاون نه ڪندا هئا.

فرائيڊ جي ان طريقي سان مريض راز جون ڳالهيون لڪائي ڇڏيندا هئا ۽ پنهنجو اندر پوري طرح ظاهر نه ڪندا هئا. ان ڪري هن ٽين اسٽيج تي ”فري ايسوسيئيشن“جو طريقو استعمال ڪرڻ شروع ڪيو. ان طريقي سان مريض جي لاشعوري ذهن جا دروازا کُلي پوندا هئا. لاشعوري ذهن جا دروازا کُلڻ سان خوابن جي تعبير ٻڌائڻ ممڪن ٿي ويو هو. بهرحال پوءِ به فري ايسوسيئيشن کي به هڪ آخري ۽ مڪمل علاج جي طريقي واري حيثيت سان ڪاميابي نه ملي سگهي. فرائيڊ جي توجهه بدستور ماضي سان تعلق رکڻ وارن ذهني حادثن طرف لڳل هئي جيڪي اڳتي هلي قسمين قسمين ذهني بيمارين کي جنم ڏيندا هئا. ان ڪري هن في الحال ان طرف توجهه نه ڏني ته مريض جي ذهني بيماري جا سبب ڄاڻڻ لاءِ سڀ کان اڳ ان جي انا ”Ego“ جو مطالعو ڪرڻ ضروري هوندو آهي انهيءَ مطالعي مان مريض جي

ذهني خرابين جا سبب ڳولي ڪڍڻ ممڪن هوندا آهن ۽ علاج بہ ممڪن ٿي پوندو آهي اهڙو علاج جيڪو اثرائتو ۽ دائمي ثابت ٿيندو هجي.

پنهنجي "ڊورا" جي باري ۾ رپورٽ ۾، جيڪا هن 1899ع ۾ مڪمل ڪئي پر اها 1905 ۾ شايع ٿي، فرائيڊ "ٽرانسفرنس" يا "منتقلي" جي باري ۾ هڪ وضاحتي بيان ڏنو هو جيڪو سائيڪو اناليسس ٽيڪنڪ جي ترقي واري اسٽيج جون چوٿون ڏاڪو ڳڻي ويندي هئي. ٽرانسفرنس يا منتقلي تجزيو ڪندڙ طرف مريض جو هيجاني رد عمل هو. ان عمل ۾ مريض تجزيہ نگار کي ماضي جي ذهني فڪر ۽ پاڳل پڻي جا خيال ۽ تصور وغيره منتقل ڪري ڇڏيندو هو. ان ڪري فرائيڊ ان کي "ٽرنسفرنس نيوراسس" جو نالو ڏنو هو. ان ٽرنسفرنس نيوراسس ۾ مريض آهستي آهستي انهن جذبن ۽ هيجانن تي ضابطو آڻي سگهي ويندو هو. جن تي هو ماضي ۾ ڪامياب نہ ٿي سگهندو هو ۽ اهڙي جذباتي ڪشمڪش جو مقابلو ڪري سگهي ويندو هو. جنهن کي هن دٻائي رکيو هوندو هو ۽ شعوريت مان خارج ڪيل هوندا هئا. منتقلي جو نظريو گهڻن ماڻهن جي نظر ۾ فرائيڊ جي هڪ اهم ترين ٽيڪنيڪل دريافت آهي. تجزياتي ٿراپي ۾ ان جي اهميت تمام گهڻي آهي، "منتقلي" کانپوءِ تحليل نفسي ٽيڪنڪ جو پنجون اسٽيج ايندو آهي اهو مريض جي انا جو جذباتي ۽ احساساتي مطالعو آهي. ان مطالعي جي ذريعي مريض جي رويني جي گهرائي تائين پهچي سگهجي ٿو ۽ ان کي سمجهي سگهجي ٿو. فرائيڊ شايد ان پنجين اسٽيج کي اهم ترين سمجهندي مريض جي انا جي جذباتي ۽ احساساتي مطالعي کي اهم قرار ڏيندي ان تي وڌيڪ توجهہ ڏيڻ لڳي ها پر انهن ئي ڏينهن ۾ پهرين عالمي جنگ لڳي وئي ۽ هن جي دلچسپين جو وهڪرو ڪلينڪل مشاهدن طرف ٿي ويو. جنگ کانپوءِ هن ڪلينڪل سائيڪو اناليسس جي ترقي جو ڪم پنهنجن پيروڪارن تي ڇڏي ڏنو. هڪ دفعو جڏهن هن تحليل نفسي کي ٿراپي واري حيثيت سان ترقي جو هڪ طريقو جوڙي ورتو تہ هن جي دلچسپي ئي ختم ٿي وئي. ان کان علاوه جنگ جي انساني فطرت فرائيڊ کي شڪ ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو هو. ان شڪ ۾ پوڙهپڻ ۽ بيماريءَ سان گڏوگڏ اضافو ٿيندو رهيو. هن جي مزاج ۾ بہ چڙ ۽ ڪاوڙ پيدا ٿيندي وئي. ايتري قدر جو پنهنجي زندگي جي آخري ڏهن سالن ۾ هن جيڪو پيپر "Analysis Terminable and Interminable" جي نالي سان شايع ڪرايو ان ۾ تحليل نفسي ٿراپي جي ڪاميابين ۽ خوبين جي باري ۾ گهڻو ڪجهہ هو. هُو ان نتيجي تي پهتو هو تہ، "ائين ٿو معلوم ٿئي ڄڻ تجزيو انهن ٽن ناممڪن ڪمن مان هڪ آهي جن جا نتيجا هميشہ غيرتسلي بخش نڪرندا آهن باقي بہ ڪم

جيڪي آهن اهي ٻارن جي پرورش ۽ حڪومت هلائڻ آهن. صرف مريض جو تجزيو بلڪ خود تجزيو ڪرڻ واري جو به تجزيو به اهڙا ڪم آهن جيڪي ڪڏهن به ختم نٿا ٿي سگهن. تجزيي جي طاقت ڪا لامحدود يا عظيم طاقت ناهي اها محدود آهي ۽ ان جو آخري نتيجو هلندڙ نفسياتي ادارن جي باهمي قوت تي منحصر آهي. اسان ڪڏهن صداقت سان اهو نٿا چئي سگهون ته تحليل نفسي هڪ مڪمل ترين ۽ ڪامياب ترين علاج جو طريقو آهي. هر ڪاميابي جيڪا اڄ ڪاميابي هوندي آهي، شروع ۾ اهڙي طرح ئي مڪمل ڏسڻ ۾ ايندي آهي ۽ اسان جي نظر جي فريب جو نتيجو هوندي آهي"

1933ع ۾ هن شاعره ايڇ ڊي کي چيو هو: منهنجون دريافتون سموريون فائديمند ۽ صحت بخش هرگز نه آهن. انهن جو بنياد تمام گهري ۽ سنجيده فلسفي تي آهي". آمريڪي سائيڪاٽرسٽ جوزف وارنس کي به هن اهو ئي چيو هو ته " تجزيو ئي سڀ ڪجهه نه آهي ٻيا به ڪيئي عنصر آهن، هڪ اهو جنهن کي "ليبيڊو" چئجي ٿو جيڪو هر نيوراسس جي پاسي ۾ موجود آهي. تحليل نفسي ان تي اثرانداز نٿي ٿي سگهي ڇوته ان جو هڪ نامياتي بنياد موجود آهي اهو ڪو "بائيو ڪيمسٽ" معلوم ڪري سگهي ٿو ته اها ڇا شيءِ آهي اسان صرف اها اميد رکي سگهون ٿا ته مستقبل ۾ اهو نامياتي حصو ضرور ظاهر ڪيو ويندو. جيستائين نامياتي عنصر خفيه رهندو تحليل نفسي جي ضرورت برقرار رهندي".

جڏهن فرائيڊ اهي مشاهدا ڪيا هئا ته ان وقت هُو پنهنجي زندگي جي آخري ڏهاڪي ۾ هو. هاڻ هن وٽ "عقليت" ئي اثرائتو هٿيار هو ڇو ته هن وٽ جيڪي هٿيار هئا اهي گهنجي چڪا هئا يا مڏا ٿي چڪا هئا. "علم جي حاصلات جو ٻيو ڪو ذريعو نه آهي" هن لکيو هو "ذريعو اهو آهي ته احتياط سان تصديق ٿيل مشاهدن جي اينٽليڪچوئل طريقي وٽان ترتيب ڏني وڃي "ريسرچ جو ڪم به علم جي حاصلات لاءِ فائديمند ثابت ٿي سگهي ٿو. ڪوبه علم ان وقت تائين حاصل نٿو ڪري سگهجي جيستائين دل ۾ ان جي حاصلات لاءِ سچي تڙپ موجود نه هجي".

فرائيڊ جي سموري حياتي ائين مصروف رهي، هو انسان جي روح جي گهرائين ۾ جهاتي پائيندو هو. جڏهن هن انساني جسم جي نئين دريافتن جو نقشو ناهيو ته ان ۾ "اِڊ" "سپرايگو" يا فوق الانا ۽ "لاشعوري ذهن" جا نالا ڏاڍا نمايان هئا. هن ڪڏهن روح جو حوالو روح جي نالي سان نه ڏنو هو. هن جي نظر ۾ اها اُها دنيا هئي جنهن جي چاٻي هو اچلائي چڪو هو. هُو پاڻ پنهنجو مريض هو جيسٽوٽيڪ تحليل نفسي جي قوتن جي ڏور هن جي هٿ ۾ هئي، خود پنهنجو تجزيو ڪرڻ ڪڏهن به

سندس مقصد نہ رهيو هو. پنهنجي نفسياتي طريقن جو پاڻ تي استعمال ڪندي هن کي ڪڏهن بہ پنهنجا مسئلا حل ڪرڻ ۾ ڪاميابي نہ ملي. هو پاڻ بہ ان ڳالهہ کان واقف هو تہ هُو هاڻ پوڙهو ماڻهو ٿي چڪو آهي. ان ڪري اهو ڪافي حيرت جوڳو آهي تہ هن ان هٿيار تي ضرورت کان وڌيڪ ڀروسو ڪيو هو جنهن کي "هن پنهنجي نفسيات مان ٺاهيو هو" پر اهو هٿيار هن جو مقصد پورو نہ ڪري سگهيو. جڏهن هن اهو ڏٺو تہ هن جي ٿراپي مريضن جو بس هڪ محدود پيماني تي ئي علاج ڪري سگهي ٿي تہ هن تحليل نفسي کي "ٿراپيو ٽڪ" حوالي سان هڪ نامڪمل ۽ گهٽ اثرائتو هٿيار سمجهڻ شروع ڪيو.

1933ع ۾ شاعره ايچ ڊي کي چيو هو تہ هن جو تجزياتي علاج سني طرح نہ ٿي سگهڻ جو سبب هو تہ "مان هڪ پوڙهو ماڻهو آهيان ۽ تون مون کي ان قابل نٿي سمجهين تہ مون سان محبت ڪري سگهين" پنهنجي ڳالهہ تي زور ڏيڻ لاءِ هو ميز تي مڪون هڻي ڪيندو هو . هن جي علاج جي طريقي ايچ ڊي کي حيرت ۾ وڌو هو. هن جي ڳالهين کان مان ڊڄي ويس هُو هو بہ هڪ خوفزده ڪري ڇڏڻ وارو پوڙهو ماڻهو. هو ڏاڍو پوڙهو هو. ڏاڍو عقلمند ۽ باشعور بہ هو، ۽ ڏاڍو مشهور شخص بہ هو ميز تي مڪون هڻندي هو هڪ اهڙي ٻار جيان لڳندو هو. جيڪو چڻ چمچو ميز تي هڻندو هجي. هو ڪرسي تي ڪنهن وڻ تي ويٺل ڇپري جيان ويهي رهندو هو، پنهنجي ڳالهہ جي وضاحت ۽ ان تي زور ڏيڻ لاءِ هو پنهنجي ٻانهن ڦهلائي ڇڏيندو هو هُو اڪثر ڳالهائيندي ڳالهائيندي اوچتو رڪجي ويندو هو. ۽ چوندو هو ها! هاڻ اسان کي اهو ڏسڻو آهي تہ ۽ مسلسل ڳالهائڻ شروع ڪري ڏيندو هو، پوءِ ويهي رهندو هو. ان سموري عمل دوران هن جي قيمتي ۽ خوشبودار سگار جو دونهون ڪمري ۾ پرجي ويندو هو.

فرائيڊ جي عادت هئي تہ هو تجزيو ڪرڻ وقت مريض کي ڪا بہ نصيحت وغيره نہ ڪندو هو پر جڏهن تجزيو مڪمل ٿي ويندو هو، ۽ مريض وڃڻ لاءِ تيار ٿي ويندو هو تہ هُو بي تڪلف نصيحتن تي لهي ايندو هو. ڪجهہ ماڻهن کي فرائيڊ جي ان بي صبريءَ تي ڏاڍي حيرت ٿيندي هئي. هن جو معلمانہ رويو بہ انهن جي نظر ۾ حيرت جوڳو هو. ايترو ضرور هو تہ فرائيڊ کي اجا بہ پنهنجي ڪنهن ڪم تي تنقيد پسند نہ هئي. هڪ دفعو وارنس هن جي طريقي کي مشڪل ۽ تڪليف ڏيندڙ عمل چيو هو تہ هن کي ڏاڍي ڪاوڙ آئي هئي. پر هن جي اڪثر مريضن جي نظر ۾ هن جو تجزياتي ميٿڊ قابل تعريف هو. پنهنجي عمر جي آخري سالن ۾ هن سٺن ۽ خراب هر قسم جي ماڻهن جي تحليل نفسي ڪئي پوءِ نيٺ ان وقت هو پنهنجي ڪم مان هٿ

ڪڍڻ تي مجبور ٿيو، جڏهن سرطان هن لاءِ ڳالهائڻ ۽ تقرير ڪرڻ مشڪل بنائي ڇڏي، ان وقت هن جي ڌي اينا هن جي ڪمن ۾ ڪافي هٿ ونڊائيندي هئي. راءِ گرنگر جيڪو 1933ع ۾ فرائيڊ وٽ تربيت لاءِ پهتو هو، ان کي فرائيڊ جوان ۽ پنهنجي عمر جي پيٽ ۾ ڪافي صحتمند ڏسڻ ۾ آيو هن جون آگريون ڏگهيون ۽ هر وقت متحرڪ رهنديون هيون. وار اڇا هئا ۽ ٿُلهن شيشن پٺيان هن جون اکيون مقناطيسي ڪشش رکندڙ هيون. هن جي انداز ۾ بيحد شائستگي ۽ نفاست جي جهلڪ هئي گرنگر سان ٻن ملاقاتن ڪانپوءِ فرائيڊ کي نمونيا ٿي پيو ۽ دل جي تڪليف پڻ ٿي پئي. انهن بيمارين هن کي ڪمزور ڪري ڇڏيو تندرست ٿيڻ ڪانپوءِ به هن جي هيٺائپي برقرار رهي. هاڻ هو آهستي ۽ ترسي ترسي ڳالهائيندو هو ڇو ته هن جي زبان جو ڪجهه حصو آپريشن سبب ڪٽيو ويو هو. پنهنجي ڳالهه تي زور ڏيڻ لاءِ هو ڪرسيءَ جي ٻانهن تي زور سان ڌڪ هڻي ڪيندو هو ۽ شديد جوش جي عالم ۾ پنهنجي سامهون ليٽيل مريض جي چهري تي جهڪي ويندو هو. هن جو اهو جوش اهڙي طرح مريض ۾ منتقل ٿي ويندو هو. ان ڪانپوءِ هو پنهنجي علاج تي عمل ڪرڻ شروع ڪندو هو.

تقريبن 50 سالن تائين فرائيڊ پنهنجي مريضن جي باريءَ ۾ رڪارڊ رکندو هو، مريضن جي انهن هسٽرين کي هن مونوگرافي واري حيثيت سان شايع ڪرايو هو. ان کان علاوه به ان جا اڪثر حصا مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپرايا هئا. هن کي تجزياتي ڪم ۽ ان جو رڪارڊ رکڻ ۾ روزانه به ڪلاڪ مصروف رهڻو پوندو هو. پنهنجن ڪتابن ۽ پيپرز کان علاوه فرائيڊ سوين خط به لکيا. هو پنهنجن دوستن، اجنبين، نقادن، پيروڪارن، مريضن، اسڪالرن، ليکڪن، همدردن ۽ دشمنن سڀني کي نهايت عمدا ۽ دانائي سان ڀريل خط لکندو هو. هو خط جي جواب ڏيڻ جو ڏاڍو پابند هو ۽ خط ڪهڙو به هجي ۽ ڪنهن جو به هجي، هو فورن ان جو جواب ڏئي ڇڏيندو هو. ان ڪم ۾ هن جي ڌي اينا هن جي سيڪريٽري هوندي هئي، هو سڀ خط پنهنجن هٿن سان لکندو هو. تحرير جي ماهرن مطابق هڪ اهڙي ماڻهو جي لکائي هئي جيڪو سچائي جو مبلغ هو، هُو بيحد تيز رفتار لکندڙ هو. هن جي تحرير ايتري مڪمل، جامع ۽ صاف سٿري هوندي هئي جو ان کي ڪٽان به ڪٽي ٻيهر لکڻ جي ضرورت محسوس نه ٿيندي هئي. لکندي لکندي هو سوچڻ لاءِ ڪڏهن به نه رڪندو هو. پر جڏهن ڪيس احساس ٿيندو هو ته سندس لکيل مناسب ناهي يا ڪا ڳالهه لکڻ کان رهجي وئي آهي ته هُو سڄو باب ئي ضايع ڪري ٻيهر لکڻ شروع ڪندو هو. پر ائين ڪڏهن ڪڏهن ئي ٿيندو هو. اڪثر هو ڪتاب لکي ڇڏڻ

ڪان پوءِ ڪافي عرضي تائين پاڻ وٽ رکي ڇڏيندو هو. مثال طور ”خوابن جي تعبير“ کي ڪيئي سالن ڪانپوءِ اشاعت نصيب ٿي. مطالعي وارن ڪتابن ۾ فرائيڊ کي تاريخي ڪتابن جو مطالعو پسند هو. روم ۽ يونان جي تاريخ ۾ هن کي گهري دلچسپي هئي. سامي نسل جي قومن جي عروج ۽ زوال جون ڪهاڻيون ڪيس متاثر ڪنديون هيون. مصر، بابل وغيره جون تاريخون پڙهڻ ۾ ڪيس لطف ايندو هو: آثار قديمه سان به هن کي گهري دلچسپي هئي. قديم ماڳن جي کوٽائيءَ جون خبرون وڏي دلچسپي سان پڙهندو هو. هن دنيا جو سمورو عظيم ادب پڙهيو هو.

انگريزي، فرينچ، اطالوي ۽ اسپينش ٻولين تي ڪيس مڪمل عبور هو. گوئٽي جون تحريرون هن کي خاص طور پسند هيون. هو ان جي هر ڪتاب تي روانيءَ سان گفتگو ڪري سگهندو هو هن کي يهودي شاعر هائني سان به انسيت هئي. شيڪسپيئر جي ڊرامن مان هن کي ”هيمليٽ“ وڏيڪ پسند هو. روسي ادب به هن لاءِ اجنبي نه هو هن کي روسي ادب مان دستو وسڪي وڌيڪ پسند هو. فرانسيسي ليکڪن مان هن جو پسنديده ليکڪ اناطول فرانس هو. فرائيڊ جي تحريرن جو دنيا جي مختلف ٻولين ۾ ترجمو ٿي چڪو آهي. انگريز مترجمن جي ڀيٽ ۾ آمريڪي مترجمن هن جي ڪم سان وڌيڪ انصاف ڪيو آهي ۽ هن جي هر اسٽائيل کي بهتر طور ڪاپي ڪيو آهي. عام پڙهندڙ لاءِ فرائيڊ جو اسٽائل رکو، ڦڪو، غير دلچسپ ۽ بي رنگ هوندو آهي. هن ۾ لفظن جي ڪابه جادوگري نه آهي. اهو هڪ سڌو، صاف ۽ واضح انداز بيان آهي هن جي انداز ۾ هڪ خاص وقار جي جهلڪ آهي. پنهنجي بهترين تحريري ڪمن ۽ سائنسي خدمتن جي عيوض ۾ 1930ع ۾ ”فرينڪفرٽ“ ۾ ڪيس گوئٽي پرائز مليو. جيڪو جرمني جو اعليٰ اعزاز هو. ”ان انعام هڪ شهري جي حيثيت سان منهنجي زندگي ڪلائيمڪس تي پهچائي ڇڏي. هن کي معلوم ٿي چڪو هو ته هاڻ هو اهڙن ليکڪن ۾ پنهنجو مقام ٺاهي ويو آهي جنهن کي هن دور جون وڏيون قومون عزت ڏيڻ لاءِ تيار آهن.

فرائيڊ سيني مذهبن کي دوکي ۽ بڪواس قرار ڏيندو هو. ان ڪري اهل ڪليسا هن ڪان ناراض رهندا هئا. هن جا سائنسي نظريا ۽ مذهب جا بنيادي فلسفا پاڻ ۾ تضاد رکندا هئا. جيڪا سائنس هن تعمير ڪئي هئي اها ان نظريي جي پرچاري هئي تہ جبلي تحريڪن جي اهميت تسليم ڪرڻ کپي ۽ ان جو رخ مهذب معاشرتي مقصدن طرف موڙڻ گهرجي يعني حيواني جذبن کي ساراهڻ گهرجي انهن کي پنهنجو تابع بنائڻ گهرجي، صرف ان ئي صورت ۾ انسان جي ذاتي نجات ممڪن آهي. هو "مزاحمت" ۽ "دٻاءُ" کي بيماري جا ايجنٽ قرار ڏيندو هو ۽ چوندو هو تہ صرف خود شناسي سان ئي انسان پنهنجي قسمت سنواري سگهي ٿو. پر اسين ڏسون ٿا تہ فرائيڊ مڪمل خودشناسي تائين ڪڏهن بہ نہ پهچي سگهيو پنهنجن بين مريضن جيان هو بہ ان معاملي ۾ "دٻاءُ" جو شڪار هو.

ڇيو وچي ٿو تہ فرائيڊ جا اخلاقي نظريا اهڙي فضا ۾ اپريا هئا جنهن ۾ خالص يهودي اخلاقيات جو خيال رکيو ويو هو. جيڪو اخلاقيات جو درس بين ٻارن کي مليو هو اهو ئي درس فرائيڊ کي بہ ڏنو ويو هو، ۽ سچ اهو آهي تہ ان اخلاقي درس هن جي ڪردار تي گهرا اثر ڇڏيا. پر ان اخلاقي درس هن ۾ خود غرضي ان ڪري پيدا ٿيڻ نہ ڏني جو ڪم سان دلچسپي، هن ۾ انسانيت سان همدردي، انهن کي مايوسين ۽ نااميدن مان ڪڍي روشني ۾ اچي بيهارڻ جي امنگ ۽ جذبو پيدا ڪري ڇڏيو هو. انساني فطرت جو مطالعو هن جي دلچسپي جو مرڪز هو. ان مطالعي خاطر هن پنهنجي لاءِ خوشيون حرام ڪري ڇڏيون هيون. هن جي زندگي ۾ هڪ اهڙو توازن ۽ وقار هو جنهن جو هن جي گهر ڀاتين تي بہ گهرو اثر ٿيو. پيءُ جي حاڪميت جو لحاظ، ان جي اطاعت ۽ فرمانبرداري خاندان لاءِ اهم اصول هو. هڪ طرح سان

پيءُ جي سخت حاڪمانہ رويي ٻارن کي پنهنجو پاڻ فيصلو ڪرڻ کان روڪي ڇڏيو هو ۽ هُو پنهنجي غلطين مان سبق سکيو.

فرائيڊ شايد پنهنجي ٻارن لاءِ هڪ شفيق پيءُ گهٽ هڪ سخت حاڪموڊيڪ هو. هن جي پٽن مان ڪوبہ پيءُ جي حيثيت تائين نہ پهچي سگهيو. مارٽن آرٽس جي ميدان ۾ ڪجهہ تجربو حاصل ڪرڻ ۽ پنهنجي پيءُ جي هدايتن مطابق پبلشنگ هائوس هلائڻ لڳو. نازين هتان پبلشنگ هائوس تباهہ ٿيڻ کانپوءِ خوبصورت مارٽن لنڊن هليو ويو جتي هو قانون جي پريڪٽس ڪرڻ لڳو. فرائيڊ جو ٻيو پٽ اوليور اڄڪلهہ پينسلوانيا ۾ انجنيئر آهي ۽ ٽيون پٽ ارنسيٽ لنڊن ۾ آرڪيٽيڪٽ آهي.

فرائيڊ جو ڀهريون اولاد يعني ڌي ماٿلدي لنڊن ۾ هڪ دڪان هلائيندي آهي ٻي ڌي صوفي پهرين عالمي جنگ کانپوءِ بيماري سبب گذاري وئي هئي ۽ سڀ کان ننڍي ڌي ڊاڪٽر اينا لنڊن ۾ تحليل نفسي جي پريڪٽس ڪندي آهي. فرائيڊ جي سمورن ٻارن ۾ اهائي هڪ ڌي غيرشادي شده رهي، هوءَ انٽرنيشنل سائيڪوانالينٽڪ سوسائٽي جي سربراهہ آهي.

ڪافي ٻين پيٽرن جيان فرائيڊ کي بہ پنهنجي سڀ کان ننڍي ٻار سان وڌيڪ پيار هو. اينا کي معاشي فلاحي ڪمن ۾ وڏي دلچسپي هئي هوءَ اسڪول ٽيچر بڻجي وئي، پر پوءِ جلدئي هن ملازمت ڇڏي ڏني ۽ پنهنجي پيءُ جي نقش قدم تي هلڻ لڳي. هوءَ فرائيڊ جي سيڪريٽري طور ڪم ڪرڻ لڳي. تحليل نفسي جي ڪمن ۾ فرائيڊ بہ هن تي ڀاڙيندو ويو اينا لاءِ سندس پيءُ آئيڊيل جي حيثيت رکندو هو. هن جا ٻيا ڀيڻ ڀاءُ شادي شده هئا پر هن ڪڏهن بہ شادي نہ ڪئي ان جو سبب سندس ماءُ مارٿا مطابق تہ "هن کي پنهنجي پيءُ جهڙو ڪو مرد نہ ملي سگهيو".

مارٿا فرائيڊ جي ٻي زبان زال جيڪا عام طور "ويچاري فراڊ پروفيسر" سڏبي هئي سڄي عمر فرائيڊ لاءِ هڪ خدمت ڪندڙ نوڪرياڻي بڻيل رهي. فرائيڊ کي زال ۽ ٻارن کان وڌيڪ پنهنجي ڪم سان محبت هئي. جنهن لاءِ فطرت جون سڀ بنيادي توانائيون وقف ڪري ڇڏيون هيون. هن انساني فطرت جي سيني بنيادي توانائين جي ڪلاسيفڪيشن ڪئي هئي. ايمن هڪ ليبيڊو هو. جنهن جو اصل "جنس" هو......!

1912ع ۾ هن لکيو هو تہ. "جنسي جبلت جي مڪمل تسڪين حاصل ڪرڻ جي نااهليت جو بنيادي سبب دراصل اهي معاشرتي بندشون ۽ رڪاوٽون هيون جيڪي لفظ "جنس" جي آزادانہ ادائيگي کي ئي مشڪل ۽ ناممڪن بنايو بيٺيون هيون.

ليونارڊو جيان فرائيڊ به پنهنجي ذاتي زندگي جو ڪوبه واضع رڪارڊ نه ڇڏيو. بهرحال هن جي تحريرن مان عورتن جي باري ۾ هن جي خيالن مان خبر پوي ٿي ته هُو انهن کي مردن کان وڌيڪ يا برابر درجو ڏيڻ جو مخالف هو. جنس جي باري ۾ پنهنجي ڪتاب ۾ جيڪو هن "خوابن جي تعبير" کان سنت پوءِ لکيو هو. عورتن جي باري ۾ اهڙا مشاهدا تحرير ڪيا هئا جيڪي هن جي ذاتي تجربن تي روشني وجهن ٿا. "جنسي رجحانن ۽ تقاضن" جي باري ۾ جيڪڏهن تحقيق ۽ مطالعي جي ضرورت هجي ته ان جو آغاز مرد وٽان ٿيڻ گهرجي، ڇو ته انهن جي هر ڳالهه کُليل هوندي آهي جڏهن ته عورتن ۾ اهڙي ڳالهه نه هوندي آهي. ان جو سبب معاشرتي بندشون ۽ ڪجهه سندن منافقت اهڙي تحقيق لاءِ رڪاوٽ هوندي آهي.

فرائيڊ عورت کي ڪٿي به مخلص نٿو سمجهي خاص طور جنس جي ميدان ۾ ته عورت مرد سان نيڪ نيڪ تعصب ۽ ساڙ جو شڪار ڏسجي ٿي. هن هڪ ليڪچر ۾ چيو هو "جيتري قدر عورت جي نفسيات جو تعلق آهي ان حقيقت کي نظر انداز نٿو ڪري سگهجي ته عورت مرد سان ان جي جنسي عضوي سبب شديد حسد ۽ رقابت جو شڪار هوندي آهي ۽ ائين ٿيڻ فطري آهي اها حقيقت عورت جي ذهني زندگي لاءِ وڏي اهميت رکي ٿي. اهو حسد ۽ رقابت عورتن کي خود پنهنجي نظر ۾ ڪمتري جو احساس پيدا ڪندا آهن. اهو احساس ڪمتري ۽ حسد عورتن ۾ ڪڏهن به ختم نه ٿيندو آهي. ان جو پاڙون ڏاڍو پري تائين ماءُ ۽ پٽ جي تعلقاتن تائين ڦهليل هونديون آهن. فرائيڊ جي نظر ۾ "ماءُ کي پنهنجي پٽ سان محبت ۽ قرب ۾ هڪ قسم جي تسڪين ۽ هڪ قسم جي تسلي هوندي آهي. عورت مرد جي شادي ان وقت تائين ڪامياب نٿي ٿي سگهي جيستائين عورت پنهنجي مڙس کي پنهنجو پار سمجهي ان سان هڪ ماءُ جيان ۽ شفقت سان پيش نٿي اچي".

جنس جي عمل تي به فرائيڊ ڪجهه ساڳي انداز ۾ روشني وڌي آهي هڪ پيپر ۾ جيڪو هن 1912ع ۾ تحرير ڪيو. هن لکيو هو. "اها ڳالهه ڪافي ناقابل يقين بلڪ قابل نفرت ڳڻي ويندي ته انسان جي زندگي ۾ هڪ وقت اهڙو به ايندو آهي جڏهن هن کي پنهنجي زال سان نفرت ٿي ويندي آهي ۽ هو پنهنجي ماءُ يا ڀيڻ سان جنسي تعلقات قائم ڪرڻ جي باري ۾ گمراهه ڪندڙ انداز ۾ سوچڻ لڳندو آهي. دنيا جي هر انسان جي اندر پوءِ هو ڪيترو به ظاهري طور پاڪباز ۽ شريف هجي اها خواهش هڪ دبيل صورت ۾ موجود هوندي آهي.

عورت جي مخلص نه هجڻ ۾ فرائيڊ جو جيڪو نظريو هو اهو هن جي پنهنجن تجربن تان ڪنيل هو. هن جي زال طبيعت ۾ بيحد شرميلي هئي " ان ڳالهه فرائيڊ

ڪي اهو سوچڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو هو تہ هوءَ اصل ۾ مخلص ناهي بلڪ هن ۾ منافقت آهي. جيڪڏهن هوءَ پنهنجو پاڻ کي ڪمتر سمجهي ٿي تہ ظاهر هو تہ هوءَ پنهنجي مڙس جي نظر ۾ بہ ڪمتر ٿي هئي اهو صاف طور واضع آهي فرائيڊ جا ماءُ پٽ جي تعلقاتن جي باري ۾ جيڪي نظريا هئا اهي هن جي پنهنجي ماءُ سان تعلقاتن مان جڙيل هئا. مارٿا فرائيڊ بہ پنهنجي پٽ سان جيڪو رويو رکندي هئي، اهو ان رويي کان مختلف هو جيڪو هوءَ پنهنجي ڌيئن سان رکندي هئي هوءَ پنهنجي ڌيئن سان وڌيڪ بي تڪلف هئي.

فرائيڊ پنهنجي گهر جو جيڪو ماحول ٺاهي رکيو هو ۽ جنهن جي اصول ڏنا هئا ۽ جنهن طبيعت جو هو پاڻ انسان هو. اهي سڀ عمل مارٿا کي اهي خوشيون ۽ تسڪين نہ ٿي ڏئي سگهيا جن جي هوءَ پنهنجي زندگي ۾ توقع رکندي هئي ان ڪري ائين ٿيڻ اٽل هو تہ هوءَ پنهنجي ٻارن مان اهڙين خوشين ۽ جذباتي تسڪين جي توقع رکي ۽ پنهنجي سموري توجهہ جو مرڪز انهن کي بنائي فرائيڊ هن کي سواءِ هڪ فرمانبردار، گهر جي ڪمن ۾ مصروف، اطاعت ڪندڙ ۽ بي زبان خادمہ ڪانسواءِ ڪنهن روپ ۾ نہ ڏٺو هو ۽ نہ ڏسڻ پسند ڪندو هو. پوءِ بہ اهو چوندو رهندو هو تہ، ”عورتون ان وقت تائين سٺيون زالون ثابت نٿيون ٿي سگهن جيستائين اهي پنهنجي مڙسن کي ٻار سمجهي انهن سان ٻارن جهڙو لاڏ پيار نہ ڪرڻ لڳن.“ پنهنجي زال مان اهڙي قسم جي حرڪتن جي توقع رکڻ هن ڪڏهن بہ پسند ٿي نہ ڪئي هئي پوءِ بہ لاشعوري طور هو ان ۾ اها هستي تلاش ڪندو رهيو جيڪا هن کي ماءُ جو پيار ڏئي سگهي. عورتن جي باري ۾ فرائيڊ ڪڏهن بہ صاف ۽ واضع طور پنهنجن نظرين جو اظهار نہ ڪيو، پر پوڙهپڻ ۾ هو انهن جو اظهار وڌيڪ صاف ۽ کُليل طريقي سان ڪرڻ لڳو. هن هڪ دفعو پنهنجي هڪ مريض سان پوڙهپڻ تي تبصرو ڪندي چيو هو تہ ”هڪ پراڻي چوٽي آهي تہ جواني ۾ ڪابہ نيڪي نہ ٿيندي آهي. پر اها چوٽي صحيح ناهي اهي جوان ماڻهو ئي هوندا آهن جيڪي چڱا ۽ قابل قدر ڪم ڪندا آهن جيئن جيئن انسان پوڙهو ٿيندو آهي ان ۾ بڇڙي جو رجحان وڌندو ويندو آهي عورتون تہ پوڙهپڻ ۾ ڏاڍو پيانڪ ٿي وينديون آهن اهو چئي سگهجي ٿو تہ عورتون رحمدل ۽ محبت جو مجسمو هونديون آهن پر اهي گڻ بہ نوجوان عورتن ۾ هوندا آهن ۽ ڪڏهن ڪڏهن ئي ڏسڻ ۾ ايندا آهن. ٻي صورت ۾ هو جهيڙي جهٽي، بدمزاجي ۽ چڙ جي مظاهري ڪرڻ جون جاڳندڙ مثال بنجي وينديون آهن.

جيڪڏهن فرائيڊ پنهنجي شادي مان ڪا حقيقي جذباتي تسڪين حاصل نہ ڪئي هئي تہ اها ڪا حيرت جي ڳالهہ نہ آهي ڇو تہ هو ڪنهن بہ انساني رشتي مان

مڪمل تسڪين حاصل نٿي ڪري سگهيو. بهرحال هن جي شادي ڪا ناڪام، رکي يا ناخشگوار قسم جي شادي بہ نٿي چئي سگهجي ان جو سبب اهو هو تہ ٻئي ڌريون مهذب ۽ سمجهہ واريون هيون جيڪي طبيعتن جي تضاد باوجود نڀائڻ چاهيندا هئا. اهو ضرور هو تہ هڪ ٻئي کان پاسيرا، سنجيده ۽ پنهنجي ئي خول ۾ بند هئا. فرائيڊ عام مردن جيان خوبصورت ۽ پرڪشش عورتن کان متاثر ٿي ويندو هو پر هن جو اهو متاثر ٿيڻ وقتي هوندو هو. هن جي اخلاقيات هن کي وڌيڪ اجازت نٿي ڏني بهرحال هن هڪ واقعي جو ذڪر ضرور ڪيو هو. جنهن ۾ هن هڪ حسين دوشيزه ۾ وقتي طور بيحد ڪشش محسوس ڪئي هئي هن لکيو هو تہ "هڪ دفعو مان دوست جي گهر موجود هوس، اتي منهنجي ملاقات هڪ نوجوان ۽ حسين دوشيزه سان ٿي ان جي خوبصورتي مون کي چڻ بي خود ڪري ڇڏيو. ۽ مان هن سان ڳالهيون ڪرڻ لڳس ان وقت هن جو پوڙهو چاچو ڪمري ۾ داخل ٿيو اسان ٻئي هن لاءِ ڪرسي آڻڻ لاءِ ڊوڙياسين اها ڇوڪري ڪرسي تائين مون کان اڳ پهچي وئي مان ان جي پٺيان هوس، مون جڏهن ڪرسي ۾ هٿ وجهڻ جي ڪوشش ڪئي تہ هوءَ چڻ منهنجي ٻانهن جي گهيري ۾ اچي وئي ۽ منهنجا هٿ هن جي جسم سان ٽڪريا هئا. اها حرڪت مون کان غير ارادي طور ٿي هئڻ پر ان مون کي عجيب سرور بخشيو هو."

آمريڪا ۾ وڃڻ دوران فرائيڊ جا خيال طوائفن طرف وڃي نڪتا هئا. هن ان متعلق هڪ واقعو تحرير ڪيو هو، "هڪ دفعو مان هڪ ويران گهٽيءَ مان گذري رهيو هوس، اها گهٽي منهنجي لاءِ بلڪل اجنبي هئي ان گهٽي ۾ هلندي مون کي گهرن ٻاهران سينگار ڪيل عورتون ويٺل ڏسڻ آيون انهن کي ڏسندي مون کي ڪجهہ عجيب محسوس ٿيو. مان تيزي سان هلندي ٻاهر نڪري آيس ۽ موڙ مڙي ٻي گهٽيءَ ۾ داخل ٿيس پر منهنجي حيرت جي انتها نہ رهي جڏهن ان گهٽي مان نڪري مان ٻيهر ان طوائفن واري گهٽي ۾ داخل ٿي ويس ائين مون سان ڪيئي دفعا ٿيو ان وقت مون کي بيپناهہ خوشي ٿي جڏهن مان نيٺ ان گهٽي مان ڇوٽڪارو حاصل ڪري رستي تي پهچڻ ۾ ڪامياب ٿي ويس" يعني فرائيڊ جي ان غيرارادي طور ورجائيجڻ واري حرڪت ۾ هڪ اهڙي خواهش موجود هئي جيڪا هن جي لاشعوري ذهن جي گهرائين ۾ دفن هئي يعني "دٻاءُ" جو شڪار هئي . ان ڪري جو اها خواهش هڪ خراب ۽ قابل مذمت خواهش هئي. ان واقعي کي فرائيڊ پنهنجي عقلي ۽ شعوري زندگي جو واحد مضحڪ خيز واقعو يا تجربو سڏيو هو.

فرائيڊ جي "پان سيڪسيوئل ازم" جي نظرين کي هن مخالف دنيا ڪڏهن به قبول نہ ڪيو. هن جا مخالف ان کي "ويانا جي غليظ يهوديءَ جا غليظ نظريا" چوندا هئا. تحليل نفسي جي باني جي حيثيت سان هن جي جيڪا شهرت ۽ عزت هئي ان تي بہ هن جي جنسي نظرين ڏنڊ وجهي رکي هئي. فرائيڊ پنهنجي حق پرستي جي راهہ کان هڪ قدم بہ پٺتي نہ هٽائيندو هو. حق پرستي کي هو انساني ڪردار جي اهم ترين شيءِ قرار ڏيندو هو. فوق الانا يا سپرايگو جو نظريو هن ان ڪري ئي ايجاد ڪيو هو. شعور يا سپرايگو (فوق الانا) سندس نظر ۾ ڪنهن پيءُ جي سخت ۽ حاڪمانہ آواز جيان هو جنهن ۾ هو پنهنجي ٻارن سان مخاطب ٿيندو آهي ڇاڪاڻ تہ فرائيڊ پنهنجي اندر گونجندڙ پنهنجي پيءُ جي سخت آواز خلاف وڙهڻ چاهيندو هو. بلڪل اهڙي طرح جيئن هو پنهنجي ٻاروتڻ جي عملي آواز سان لڙڻ چاهيندو هو. ان ڪري هن جو مخالفتن سان پٽرايل شعور هڪ ناقابل تسخير ٽريبيونل بڻجي چڪو هو جيڪو زندگي جي هر مخالفت ۽ هر مصيبت جو مقابلو ڇاٽندو هو.

فرائيڊ جي ڪرداري خوبين جي مضبوط هجڻ ۽ وقت سان گڏ بلوغت تائين پهچڻ سان گڏ انهن جي حالت ۾ بہ تبديلي پيدا ٿيندي رهي. ٽيهہ چاليهہ ايتري قدر جو پنجاهہ سالن جي عمر ۾ بہ هن جون تصويرون ڪيس هڪ ئي ماڻهو ظاهر ڪنديون رهيون هن ۾ عمر تمام گهٽ تبديليون پيدا ڪيون . هن جو چهرو هڪ اهڙي ماڻهو جو چهرو بڻجي ويو هو جنهن تي زندگي جي جدوجهد تمام گهٽ پنهنجا اثر ڇڏيا هئا. 1923ع ۾هن جي سرطان جو پهريون آپريشن ٿيو. جنهن هن کي موت جي سامهون اچي بيهاريو ان ڳالهہ هن کي انالسٽ مان سينٽسسٽ ۾ بدلائي ڇڏيو اهو شخص جنهن موت جي خيال ۽ فلسفي سان هميشہ نفرت ڪئي هئي، نيٺ ان تلخ حقيقت کي منهن ڏيڻ لاءِ تيار ٿي ويو. 1925ع ۾ پنهنجي آٽو بايوگرافي ۾ هن تحرير ڪيو تہ "اهي ڏاڍا جيڪي منهنجي ترقي دوران منجهيل هئا هاڻ جدا جدا ٿيڻ شروع ٿي ويا هئا. اهي دلچسپيون جيڪي منهنجي زندگي جو حصو هونديون هيون هاڻ گم ٿي ويون آهن اها حالت مون ۾ پيدا ٿيل تبديلين جو نتيجو آهي جنهن کي زوال جو دور چيو ويندو آهي. منهنجي دلچسپي جو رخ هاڻ نيچرل سائنس، ميڊيسن ۽ سائيڪو ٿراپي کان ڪلچرل مسئلن طرف مڙي ويو آهي جن ۾ مونکي هڪ نوجوان جي حيثيت سان دلچسپي معلوم ٿيندي هئي. يعني خود ترديدي جي باوجود فرائيڊ هڪ فلسفي بڻجي ويو هو. "مون کي فلسفن جي چڪرن کان هميشہ نفرت رهي آهي" هن چيو هو "مون ڪنهن فلسفيانہ خيال کي پنهنجي سادي زندگي جي خوشين کي خراب ڪرڻ جي اجازت نہ ڏني. هو هميشہ مشاهدن تي

پروسو ڪندو هو ان ڪري فلسفيانہ مفروضا هن ڪي ايترو متاثر نہ ڪندا هئا. هن لکيو هو "تحليل نفسي شو پنهيار جي نظرين جيان هئي. مون هن جو مطالعو پنهنجي زندگي جي آخري دور ۾ ڪيو نتشي جي فلسفيانہ نظرين ۾ بہ تحليل نفسي جي نظرين سان ڪجهہ هڪجهڙائي آهي اهي بئي فلسفي جذبن ۽ احساسن جي اهميت ۽ جنس جي اهميت کان واقف هئا. "دٻاءُ" جي ميڪينزم کي بہ تسليم ڪندا هئا. بهرحال نفسياتِ جو علم ۽ فلسفو هڪ ٻئي کان الڳ شيون آهن. فرائيڊ پنهنجي تحريرن تي فلسفي جو ٺپو لڳائڻ جو سخت مخالف هو. ان جي برعڪس هن انهن کي "ميٽا سيئڪالاجي" جو نالو ڏنو هو. هو اوڻيهين صدي جي سائنٽيفڪ ميٿڊز کي قابل قبول ۽ قابل عمل سمجهندو هو ۽ ان جو حامي هو. هن سياهہ ۽ تاريڪ دنيا جي پوشيده رازن کي دريافت ڪيو هو.حقيقت ۾ هو هڪ فلسفي ٿي هو پر هن ڪڏهن بہ تسليم نہ ڪيو. هن جي اندر هڪ "جذباتي ۽ بهادر قوت" موجود هئي، جيڪا جنگ کانپوءِ هن جي عظيم ڪمن جي صورت ۾ ظاهر ٿي. هن جي تحريرن ۾ سڀ کان وڌيڪ اهم "Future of The Illusion" جنهن کي هن 1927ع ۾ تحرير ڪيو. "Civilization and its Discontents" (1930ع) "Moses and Monotheism". جنهن تي تبصرو ڪيو ويو آهي: "The Ego and the Id" 1920ع ۽ "Totem and Taboo" "Beyond The Pleasur پندرهن سال اڳ لکيو ويو اهي مضمون فرائيڊ جي انهن تصديق شده نظرين ۽ عقيدن تي روشني وجهن ٿا تہ انساني تاريخ جا واقعا، انساني فطرت جون متضاد خاصيتون، ثقافتي ترقي ۽ قديم زماني جا تجربا، اهي سمورا محرڪ قوتن جي باهمي اثرن جو عڪس هئا جن جو مطالعو فرد ۾ تحليل نفسي جي ذريعي ڪيو ويو آهي. انهن ڪتابن کانپوءِ فرائيڊ فرد ۾ محرڪ قوتن جي باهمي اثرن تي هڪ ٻئي رخ کان توجهہ ڏني هن جبلتن جي باري ۾ اوريجنل ٿيوري ترڪ ڪري ڇڏي ۽ هڪ نئين ۽ حتمي "ٻيائي" "Dualism" تي وڃي پهتو. جنهن جي باري ۾ سوچڻ ڏاڍي پيانڪ ڳالهہ هئي. 1911ع ۾ هن "خود اذيتي" جي باري ۾ ڪجهہ نظريا پيش ڪيا هئا. 1920ع ۾ هن انهيءَ ڏاڍي جي ڇڏيل سري کي پيهر سنڀاليو ۽ انساني نفسيات جي نئين "ٽوپوگرافي" جو نقشو ڪڍڻ شروع ڪيو. يعني "انا" ماڻهو جو شعور ۽ يا لاشعور. ان ۾ هن ٽئين نئين عنصر يعني سپرايگو يا فوق الانا يا شعور جو بہ اضافو ڪيو. هن جي نظريي جي مطابق فوق الانا ايڊيپس ڪامپليڪس جي پيدا ڪيل آهي ۽ انسانيت جي مذهبي معيارن جي نمائندگي ڪندي آهي. اها هڪ آئيڊيل آهي جنهن طرف انا جدوجهد ڪندي آهي ۽ رويي جو اهڙو پيٽرن آهي ۽ معيارن جو هڪ گروپ

آهي جيڪو والدين مان ورتو ويو آهي. جنهن کي ٻار پنهنجي نفسيات ۾ داخل ڪري وٺندو آهي. ان ڪري فوق الانا ۾ والدين جو اثر هڪ مستقل تاثر رکي ٿو. پر فوق الانا مصيبتون پيدا ڪرڻ واري شيءِ آهي ۽ ايڊيپس ڪامپليڪس مان پيدا ٿيل مونجهارن کي به اها وڏيڪ منجهائي ڇڏيندي آهي ان کان علاوه جيڪڏهن والدين پنهنجي رويي ۾ عقليت، شعور يا فيصلي جي قوت کان محروم هجن ته فوق الانا ان جو اثر قبول ڪندي آهي ۽ اهڙي ئي رنگ ۾ ٻار کي رنگي ڇڏيندي آهي. ڇاڪاڻ ته ٻار تي هوندڻ به سڀ کان وڌيڪ پنهنجي والدين جو ئي اثر هوندو آهي.

فوق الانا جي نظريي سان گڏ فرائيڊ هڪ سائنسي اصول جي طور تي اها ڳالهه دريافت ڪئي ته ٻاروتڻ ۾ ٻار سان جيڪو رويو رکيو ويندو ته سڄي عمر هن جي ذهن تي اهو اثرانداز رهندو آهي. هتي فرائيڊ هڪ دفعو ٻيهر نفسياتي ڪشمڪش جي نظريي طرف مڙي ٿو وڃي، اهي ليبيڊو ۽ انا آهن. ليبيڊو هڪ عام لذت جي حيثيت سان جنس کي ايتري اهميت نه ڏيندو آهي ۽ انا حقيقتن ۽ مهذب دنيا جي مطالبن سان واسطو رکندي آهي پر جڏهن فرائيڊ نرگسيت جي نظريي تي پهتو ته ليبيڊو ۽ انا جي ٻاڻ ۾ مخالفت ختم ٿي وئي ڇاڪاڻ ته جيڪڏهن فرد پاڻ پنهنجي محبت ۾ مبتلا هجن ته انا انهيءَ محبت جو هڪ حصو بنجي ويندي آهي ۽ جيڪڏهن مڪمل طور تي نه ته به وڏي حد تائين ليبيڊو به ان محبت جو هڪ جزو بنجي ويندو آهي.

ائين فرائيڊ هڪ نئون قطب تلاش ڪيو هو ۽ اهڙي مرڪزيت جو بنياد رکيو هو. جيڪا جنگ يا ڇڪتاڻ، وڌندڙ پوڙهاپ ۽ وڌندڙ انتشار سبب هن ۾ گهري سائنسي ادراڪ جي صورت ۾ ٿي. حتمي مرڪزيت، زندگي ۽ موت جي جبلتن وچ ۾ ڪشمڪش جو اعلان 1920ع ۾ ڪيو ويو. جڏهن "Beyond the Pleasure Principle" شايع ٿيو. جڏهن فرائيڊ پنهنجي ذي صوفي جي موت تي شديد رنج ۽ ڏک ۾ مبتلا هو.

حياتياتي جبلتن جن کي فرائيڊ ايروس "Eros" چوندو هو. "ليبيڊو ۽ انا جو اتحاد" انهن جو سڀ کان وڏو دشمن موت هئي جيڪا بقول فرائيڊ، "اوچتو پنهنجو وار ڪندي آهي" ۽ ته موت هر جاندار کي اچڻي آهي. هتي اهو سوال ٿو پيدا ٿئي ته خودڪشي جا رجحان ۽ عاشقي جا رويا يعني تباهي طرف وٺي وڃڻ وارن محرڪن جي تشريح ڪهڙي طرح ڪئي وڃي.

زندگي ۽ موت وچ ۾ ٽڪر هڪ ربڙ جي ڇڪ جيان آهي. موت جي وجدان جي باري ۾ فرائيڊ جو نظريو هن جي جنس جي نظريي کان به وڌيڪ قابل مذمت سمجهو

ويو هو. جي ايل گڙي ان ٿي چيو هو، ”اها حقيقت سيني کي خبر آهي تہ هڪ نہ هڪ ڏينهن مرڻو آهي ان ڳالهہ جو ڪو ثبوت ڪونهي تہ اسان خود موت کي اچڻ جي دعوت ڏينداسين يا مرڻ اسان جو مقصد آهي. اهڙي طرح اسان پنهنجي پيدائش کان اڳ پنهنجي جنم جي مقصد تي راءِ نٿا ڏئي سگهون.

فرائيڊ موت جي نظريي تي تبصرو ڪندي چيو ڏسڻو اهو آهي تہ اها تعمير قابل خدمت ثابت ٿي سگهي ٿي يا نہ. فرائيڊ موت جي باري ۾ جيڪي نظريا ڏنا انهن مان ثابت ٿئي ٿو تہ ان دور ۾ هو پاڻ کي موت لاءِ تيار ڪري رهيو هو. هن جي ان تياري جي جهلڪ هن جي تحريرن ۾ بہ ڏسڻ اچي ٿي، بهرحال هن کي موت اوچتو نہ آئي هئي ڇاڪاڻ تہ هن ۾ زنده رهڻ جي زبردست امنگ موجود هئي.

هن جا ڪتاب جيڪي بعد ۾ شايع ٿيا اهي هئا،

“ Civilization and its discontents”e, “The Future of an Illusion” ۽ “Moses and Antheism” هئا. پهرين ڪتاب ۾ مذهبي مونجهارن ۽ وهمن تي بحث ڪيل آهي. ڪارل مارڪس جيان ان ڪتاب ۾ مذهب کي آفيم قرار ڏنو ويو آهي ۽ ان کي محض هڪ بيڪار شيءِ چيو ويو آهي. فرائيڊ مذهب تي عقليت جي برتري تي وڏيڪ زور ڏيندو هو. سندس نظر ۾ مذهبي عقيدا محض ڊونگ ۽ ذهين انسان جو اختراع هو. مذهب صرف ”چائلڊ هڊ نيو راسس“ آهي هن جو چوڻ هو، پر هن گڏوگڏ اعتراف بہ ڪيو تہ هن جي مذهبي معلومات خود هن جي پنهنجي مذهب يهوديت جي باري ۾ بہ اڻ پوري هئي. ”انساني عقل انساني جبلتن جي پيٽ ۾ ڪمزور شيءِ آهي“ هن جو چوڻ هو، ”پر ان ڪمزوري ۾ بہ هڪ خاصيت موجود آهي. جيستائين اها پنهنجي پاڻ کي مڃرائي نٿي وٺي پنهنجي ڪوشش نہ ڇڏيندي آهي ۽ نيٺ ڪامياب ٿي ويندي آهي“ اها اها جاءِ آهي جتي هن ڪو انسانيت جي مستقبل متعلق پُر اميد ٿي پوندو آهي. مذهب جي برعڪس سائنس ڪو پُرفريب ڌوڪو ناهي پر اسين ان وقت ڌوڪو کائي ويندا آهيون جڏهن اسين سائنس سان ناقابل عمل اميدون وابستہ ڪري ڇڏيندا آهيون.

شايد ڏهن سالن کانپوءِ هڪ پيپر جنهن جو عنوان هو، “A Distrbance of Memory at the Acropolis” ۾ فرائيڊ ان حقيقت جي تصديق ڪئي تہ هو اٿارٽي کي هميشہ ان ڪري رد ڪندو رهيو هو. جو هن کي پنهنجي پيءُ جو حاڪمانہ انداز ياد اچي ويندو هو. هن ڌل سان ڪڏهن بہ پنهنجي پيءُ جي اٿارٽي کي تسليم نہ ڪيو هو. “Civilization and its Discontents” ۾ فرائيڊ انسان جي هڪ دبيل ثقافت جي خلاف جنگ تي لکيو آهي. اهو ڪتاب هڪ اهڙي معاشري ۾ رهندڙ ماڻهو جي

خوشين جي تلاش واري جدوجهد تي لکيل آهي، جنهن ۾ جبلي خوشين جي حاصلات انتهائي مشڪل هئي. فرائيڊ ان تلاش جي نتيجي جو جيڪو تجزيو ڪيو آهي اهو انتهائي ناخشگوار قسم جو آهي "اهو خوشي جو اصول ئي آهي جيڪو زندگي جي پروگرام جو پروگرام ترتيب ڏيندو آهي صرف ايترو چئي ڇڏڻ تہ ماڻهو خوش رهي، تخليق جي اسڪيم ناهي ۽ خوشي بہ ڪهڙي؟ انساني زندگي جهڙي طرح گذرندي آهي، مشڪلاتن ۽ مصيبتن سان ڀرپور، ان ڪري ئي خوشيءَ جا تقاضا پنهنجو پاڻ گهٽ ٿيندا ويندا آهن. مطلب تہ خوشي جي اصول جو جيڪو مقصد هوندو آهي اهو حاصل ٿيڻ ڪافي مشڪل ۽ ناممڪن هوندو آهي.

تهذيب انسان ناهي آهي تہ پوءِ آخر هن ان ۾ رنڊڪ جا ٻج ڇو پوکيا آهن؟ پهريون اهو تہ محبت ڪلچر جي مخالف آهي ٻيو اهو تہ محبت، ايروس، ليبيڊو يا خوشي جي حاصلات ڪافي ڀين جسماني قوتن جيان اهم خاصيت رکن ٿا. اها نئين پوزيشن کي پراڻي پوزيشن جي جاءِ ڏيڻ لاءِ آساني سان آماده نہ ٿيندي آهي. ٽيون اهو تہ (جيڪو فرائيڊ جي نظر ۾ اهم ترين فيڪٽر آهي) ماڻهو جا جيڪي جارحانہ رجحان هوندا آهن ۽ جيڪي آزاد ۽ جبلي هوندا آهن اهي هڪ مهربان ڪلچر جي لاءِ هڪ طاقتور قسم جي رڪاوٽ پيدا ڪندا آهن، ۽ نيٺ ان نتيجي تي پهچجي ٿو تہ تهذيب يا ڪلچر جو رستو ايروس ۽ موت جي وچ ۾ ڪشمڪش وارو رستو آهي."

فرائيڊ جي نظر ۾ موت انسان، فطرت، معاشري سيني کي اڇڻي آهي، موت کان فرار انهن مان ڪنهن لاءِ بہ ممڪن ناهي. موت انفرادي طور بہ ايندي آهي ۽ اجتماعي طور بہ، اجتماعي طور جنگ جي صورت ۾ هوندي آهي. تنهن هوندي بہ فرائيڊ پنهنجي مذهبي نظرين جي حوالي سان دهريو هو. هن زندگي ۽ موت جي وچ ۾ جيڪو ڪشمڪش جو نقشو ڪڍيو آهي اهو اصل ۾ ڪليسا جي چڱائي ۽ برائي جي نظرين وچ ۾ ڪشمڪش جو نقشو هو. انهن ۾ مختلف صرف هڪ ئي شيءِ هئي ۽ اها اِها هئي تہ اهو عقيدو جيڪو هڪ مذهبي ماڻهو لاءِ چڱائي جي طرفان جنگ ڪندو آهي، اهو ئي مرضي ڪانسواءِ هڪ سائنسي ماڻهو لاءِ ايروس طرفان بہ وڙهندو آهي.

"The Future of an Illusion" ۾ فرائيڊ عقليت جي برتري تي راءِ ڏني آهي ۽ ان باري ۾ ڪافي خوش فهمي جو اظهار ڪيو آهي. پوءِ بہ اها تسليم ڪرڻ ڪانسواءِ نٿي رهي تہ تباهي جي قوت زنده رهڻ ۽ تخليق ڪرڻ جي قوتن کان وڌيڪ اثرائتي ۽ طاقتور هوندي آهي.

هن کي موت سان شديد نفرت هئي. 1930ع ۾ هن پنهنجي هڪ ملاقاتي کي چيو هو "آسماني قوتون کافي مهربان هونديون آهن جيڪي اسان جي گذرندڙ عمر سان گڏوگڏ زندگي اسان لاءِ مشڪل ۽ دشوار بنائينديون وينديون آهن. آخر ۾ موت اچي ويندو آهي جيڪو اهڙين حالتن ۾ قبولڻ جوڳو محسوس ٿيندو آهي."

هو ڏاڍو زبردست عقليت پرست هو. بهرحال هن هڪ مختصر عرصي لاءِ انهن ماڻهن جي دنيا تي به هڪ نظر وڌي هئي جيڪي موت کانپوءِ حياتي تي يقين رکندا آهن. 1919ع ۾ هن هڪ پيپر "Uncanny" شايع ڪرايو هو. ان کانپوءِ 1922ع ۾ Dreams and Telepathy ۽ پوءِ 1923ع ۾ "A Neurosis of Demoniacal Possession in the seventeenth century" انهن سڀني جو موضوع ساڳيو هو، يعني عقليت ۽ عقلي استدلال تي زور. انهن ۾ روح جي وجود کان به انڪار ڪيو ويو هو. پهرين ڪتاب ۾خوابن ۽ ٽيلي پيٿي جي وچ ۾ رابطو ثابت ڪيو ويو هو پر اهو رابطو ڪو ايترو گهرو ۽ مضبوط نه هو.

فرائيڊ جي نظر ۾ تحليل نفسي جي اهميت مذهب کان وڌيڪ آهي. مذهب کي هر ڪنهن جي همدردي حاصل هوندي آهي جڏهن ته تحليل نفسي متنازع آهي. تحليل نفسي ۾ ٽيلي پيٿي جي به اها ئي اهميت آهي جيڪا پهريان هپناٽزم جي هئي. ننڊ ٽيلي پيٿي جي لاءِ بهترين حالتون پيدا ڪندي آهي. ٽيلي پيٿي جي ذريعي لاشعوري ذهن تائين رسائي ممڪن ٿي ويندي آهي. ٽئين نمبر جو پيپر ڪجهه ان لحاظ کان به دلچسپ آهي ته ان ۾ فرائيڊ جي موت ۾ گهري دلچسپي جي جهلڪ ڏسڻ ۾ اچي ٿي ۽ ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي ته ڄڻ هن کي شيطان سان هڪ معاهدو ڪرڻ جي خواهش هئي جنهن سان هو ڪجهه وڌيڪ سال زنده رهي سگهي.

انهن ٽنهي پيپرز ۾ اهو ضرور آهي ته فرائيڊ موت سان نفرت جو اظهار نه ڪيو ۽ نه خوف جو اظهار ڪيو بلڪ ائين ٿو لڳي ڄڻ ان وقت هو پاڻ کي نفسياتي طور موت جي استقبال لاءِ تيار ڪري رهيو هو، ته اچ جيڪڏهن تون اچڻ چاهين ٿو، تون ته هر ذي روح جو روح قبض ڪندين. پوءِ به مان اصرار ڪندو رهندس ته تنهنجو تعلق جنهن زمين سان آهي ان جي حقيقي هجڻ جو مون کي ڪوبه يقين ڪونهي. مان ان زمين کي به بلو تارج سان اڏائي ڇڏڻ جي همت رکان ٿو، جنهن سان مون حقيقي دنيا کي پنڪچر ڪيو آهي تون زنده انسانن سان ٽيلي پيٿي ذريعي رابطو قائم نٿو ڪري سگهين تون خون جي معاهدي ٿي صحيح ڪري انسان جي روح ۾ داخل نٿو ٿي سگهين. پنهنجن عقيدن مطابق مان اجا به هڪ طاقتور انسان آهيان. مان ڪنهن اميد ۽ عقيدي کانسواءِ منهن ڏيندس.

پر ان زبردست چيلنج باوجود اهو سوال وري وري اچي ٿو ته، "ڇا مان واقعي موت کي اهڙي طرح منهن ڏئي سگهندس؟

پهرين عالمي جنگ علاج جي طريقي جي حيثيت سان طبي دنيا جي توجهہ تحليل نفسي طرف ڪرائي ڇڏي هئي. جنگ جي ڏينهن ۾ " نيوراسس" جو اصطلاح ايجاد ٿيو ۽ تحليل نفسي جي نون خيالن مثال طور "بيمار ٿيڻ جا فائدا " ۽ بيماريءَ ۾ فرار" ترقي ڪئي. جنگ جي خاتمي تي طب جي ميدان جي ماهرن تي اها حقيقت ظاهر ٿي تہ نام نهاد "شيل شاڪ" ضروري نہ هو۔۽ اهو تہ هسٽريائي فالج جا ڪافي ڪيس جن ۾ ٻانهون، ٽنگون ۽ آڱريون مفلوج ٿي وينديون آهن، ان جو پاڙون لاشعوري ميڪينزم سان وچي ملنديون آهن جيئن فرائيڊ دريافت ڪيو هو. آخري تحليل نفسي ڪانگريس جيڪا جرمني جي شڪست کان اڳ بداپسٽ ۾ 1918ع ۾ منعقد ٿي،ان ۾ اتحادي ملڪن جي نمائندن بہ شرڪت ڪئي هئي. ان ڪانگريس ۾ طئي ٿيو هو تہ نيوراسس جي علاج لاءِ تحليل نفسي انسٽيٽيوٽ ۽ ڪلينڪ کولڻ کپي. پوءِ ڪلينڪ ۽ انسٽيٽيوٽ 1920ع ۾ برلن ۾ کوليا ويا. ۽ فرنزي جيڪو بداپسٽ يونيورسٽي ۾ تحليل نفسي جو پروفيسر هو، انهن جو نگران بڻايو ويو.

ان وقت جڏهن ڊاڪٽرن ۽ سائيڪاٽرسٽن جي اڪثريت تحليل نفسي جي مخالف يا ان کي بهترين علاج جي طريقي طور تسليم ڪرڻ ۾ انڪاري هئا. ڪافي اهڙا ماڻهو بہ موجود هئا جيڪي ان علاج جي طريقي کي اهميت ڏيندا هئا. انهن ۾ سائنسدانن جو ڪافي تعداد شامل هو. پوءِ بہ اهڙن ماڻهن جو تعداد بہ گهٽ نہ هو جيڪي تحليل نفسي کي اثرائتو علاج جو طريقو سمجهڻ باوجود محض ان ۾ ٿوڪيل جنسي نظرين جي ڪري ان کي تسليم ڪرڻ کان لنوائيندا هئا.

فرائيڊ کي پنهنجن نظرين جي مقبول ٿيڻ مان جيڪا خوشي هئي ان کان وڌيڪ هن کي رد ٿيڻ جو خوف هو. ان ڳالهہ کي نظر ۾ رکندي هڪ اهم ترين قدم کنيو ويو هن پنهنجي پيروڪارن جو هڪ حلقو ناهيو. اهي اهي پيروڪار هئا جن

تي هن کي سڀ کان وڏيڪ اعتماد هو ۽ انهن سان هن مستقبل جون وڏيون اميدون وابسته ڪري ڇڏيون هيون اهي ڪارل ابراهام، ميڪس ائينگون ، فرينزي، ارنسٽ جونز، آٽو رينڪ ۽ ساچس هئا. اهي ڇهه ماڻهو جماعت اندر جماعت هئا ۽ انهن جو مرڪز فرائيڊ هو. 1920ع ۾ و ي هيگ ۾ منعقد ٿيڻ واري ڇهرين تحليل نفسي ڪانگريس ۾ هن پنهنجي انهن پيروڪارن جي اڳيان پنهنجي حڪمت عملي پيش ڪئي ۽ طئي ٿيو ته هو فرائيڊ لاءِ هڪ گمنام گروپ تشڪيل ڏيندا ۽ انهن جي ڊيوٽي اها ئي هوندي جيڪا مارڪسي پرولتارين جي هئي. اهي پنهنجي طور تي تحليل نفسي تحريڪ کي وسيع پيماني تي ڦهلائڻ جو ڪم ڪندا. ان ڦهلاءُ جو مقصد انفرادي نه بلڪه همه گير هوندو. ان گروپ جا ست ماڻهو خفيه طور تي ڪم ڪندا، يعني تحليل نفسي برادر هُڊ جي ٻين ماڻهن کي به انهن جي ڪمن جي ڪا به ڄاڻ نه هوندي. اهي ست ئي مختلف هنڌن تي رهندا. مثال طور فرنزي بڊاپسٽ ۾ ۽ جونز لنڊن ۾ رهندا اتي رهندي اهي دنيا ۾ تحليل نفسي تحريڪ جي ڪارڪردگي جي نگراني ڪندا ۽ ان جي ترقي جون ڪوششون ڪندا. انهن ۾ مسلسل رابطو رهندو ۽ خاص وقت ڪانپوءِ انهن جو پاڻ ۾ ملاقاتون به ٿينديون ، اهي ملاقاتون ڪانفرنسن جي صورت ۾ ٿينديون ۽ اهو ته انهن سڀني جو نگران فرائيڊ پاڻ هوندو.

1920ع کان 1925ع جي عرصي ۾ تحليل نفسي تحريڪ انتهائي گهڻي ترقي ڪئي. ان دوران هن جي منصوبن تي پوري طرح عمل ڪيو ويو. ان جي مختلف ادارن ۾ ترقي جو ڪم ڏاڍي تيزي سان اڳتي وڌندو رهيو. ان تحريڪ ۾ بيشمار نوان پرجوش ۽ پرهمت ڪارڪن شامل ٿيا جن کي انهن ستن ماڻهن جي نگراني ۾ بهترين تربيت ڏني وئي، پر ترقي ۽ امن جو اهو سونهري دور جلد ئي گذري ويو. ٿيو ائين ته رينڪ نيوراٽڪ علامتن، پيدائش جي مونجهاري ۽ ٻين نفسياتي مونجهارن متعلق هڪ ڪتاب پنهنجي ٻين ساٿين جي صلاح ۽ مشوري ڪانسواءِ شايع ڪرائي ڇڏيو. جنهن تي هن جي شديد مذمت ٿي ۽ هن جا نظريا ڄڻ ته ڪفر قرار ڏنا ويا. فرنزي بهرحال رينڪ جي پيش ڪيل نظرين ۽ دليلن سان متفق هو. فرائيڊ انهن ۾ اختلاف ختم ڪرڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪئي پر ڪيس ناڪامي ٿي. رينڪ جلدئي پيرس هليو ويو، جتي ان وقت تحليل نفسي کي ايتري مقبوليت حاصل نه ٿي سگهي هئي. ان واقعي کان ڪجهه عرصو پوءِ برلن ۾ ابراهام جو انتقال ٿي ويو: ساچس، جونز ۽ فرائيڊ هاڻ ان ڪوشش ۾ لڳي ويا ته ڪنهن نه ڪنهن طرح گروپ جو اتحاد برقرار رکي سگهن.

ڪينسر جو حملو ٿيڻ تائين فرائيڊ وڏي سختي سان تحليل نفسي تحريڪ جي ڪمن جو جائزو وٺندو رهيو ۽ ان جي ڪارڪردگي تي گهري نظر رکندو آيو.

سورهن سال گذرڻ کان پوءِ هن جي گرفت ڍري ٿيڻ لڳي ۽ ان جي سائنسي ترقي جو ڪم سست ٿيڻ لڳو. ان حقيقت باوجود تہ تحليل نفسي جا ماهر اڪثريت ۾ پراڻن طريقن تي عمل ڪندا هئا. پوءِ ترقي جا نوان دروازا کُلي پيا ۽ نوان نوان نظريا ايجاد ٿيا جن تحريڪ ۾ هڪ نئون روح ڦوڪي ڇڏيو.

1920ع جي تحليل نفسي جي ماهرن فرائيڊ جي بنيادي نظرين کي قبول ۽ اختيار ڪري ورتو هو. پر اهي سطحي علامتن ۽ تعلقاتن کان هٽي تاريخي باراٽي صورتحال جي گهرائي ۾ وڃڻ چاهيندا هئا. ۽ اهڙي قسم جي ڳالهين کي مريض اڪثر ڪري ناپسند ٿي ڪندا هئا. واقعاتي بي اطمينانين ۽ مايوسين ماهرن کي نئين ٿراپيوٽڪ جوابن جي تلاش تي مجبور ڪري ڇڏيو. اهي نوان جواب بہ فرائيڊ کان ئي ملي سگهيا. جن جي بنياد تي هڪ نئين ٿيوري تيار ٿي. انهن نون خوابن جي تلاش ۾ هڪ ڪڙي آٽورينڪ جي "ٽرانسفرنس اناليسس" تي تجربو ڪرڻ جي ڪوشش هئي. فرائيڊ ٽرانسفرنس يا منتقلي کي ٿراپيوٽڪ سچوئيشن جو بنياد قرار ڏيندو هو. رينڪ جي مطابق خود شناختي هرگز لاشعوري ميڪينزم جي علم جو بنياد نہ پئي بنجي سگهي. رينڪ جي چوڻ مطابق اهو ڪافي هو تہ اناليٽڪ سچوئيشن مريض کي اهي حقيقتون سمجهائي ڇڏي تہ ٻئي شخص سان بهتر رابطو هن جي نفس جي تجزيي جي باري ۾ بهترين نتيجا پيدا ڪري سگهي ٿو ان طرح ئي خودشناختي آسان ٿي سگهي ٿي.

پر تحليل نفسي جي فڪر جي ٻين اسڪولن رينڪ کان مختلف رستا چونڊيا ڪارل ابراهام نظريو پيش ڪيو تہ شعوريت کان هٽي هڪ تحريڪ يا محرڪ اهڙو هوندو آهي جنهن جي ذريعي مريض جي لاشعور ۾ دفن ڪنهن اهڙي واقعي جي کوجنا ڪري سگهجي جيڪو نيوراسس جو سبب هوندو آهي. ابراهام جي ايپروچ ڏاڍي مختصر هئي البتہ ارنسٽ جونز ۽ ميلني ڪلين جي اڳواڻي ۾ برٽش تحليل نفسي جي ادارن ان کان اڳتي پيش قدمي ڪئي. فرائيڊ اهو نظريو پيش ڪيو هو تہ هڪ جوان ماڻهو جي نيوراسس جو سبب ان کي ٻاروتڻ يعني پنج يا ڇهہ سال جي عمر ۾ پيش آيل ڪو خاص واقعو، حادثو يا زخم هوندو آهي. اڄڪلهہ ڪيرن هارني جي سربراهي ۾ آمريڪا ۾ جيڪا تحليل نفسي تحريڪ ڪم ڪري رهي آهي. ان سان تعلق رکندڙ ماهر بہ ان خيال جا حامي آهن تہ فرائيڊ جيڪو هرويرو جنس کي هر نيوراسس جو بنياد قرار ڏيندو هو اهو غلط هو. اڪثر نيوراسس جا سبب وارثت ۽ ماحول بہ ٿي سگهن ٿا. اڄڪلهہ جي دور ۾ انساني زندگي جن گوناگون پيچيدگين ۽ مونجهارن ۾ گهيريل آهي اها انسان جي ذهني ڪيفيت تي اثرانداز ٿيندي آهي ۽

مختلف النوع نيوراسس جي پيدائش جو سبب بنجندي آهي. صرف جنس ۽ ٻاروتڻ جا واقعا ۽ حادثا ئي نيوراسس جو سبب قرار ڏيڻ مڪمل طور تي صحيح نہ آهي. اهڙو ادارو فرائيڊ جي"انساني فطرت جي باري ۾ قنوطيت پسند خيالن سان بہ متفق نہ آهي.

هارني جي ٿراپي فرائيڊ کان وڌيڪ ايڊلر سان ملندڙ آهي. ان ۾ مريض جي لاشعور کان وڌيڪ ان جي انا جي تجزيي تي توجهہ ڏني ويندي آهي. ان جي زندگي جي هڪ هڪ ڪم ۽ مصروفيت خوشي، غم، جوش، هيجان ۽ ذهني ڪشمڪش سيني جو جائزو ورتو ۽ مطالعو ڪيو ويندو آهي. ۽ ٻاروتڻ کان وٺي سمورن واقعن جو باريڪ بيني سان جائزو ورتو ويندو آهي ان قسم جا ماهر بہ فرائيڊ جيان فري ايسوسيئشن ۽ ٽرانسفرنس يا منتقلي جو طريقو استعمال ڪندا آهن.

تحليل نفسي جو ٽيون ڏڙو جنهن کي وليم رليش قائم ڪيو هن کي بعد ۾ انٽرنيشنل سائيڪوانالائيٽڪ سوسائٽي مان 1933ع ۾ خارج ڪيو ويو. هواني جي ڏر جنس جي اهميت کي گهٽائي تي پر ليش جي ڏر ان کي فرائيڊ کان بہ وڌيڪ اهميت ڏئي ٿي. انهن جي نظر ۾ جنس تي بندش لڳل هوندي آهي تہ سمورو معاشرو ذهني مريضن سان ڀرجي ويندو آهي ان ڪري جنسي آزادي هجڻ ضروري آهي پر جيڪڏهن جنس لذت جي انتها تي نہ پهچي تہ پوءِ اها هڪ بيڪار شيءِ آهي. "The Function of orgasm" ڪتاب ۾ رليش لذت جي انتها واري موضوع تي لکيو آهي. ان ڪتاب کي رليش جي ڏر جو انجيل چيو ويندو آهي. ان ڪتاب ۾ هر ان موضوع تي لکيو ويو آهي جنهن جو تعلق دماغ سان ٿي سگهي ٿو. پر "لذت جي انتها" ان جو اصل ۽ طاقتور موضوع آهي.

اينا فرائيڊ جي سربراهي ۾ هڪ گروپ بعد ۾ اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو رهيو تہ فرائيڊ جنس جي بجاءِ انا (ايگو) کي نيوراسس جو سبب قرار ڏنو هو. يعني انسان جا سمورا پاڳل پڻا ان انا جا مونجهارا هئا. شعوري ۽ لاشعوري عنصرن کي بہ انهن پنهنجو موضوع بنايو.

فرائيڊ جي هڪ لائق ۽ قابل پيروڪار فرانز اليگزينڊر جيڪو شڪاگو تحليل نفسي جي اداري جو سربراهہ هو، ان جي خيال ۾ فرائيڊ تحليل نفسي جي ميدان ۾ جيڪو ڪجهہ ڪري ويو هو ان کان وڌيڪ ڪجهہ ڪرڻ ممڪن ئي ناهي؛ پر هو تسليم ڪندو هو تہ فرائيڊ جا پيش ڪيل ڪافي نظريا، مثال طور ليبيڊو اڄڪلهہ فرسوده ۽ پراڻا سمجها وڃن ٿا ۽ اهو تہ هر نيوراسس جو محرڪ جنس يا ٻاروتڻ جا واقعا يا حادثا نہ هوندا آهن. هارني مطابق ماحول ۽ ڪلچر جو اثر هوندا آهن. انهن

عقيدن ٿراپيوٽڪ ٽيڪنڪ ۾ به اثرائيتيون تبديليون پيدا ڪيون انهن تبديلين جي اثر هيٺ تحليل نفسي جا ماهر تمام گهڻن گروهن ۾ ورهائجي ويا ڪجهه ان خيال جا حامي هئا ته مختلف قسمن جي ذهني ڪشمڪش جي جذباتي ۽ هيجاني طريقن جو مطالعو ڪرڻ ئي ڪافي هو. جڏهن ته ڪجهه مڪمل ذهني علاج ان صورت ۾ ممڪن سمجهندا هئا ته ٻاروتڻ جي ناخشگوار واقعن ۽ حادثن کي ذهن جي تختي تان صاف ڪري ڇڏجي پر انهن مان ڪنهن به گروهه جي نظريي کي طبي ۽ نفسياتي دنيا ۾ مڪمل مڃتا حاصل نه ٿي سگهي بهرحال اليگزينڊر ۽ ان جا ساٿي شڪاگو تحليل نفسي جي اداري ۾ جنهن ٿراپي جي پريڪٽس ڪندا آهن تنهن کي مقبوليت حاصل ٿي رهي آهي.

فرائيڊين تجزياتي طريقي ۾اهو جائزو به ورتو ويندو آهي ته ان ئي طريقي سان مريض جي زندگي جي ظاهري حالتن ۾ تبديليون پيدا ڪرڻ ممڪن ٿي سگهي ٿو يا نه، فري ايسوسيئشن، طويل انٽرويو، سوال ۽ تعلق جي تبديلي جهڙا طريقا نوان نه آهن. بيشمار تحليل نفسي جا ماهر فرائيڊ جي انهن ئي طريقن کي استعمال ڪري رهيا آهن، جڏهن ته اليگزينڊر فرائيڊين علاج جي طريقي جي طوالت جو قائل نه هو. هُو گهٽ وقت وارن علاج جي طريقن کي اثرائتو قرار ڏئي ٿو. عالمي جنگ جي ڏينهن ۾ فوجي نيوراٽڪس جي تعداد ۾ اضافو ٿي ويو هو. انهن جي لاءِ جيڪي علاج جا طريقا استعمال ڪيا ويا هئا بعد ۾ عام مريضن تي به اهي استعمال ٿيڻ لڳا. بهرحال انهن علاج جي طريقن کي سطحي قرار ڏنو ويندو هو. دماغي خرابين ۽ بيمارين جو علاج ڪرڻ ۾ اهي ڪافي اثرائتا ثابت ٿيا. انهن مان هڪ طريقو نارڪو سينٿيسس آهي، ان علاج جي طريقي ۾ مريض کي ڪا نشي واري دوا ڏني ويندي آهي پوءِ مريض دوا جي اثر تحت اينالسٽ کي ٻڌائيندو ويندو آهي، ته ڪيس ڪهڙي تڪليف آهي ۽ ڪيس ڪهڙيءَ شيءِ بيمار ڪيو آهي.

تحليل نفسي ٿراپي ۾ ٻيا به ڪيترائي ميٿڊ ٺاهيا ويا آهن ۽ قابل ذڪر حاصلات ٿيون آهن، پر تجرباتي طور ايڏي ترقي نه ٿي سگهي آهي، بهرحال ايترو ضرور آهي ته اها تحليل نفسي هڪ ٿيوري ۽ هڪ پريڪٽس جي لحاظ سان نهايت اثرائتو علاج جو طريقو آهي اهو طريقو جيترو ترقي ڪندو ذهني بيمارين جو علاج وڌيڪ آسان ٿيندو ويندو. ،

نازين ڪانپوءِ ۽ ويانا جي تحليل نفسي جي مرڪز طور ختم ٿيڻ ڪانپوءِ آمريڪا ۾ تحليل نفسي جي ماهرن جي پناهه گاهه ۽ هيڊ ڪوارٽر بڻجي ويو. فرائيڊ جا پيروڪار ڪافي تعداد ۾ يورپ کان آمريڪا وڃي پهتا. جتي تحليل نفسي جو

سيٰ کان وڏو ادارو وجود ۾ آيو تمام گهڻي تعداد ۾ ڪتاب ۽ رسالا وغيره شايع ٿيڻ لڳا. مقامي سائيڪاٽرسٽن هن تحريڪ جو گهرو اثر قبول ڪيو ۽ ان ۾ شامل ٿيا. فرائيڊ جي نظرين کي آمريڪا ۾ ڏاڍي مقبوليت حاصل ٿي، جڏهن ته فرائيڊ کي آمريڪا کان شديد نفرت هئي، هن کي آمريڪين جا طور طريقا ناپسند هئا. اتي تحليل نفسي تحريڪ کي ڏاڍي پذيرائي ملي.

جنگ جي دور کانپوءِ تحليل نفسي تحريڪ آمريڪا ۾ پنهنجا قدم مضبوطي سان ڄمائي ورتا، ان جي ترقي ۾ شڪاگو تحليل نفسي جي اداري قابل قادر خدمتون انجام ڏنيون. ان اداري ۾ اهم تحقيقاتي ڪم ٿيا آهن. اهڙي طرح لاس اينجلز ۾ به هڪ ادارو ڊاڪٽر ارنسٽ جي سربراهي ۾ ڪم ڪري رهيو آهي، جيڪو فرائيڊ جو پراڻو دوست ۽ پيروڪار هو. ٽوپيڪا، ڪنساس ۾ به تحليل نفسي تي تجرباتي ۽ تحقيقاتي ڪم جاري آهي.

1930ع جي آغاز ۾ تحليل نفسي، انساني مسئلن جي سلسلي ۾ دنيا جي سوچ کي متاثر ڪري چڪي هئي. فرائيڊين اصطلاح مثال طور ليبيڊو، اڊ وغيره انهن جي زبان تي هئا. 1920ع دوران فرائيڊ ۽ ان جي دريافتن کان تمام گهٽ ماڻهو واقف هئا، پر پوءِ آئنده ڏهاڪي ۾ هن جي شهرت ۾ اضافو شروع ٿيو. هن جي ڪارنامن ۽ دريافتن جي شهرت پر لڳائي دنيا ۾ اڏام ڪرڻ لڳي ۽ هن جا همعصر وڏا ماڻهو مثال طور آئنسٽائن، ٿامس مين ۽ رومين رولينڊ هن سان خط و ڪتابت ڪرڻ فخر سمجهندا هئا. 1926ع ۾ پهريون ڀيرو ويانا ۾ هن جي سالگره ڏاڍي شاندار انداز ۾ ملهائي وئي ۽ هن کي ويانا جي مڪمل شهري آزادي عطا ڪئي وئي. هن جي اها 75 هين سالگره ويانا کان علاوه لنڊن ۽ نيويارڪ ۾ به ملهائي وئي. اهڙي طرح هميشه جي مخالفتن ۽ دشمنين هن لاءِ محبت ۽ عقيدت جو روپ اختيار ڪري ورتو.

فرائيڊ پنهنجي اعزاز ۾ منعقد ٿيڻ واري ڪنهن به تقريب ۾ شرڪت نه ڪئي هئي ۽ نه ڪو اعزاز قبول ڪرڻ لاءِ پاڻ ويو. هن جي ٻاران سندس ڌي اينا وڃي اعزاز قبول ڪيا. هن ملاقاتين ۽ ماڻهن سان ملڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو ۽ پنهنجو پاڻ کي ڪمري ۾ بند ڪري ڇڏيو. هن کي اهي اعزاز تڏهن حاصل ٿيا هئا جڏهن سندس زندگي جو سج لهڻ وارو هو. هن جي سالگره جي ڏهن ڏينهن کان پوءِ سندس والده ٽيانوي سالن جي عمر ۾ انتقال ڪري ويئي. پنهنجي پٽ جيان هوءَ به پوڙهپڻ ۾ ڏاڍي تندرست رهي هئي ۽ پنهنجي موت جي وقت ڏاڍي خوشگوار موڊ ۾ هئي.

## فرائيڊ

فرائيڊ جي سالگرهه 1936ع ۾ ملهائي وئي. اها سالگرهه بہ پرائيويٽ سطح تي ڏاڍي شاندار طريقي سان ٿي. سڄي دنيا مان مبارڪن جا خط آيا هئا ۽ دنيا جي سيني اخبارن ان سلسلي ۾ ڪالم ڇپيا ۽ هن جي ڪم ۽ دريافتن کي دل کولي خراج تحسين پيش ڪيو. وڏن وڏن سائنسدانن، ڪالمسٽن، مصنفن ۽ فنڪارن هن جي ڪم کي ساراهيو ۽ هن جي تعريف ۾ چوپڙيون شايع ڪرايون. پر ان موقعي تي بہ فرائيڊ پنهنجي گهر مان نہ نڪتو ۽ پنهنجي ڪمري ۾ بند رهيو. هن جو خيال هو تہ هاڻ هو پنهنجو ڪم مڪمل ڪري چڪو آهي، هاڻ دنيا سان ڪو واسطو ناهي. دنيا هاڻ فرائيڊ جي نظرين کي تسليم ڪرڻ لڳي هئي. ايڊيپس ڪامپليڪس ۽ ٻارن جي نفسيات، جنسي نظريا، شعور، لاشعور، نيم شعور، انا، فوق الانا، اِڊ، ليبيڊو، خوابن جي تعبير جي باري ۾ پيش ڪيل نظريا قبوليت جو سرٽيفڪيٽ حاصل ڪري ويا هئا. فرائيڊ پهريون نفسيات جو ماهر هو جنهن ٻارن جي نفسيات جي مطالعي تي ڏاڍو زور ڏنو هو ۽ ان کي اهم ترين علم قرار ڏنو هو.

فرائيڊ جا نظريا، انقلابي نظريا هئا. انهن جو اثر آرٽ، شاعري، ادب، ڊرامن، ناولن وغيره سيني تي پيو. نارمل ۽ ايبنارمل نفسيات جي باري ۾ هن جي خيالن فنڪارن ۽ اديبن سيني کي متاثر ڪيو. ناول هجي يا سوانح حيات، شاعري هجي يا تاريخي ادب سيني جو فڪر متاثر ٿيو ايتري قدر جو فلمي اسڪرپٽ بہ متاثر ٿيڻ کانسواءِ نہ رهي سگهيا. انساني روين ۽ لاشعوري جذباتي قوتن جي ترجماني فرائيڊ جي ڪري ممڪن ٿي سگهي.

آرٽ ۽ لٽريچر جيڪي حقيقي دنيا جي سطحي ڪيفيت جا ترجمان سمجها ويندا هئا، هاڻ گهراين جي کوجنا ڪرڻ لڳا هئا. يعني انهن تحريڪن ۽ محرڪن جو تجزيو ڪرڻ لڳا جن کي فرائيڊ دريافت ڪيو هو لاشعوري ذهن جي عملن تي سڀ کان وڏيڪ بحث ٿيڻ لڳو ۽ شعوري ذهني عمل بہ هڪجهڙي اهميت اختيار ڪئي، ليڪن ۽ فنڪارن لاءِ تحليل نفسي جو انڪشاف ٿامس مين مطابق ڪنهن انقلاب کان گهٽ نہ هو. انهن انڪشافن سان گڏ دنيا ۾ شڪ جو بہ اضافو ٿيو. انساني حس، روح ۽ ذهن جي باري ۾ ماڻهن ۾ قسمين قسمين جا خيال پيدا ٿيا ۽ ان جي باري ۾ قياس آرائين جا سوين دروازا کلي پيا. فرائيڊ جي فڪر ۽ دريافتن جا دنيا تي ڪجهه اهڙي طرح اثر ٿيا جو ان زماني کي "فرائيڊ جو دور" چيو ويو. 1914ع ۾ والٽر لپ مين هڪ ڪتاب "A preface to Morals" شايع ڪرايو، جنهن ۾ هن فرائيڊ جي نظرين جو تفضيل پيش ڪيو فلائيڊ ڊيل ۽ ميڪس ايسٽمين بہ ان سلسلي ۾ ڪتاب شايع ڪرايا، فرائيڊ جي فڪر ۾ روشن خيال ۽ انتها پسند پنهي

قسمن جئ ماڻهن لاءِ سبق موجود هو. انهن ماڻهن لاءِ بطور غذا جيڪو ڪجهه هن ڇڏيو هو، ان کي انهن ماڻهن ڏاڍي خراب طريقي سان هضم ڪيو، اهو ئي سبب هو جو 1920 ۾ 1925 جو آمريڪي لٽريچر سائيڪو اناليٽڪ جي غلط طريقن جو شڪار ڏسجي ٿو. ڪافي آمريڪي ناول نگارن جا ناول جنس جي مختلف قسمن ۾ عملن جي عڪاسي ڪندا ڏسجن ٿا. يعني تحليل نفسي جي هڪ پوائنٽ "جنسي فعل" جي آمريڪي معاشري ۾ ڏاڍي پذيرائي ٿي ۽ ان تي سرعام بحث ٿيڻ لڳو. شروڊ اينڊ رسن "ڊارڪ لافٽر" ۾ لکي ٿو، "جيڪڏهن توهان انساني زندگي جي باري ۾ ڪجهه ڄاڻڻ چاهيو ٿا ته ڊاڪٽر فرائيڊ جي ڪتابن جو مطالعو ڪري وٺو. آمريڪي ناول نگارن جي اڪثريت فرائيڊ جي ٻن ڪتابن "Totem and Taboo" ۽ Three Contributions to a theory of sex ڪان متاثر ٿي. ان کانپوءِ Interpratation of Dreams جو وارو آيو. فرائيڊ جي ڪمن ليکڪن جي نظرن جو رخ انسان جي "اندر" طرف موڙي ڇڏيو هو. هاڻ جيڪي ڪهاڻيون ۽ ناول لکجڻ لڳا، اهي انسان جي نفسيات جي انتهائي گهرائي جي خبر آڻڻ لڳا. يعني انهن ڏينهن ۾ انساني نفسيات جي هر خاصيت تي لکبو هو. انهن ۾ تحليل نفسي جي اصولن کي خاص طور نظر ۾ رکبو هو اهڙي طرح اهي انتهائي اثرائتا ۽ دلچسپ ٿيندا هئا ۽ اهو انداز جدا ۽ منفرد هو.

فرائيڊ جي تحليل نفسي جي نظرين مان گهرو اثر قبول ڪرڻ وارن آمريڪي ليکڪن ۾ روزميڪالي جو نالو قابل ذڪر آهي هن جو ناول "Dangerous Age" تحليل نفسي کان ئي متاثر ٿي لکيل آهي. اهڙي طرح آلڊس هڪسلي جي "Antichay" ۽ سوزان گلاسيل جي "Suppressed Desires" تحرير به متاثر ٿيل هئي. سائمن اسٽريلنسڪي جو ڊرامو "Scandal of Enclid" به ان جو هڪ مثال آهي ان ڊرامي جو موضوع جنس هو.

1930ع ۾ دنيا ۾ ٻن ماڻهن جي نظرين کي ڏاڍي مقبوليت ملي رهي هئي. هڪ ته فرائيڊ جو تحليل نفسي جو نظريو ۽ ٻيو ڪارل مارڪس جو جدلياتي نظريو. انهن ٻنهي وڏن ماڻهن جا نظريا پاڻ ۾ ٽڪراءُ رکندڙ هئا. مارڪسٽن کي تحليل نفسي جي نظريي سان نفرت هئي. انهن جي نظر ۾ اهو هڪ مهانگو علاج جو طريقو هو جيڪو صرف امير ماڻهن لاءِ ئي هو. هڪ غريب قوم اهڙي مهانگي علاج جي حوصلہ افزائي ڪيئن ٿي ڪري سگهي؟

ان کان علاوه پريس ۽ ڪليسا به ان تحريڪ جي ترقي ۾ گهٽي وقت کان رڪاوٽ بڻيل هئا. 1920ع کان پوءِ سموري عرصي ۾ مذهبين طرفان فرائيڊ تي

الزام لڳندا رهيا تہ هن مذهب جي نظرين تي نوان ليبل لڳائي ڇڏيا آهن. مذهبين جي نظر ۾ فرائيڊ هڪ اهڙو وحشي ڪافر هو جنهن انهن حدن کي پار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي جيڪي جدون برائي کي چڱائي کان جدا ڪنديون آهن، اهڙي طرح هن مقدس علائقي جي تقدس کي لتاڙڻ جي قابل مذمت حرڪت ڪئي هئي. ان ڪان بہ وڌيڪ هن جو ڏوهہ اهو هو تہ هن پنهنجي بدقسمت مريضن کي ڪنهن بہ اخلاقي سبق جي سکيا ڏيڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ان ڪانپوءِ 1930ع ۾ ”جنس جو نظريو“ پيش ڪرڻ تي هن جي وڌيڪ مذمت ٿي. ڪافي نقادن کي تحليل نفسي جو نظريو ان ڪري بہ بيڪار محسوس ٿيو جو هن غلط مذهبي اصولن ۽ ناجائز اخلاقي بندشن جو ڪوبہ متبادل پيش نہ ڪيو هو. تنهنڪري ان دور ۾ ”تحليل نفسي جا خطرا“، ”تحليل نفسي جي علاج واري طريقي طور ناڪامي“ ”تحليل نفسي بطور علاج جو طريقو“ ۽ ”فرائيڊ جو ڌوڪو“ جهڙا مضمون شايع ٿيا. 1930ع کان 1940ع جي وچ واري عرصي ۾ فرائيڊ جي نظرين جي جواب ۾ هڪ نئين نفسياتي تحريڪ شروع ٿي هئي. 1938ع ۾ فرانس ۾ هڪ ڪتاب شايع ٿيو جنهن ۾ فرائيڊ کي هٽلر سڏيو ويو. ليکڪ جي بيان مطابق انهن ۾ هڪجهڙائي جو سبب پنهنجن پنهنجن طريقن کي استعمال ڪندي نسلي ۽ فڪري حوالي سان دنيا جو بيڙو ٻوڙڻ جي ڪوشش هو.

ويهين صدي جي ٻئين ۽ ٽئين ڏهاڪي ۾ ”فرائيڊين ازم“ تي ائين ئي حملا جاري رهيا پر گڏوگڏ فرائيڊ جي فڪر کي بهتر انداز ۾ سمجهڻ جون راهون بہ هموار ٿينديون ويون. فرائيڊ جو فڪر تخليقي تحريرن تي اثرانداز ٿيندو رهيو. تحليل نفسي انساني روين ۽ ڪردار تي نئين انداز سان روشني وڌي هئي ۽ فنڪار جي هڪ نئين منظر طرف رهنمائي ڪئي هئي. بهرحال هڪ فنڪار پنهنجو پاڻ بہ تخليقي صلاحيتن ذريعي انسان جي فطرت جو هڪ آزاد ۽ خود مختيار شاگرد هوندو آهي.

جيمس جوائس جا ڪجهہ ڪتاب تحليل نفسي جي نظريي کان متاثر لڳن ٿا. هو شعوري ذهن جي مختلف ڪيفيتن کان بيحد متاثر نظر اچي ٿو. فري ايسوسيئيشن، خوابن جا اشارا ۽ لاشعوري ذهن متعلق فرائيڊ جي نظرين کان متاثر آهي، ۽ هن جا ڪتاب ۽ ٻيون تحريرون ان جو ثبوت آهن. جوائس کي تحليل نفسي جي علم سان سڀ کان اڳ ٽريسٽ ۾ واقفيت ٿي هئي، ان ڪانپوءِ زيورچ ۾ هو سيني تفصيلن کان آگاهہ ٿيو. زيورچ ۾ هن کي ژنگ جي شاگردي جو شرف بہ حاصل ٿيو هو. آمريڪا ۾ واپسي تي جڏهن هن تحليل نفسي جي طريقن کي ڦهلائڻ شروع

ڪيو ته راڪ فيلر جي ڌيءَ مسز ميڪ ڪارمڪ هن کي لکين ڊالر امداد طور پيش ڪيا هئا ته جيئن ان نئين نفسياتي طريقي کي آمريڪا ۾ عام ڪري سگهجي.

1922ع تائين جوائس فرائيڊ جي تقريبن سڀني تحريرن جو مطالعو ڪري چڪو هو. هن زنگ جي تحريرن جو اڳ به گهري نظر سان مطالعو ڪيو هو جوائس پنهنجن ڪجهه ڪتابن ۾ ثابت ڪيو هو ته تحليل نفسي ڪو سطحي علم نه آهي، ڪردارن متعلق هن جو نظريو انهن انساني تعلقاتن مان ورتل هو جن کي تحليل نفسي شناخت ڪيو هو. اهڙي طرح ڊي ايچ لارنس به تحليل نفسي جي نظريي کان متاثر ناول نگار هو. هُو انسان کي هڪ جنسي جانور سمجهندو هو ۽ جنس جي قوت کي ان جي خيرخواهه قوت سمجهندو هو. لارنس کي به انهن مسئلن وڏيڪ متاثر ڪيو هو جيڪي تحليل نفسي دنيا اڳيان پيش ڪيا هئا. مثال طور بدڪاري جو خوف ۽ ايڊيپس مونجهارو وغيره. 1913ع ۾ هن جو هڪ ڪتاب ”Sons and lovers“ شايع ٿيو. ان ۾ ايڊيپس مونجهاري جو انتهائي گهرو مطالعو پيش ڪيل هو. ان وقت لارنس کي فرائيڊ جون تمام گهڻ تحريرون پڙهڻ لاءِ مليون هيون، پر شادي ڪانپوءِ هن فرائيڊ جي تحريرن جو دلچسپي سان مطالعو شروع ڪيو. هن صرف فرائيڊ جي تحريرن جو مطالعو ئي نه ڪيو پر فرائيڊ جي هڪ معاون ۽ ساٿي ڊاڪٽر ميڪس ايڊر سان ڪافي عرصي تائين ان موضوع تي بحث ڪندو رهيو پر جلد ئي هو تحليل نفسي مان بيزار ٿي پيو. پوءِ هو ان کي ليبارٽري جي بوءِ چوڻ لڳو، هن کي تحليل نفسي جي طريقن مان سخت مايوسي ٿي هئي. هن جي نظر ۾ اهو هڪ بيڪار ۽ فضول طريقو هو. جنهن ذريعي مريض جي محسوسات کي حقيقي طور تي سمجهي ئي نه سگهبو. تنهنڪري هن هڪ دوست کي خط ۾ لکيو. ”مون کي هاڻ ترايپي، ڊاڪٽر ۽ مسيحائن سان نفرت ٿي چڪي آهي، منهنجو خيال آهي ته هڪ حقيقي نيوراٽڪ اڌ شيطان هوندو آهي ۽ تندرست شده نيوراٽڪ مڪمل شيطان، انڪري منهنجي خواهش آهي ته نيوراٽڪس مري وڃن ته چڱو آهي“ لارنس تحليل نفسي کي سائنسي علم جي حيثيت سان تسليم ڪرڻ کان به انڪار ڪري ڇڏيو هو. هُو ان کي هڪ ڍونگ ۽ فراڊ چوندو هو.

لارنس ۽ جوائس جون تحريرون انهن جي پنهنجي انفرادي حيثيت جون عڪاس آهن. لارنس ڪڏهن به ڪنهن کي پنهنجي رهنمائي ڪرڻ جي اجازت نه ڏني هئي، پوءِ جڏهن هو فرائيڊ سان ان معاملي ۾ متفق ٿيو ته جنس دنيا جي اهم ترين شين مان هڪ آهي ته هن فرائيڊ کي ”جنسي شعور جي پيدائش“ جو مجرم قرار ڏيندي ڪڏهن به معاف نه ڪيو. هن جي خيال ۾ فرائيڊ کي ان ”ممنوع حد“ ۾ گهڙڻ اندر نه

وچڻ گهرجي ها، جيئن لڪل راز ظاهر نہ ٿئي ها. ان تي پردا رهڻ گهرجن ها، ”آدم ۽ حوا ان ڪري جنت مان نہ ڪڍيا ويا هئا جو انهن جا جنسي عضوا ظاهر ٿي ويا هئا، بلڪ ان ڪري ڪڍيا ويا هئا جو انهن کي خبر پئجي وئي هئي تہ هو پنهنجن جنسي عضون مان ڪيئن ڪم ڪڍي سگهن ٿا“ فرائيڊ لاشعوريت کي شعوريت، عقليت ۽ ذهنيت جو لباس پارائڻ جي ڪوشش ڪئي هئي.

ويهين صدي جا ٻيا ليکڪ بہ متاثر هئا. ڪافڪا جاڪتاب تہ واضع طور فرائيڊ جي نظرين کان متاثر هئا، پر هن جو فن ڪجهہ وڌيڪ ئي منجهيل لڳو ٿي اهڙي طرح ٿامس مين جي تحريرن تي فرائيڊ جو گهرو اثر آهي، خاص طور موت، بيماري ۽ تباهي جي باري ۾ هن جا نظريا اهي آهن جيڪي فرائيڊ جا آهن هن جو “Magic Mountain” فرائيڊ جي ”موت جي جبلت“ جي سائنسي تشڪيل جو التو آهي ۽ ٻيو ڪتاب “Death in Venice” هڪ چريي فنڪار جي ڪهاڻي آهي “Joseph in Egypt” هن تحليل نفسي جي تحريڪ تحت لکيو هو.

اڄ تحليل نفسي جا اصول هر جاءِ تي هر دلعزيز ٿي رهيا آهن، تحليل نفسي ۽ مذهب جي باري ۾ اخبارن ۽ رسالن ۾ مضمون ۽ تبصرا شايع ٿي رهيا آهن، تحليل نفسي ۽ مذهب جي وچ ۾ موجود ڪشمڪش ۾ مذهب اڄ بہ فاتح آهي، بهرحال ايترو ضرور آهي تہ تحليل نفسي جي هر مڪتبہ فڪر سان تعلق رکندڙ ماڻهن ڪي مذهب کان وڌيڪ متاثر ڪيو آهي. فرائيڊ جي ”لاشعوري ذهن“ جي دريافت ليکڪن کي خاص طور متاثر ڪيو آهي. انهن ۾ ورجينيا وولف، ڊور ٿي رچرڊس ۽ وليم فاڪنر خاص طور قابل ذڪر آهن. اهڙي طرح مصور، اسٽيج رائٽر، اداڪار وغيره بہ ان مان متاثر ٿيا هئا. فرائيڊ جي دريافتن پينٽنگ ٿيٽر ۽ موسيقي کي بہ متاثر ڪيو. يعني هاڻ تحليل نفسي کي، ڪارو جادو ۽ بدروحن جو علم قرار ڏيڻ جو وقت گذري چڪو آهي. ان جي ذريعي آمريڪا ۽ يورپ جي سائڪو نيوراٽڪ قسم جي فوجين جو بہ ڪامياب علاج ڪيو ويو. آمريڪا ۾ تحليل نفسي ڏاڍي ترقي ڪئي. اها سوشل سائنس جو حصو بنجي وئي هڪ ٿراپي جي حيثيت سان بہ ان جي هر هنڌ گرمجوش پذيرائي ٿي. سوشل سائنس ۾ تحليل نفسي جي اثر جو اضافو ان لحاظ کان بہ قابل ذڪر آهي جو ان جي پذيرائي ايرڇ فرام ۽ جان ڊالرڊ جهڙن سوشيلاجسٽن ڪئي ، جيڪي فرائيڊ جي فڪر کان ڏاڍو متاثر هئا اهڙا سوشيالاجسٽ جيڪي انسان جي بحيثيت فرد ۽ بحيثينت معاشري جو رڪن ذميدارين ۽ فرضن جي وچ ۾ فرق معلوم ڪرڻ چاهيندا هئا. فرائيڊ وٽ رجوع ڪرڻ

لڳا، جيڪو معاشرتي عنصرن کي ئي انفرادي روين جي ڦهلاءَ جو سبب قرار ڏيندو هو.

مالينو وسڪي ۽ مارگريٽ ميڊ جهڙا اينٿرا پالاجسٽ به فرائيڊ جي فڪر کان متاثر ٿيا هئا. تحليل نفسي جي طريقن جديد انسانن کان علاوه قديم زماني جي انسان جي نفسيات ۽ ذهنيت سمجهڻ ۾ وڏي مدد ملي، علم جرم ۽ ٻارن جي نفسيات جي مطالعي کي آسان بڻايو. فرائيڊ جي ڪم ٻارن جي پيدائش کان وٺي انهن جي تعليم ۽ تربيت، انهن کي سزا ڏيڻ جا طريقا ۽ انهن جي اخلاقي ڪردار جي تعمير ۽ اصلاح سيني ۾ رهنمائي ڪئي. فرائيڊ جي اها تعليم اهڙي آهي جو ڪيرولين، ڪرسٽوفر ينگ ۽ وليم هو پڪنز جهڙن تعليم جي ماهرن به فرائيڊ کي دل کولي خراج تحسين پيش ڪيو ۽ انهيءَ علم کي مستقبل جي معمارن جي تعليم ۽ تربيت لاءِ بهترين قرار ڏنو.

1933ع ۾ نازين طرفان فرائيڊ جا ڪتاب "پورنوگرافڪ جيوئش اسپيشلٽي" جو نالو ڏيندي نذرآتش ڪيا ويا. ان ڪان پنج سال پوءِ اهي پاڻ بہ فاتحانہ مارچ ڪندا ويانا ۾ داخل ٿي ويا. فرائيڊ کي سڄي دنيا ۾ ڦهليل دوستن، همدردن ۽ مائٽن خبردار ڪيو هو تہ ان ڪان اڳ جو يهودين جا قصاب ويانا ۾ داخل ٿين، هُو جيترو جلد ٿي سگهي نڪري وڃي. فرائيڊ بہ انهن جون صلاحون مڃيون هيون تہ هُو ضرور ويانا ڪي ڇڏي ڪنهن محفوظ هنڌ هليو ويندو. پر جڏهن نازي ويانا پهچي ويا تہ هن کي پنهنجو شهر ڇڏڻ ۾ اعتراض ٿيڻ لڳو. "آسٽريا منهنجو گهر آهي، مان تہ هتي ئي رهندس" هن چيو هو. انهيءَ گهٽي انهيءَ گهر ۾ هُو ٻاويهن سالن ڪان رهندو هو. هڪ ئي ميز ۽ هڪ ئي ڪرسي تي هُو ايترن سالن ڪان لکي پڙهي رهيو هو. ايترن سالن ڪان هن جي گهر جي ترتيب نہ بدلي، اهو ئي پراڻو فرنيچر ساڳي ترتيب ۾ هو. ٻياسي سالن جي عمر ۾ هن کي سرطان جي بيماري نهوڙي وڌو هو ان لاءِ هن پندرهن آپريشن ڪرايا هئا. هر هفتي هن کي پنهنجي ڄاڙي ڇلرائڻي پوندي هئي، جنهن جي تڪليف ۽ ڪرب سبب هن کي ڪجهہ ڏينهن لاءِ آرام ڪرڻو پوندو هو. ڏينهن رات جي تڪليف هن جي مستقل ساٿي بڻيل هئي. اهڙي حالت ۾ بہ هُو ويانا ڇڏڻ لاءِ تيار نہ هو.

1938ع جي هڪ شام جڏهن هو سرطان جو علاج ڪرائي گهر پهتو تہ هن اتي گسٽاپو وارن کي موجود ڏٺو. هن ڪان سندس پاسپورٽ ۽ ٻيا ڪاغذ ورتا ويا ۽ هن کي ودڪ تحريري ڪم ڪرڻ ڪان روڪيو ويو. هن جو سمورو پيسو هن ڪان کسيو ويو ۽ هن جي لائبرري ۽ اشاعت گهر جا سمورا ڪتاب گڏ ڪري باهہ ڏني وئي هن جي ڏي اينا جو فارم جنهن ۾ ڊورٿي برلنگهم بہ حصيدار هئي. زليشن پنهنجي قبضي ۾ ڪري ورتو.

سائنسي دنيا خوفزده هئي تہ ڪٿي فرائيڊ بہ نازين هٿان گرفتار نہ ٿي وڃي . ڊاڪٽر ارنيسٽ جونز لنڊن مان جهاز تي ويهي ويانا پهتو ۽ فرائيڊ پنهنجو وطن ڇڏڻ تي آماده ٿي ويو. پر نازي هن ڪان يُنگ جو مطالبو ڪري رهيا هئا. ان موقعي تي يونان جي شهزادي ميري بونا پارٽ هن جي مدد لاءِ پهتي ۽ هن نازين کي ڏهہ لک آسٽرين شيلنگ ادا ڪيا گڏوگڏ آمريڪي صدر روز ويلٽ کان بہ ان معاملي ۾ مداخلت ڪرڻ جي بہ درخواست ڪئي. صدر روز ويلٽ جرمن سفير کي گهرايو. نيٺ نازي فرائيڊ کي ويانا مان وڃڻ جي اجازت ڏيڻ تي آماده ٿيا ۽ شهزادي ميري جي رقم هن پنهنجي فنڊز ۾ جمع ڪري ڇڏي.

جون 1938 ۾ فرائيڊ جي ويانا مان روانگي جون سموريون تياريون مڪمل ٿي ويون. روانگي وقت فرائيڊ ڪافي خوش ڏسڻ ۾ ٿي آيو. ويندي وقت هن پنهنجو ڪجهہ فرنيچر، ڪجهہ ڪتاب ۽ ڪجهہ نوادرات بچائڻ جي ڪوشش ڪئي. نيٺ 14 جون 1938ع ۾ هو پاڻ ويل چيئر تي، مسز فرائيڊ، مائنا، اينا، ڊورٿي برلنگهم، هن جو ڪتو "لون" ۽ ڪجهہ ملازم پيرس وڃڻ واري ايڪسپريس ۾ سوار ٿيا. پيرس ۾ شهزادي پارٽ ۽ فرائيڊ جو سابق مريض انهن کي وٺڻ لاءِ آيل هئا. اتي شهزادي جي گهر ٿوري دير آرام ڪرڻ ڪانپوءِ اهي لنڊن روانا ٿي ويا جتي سرسيموئل هوري جي حڪم سان جونز جي فرائيڊ خاندان لاءِ سياسي پناهہ جي درخواست قبول ڪئي ڪئي وئي. ڊاڪٽر جونز ۽ ارنسٽ فرائيڊ خاندان لاءِ جيڪو گهر تلاش ڪيو هو، اهو همپسٽيڊ ۾ هو. فرائيڊ اتي پهچندي ئي بستر تي سمهي رهيو. ان طويل سفر هن جون سموريون توانائيون نپوڙي ورتيون هيون.

فرائيڊ جي لنڊن پهچڻ جي خبر جڏهن عام ٿي تہ اخباري رپورٽر ۽ ملاقاتي گهر ٻاهران اچي گڏ ٿيا. انٽرويوز ۽ ملاقاتن جو اهو سلسلو دير تائين هلندو رهيو. اينا فرائيڊ سني طريقي سان سيني کي منهن ڏيندي رهي. برطانوي سائنسدانن جي مدد سان برطانوي حڪومت جلد ئي فرائيڊ خاندان کي برطانيہ جي شهريت عطا ڪئي.

نيٺ فرائيڊ پنهنجون سموريون توانائيون جمع ڪيون ۽ پنهنجي ويانا واري معمول مطابق مصروف رهڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو. پر هاڻ هو هر ڪم سستي سان ڪرڻ لڳو. هُو هر صبح اٺين بجي اٿندو هو ۽ ڏهين بجي ڊاڪٽر اچي هن جو معائنو ڪندو هو. ان ڪانپوءِ هو پنهنجن مريضن کي ڏسندو هو. شام جو هو پنهنجي ڪتاب "Moses and Monotheism" جو آخري ڊرافٽ مڪمل ڪرڻ ۾ مصروف ٿي

ويندو هو. هُو ڪڏهن ڪڏهن ٿي گهر ڪان ٻاهر نڪرندو هو. ڪڏهن ڪڏهن هو ايڪس ري لاءِ هارلي اسٽريٽ هليو ويندو هو.

انسانن سان ميل ميلاپ نالي ماتر رهجي ويڻ بعد فرائيڊ ڪتن ۾ وڌيڪ دلچسپي وٺڻ لڳو پنهنجي ڪتي لون سان ڪيس گهري محبت هئي ڪتي ڪانپوءِ هن کي گلن سان به لڳاءُ هو. هن جي گهر ۾ قسمين قسمين جا ٻوٽا لڳل هئا. جن جو نظارو هن کي هميشه خوش ڪندو هو. ”گل اسان انسان کان هر لحاظ ۾ سٺا هوندا آهن“ هو ملڻ وارن کي مذاق ۾ چوندو هو ”جو ته انهن جو نه ڪو ڪردار هوندو آهي ۽ نه مونجهارا.“

هن جي سورهن سالا پراڻي بيماري سرطان لاعلاج ٿي چڪي هئي. 23 سيپٽمبر 1939ع ۾ هن جي نئين وطن برطانيه جي جرمني خلاف جنگ جي اعلان کان ٽي هفتا پوءِ هن جو انتقال ٿي ويو. وصيت مطابق هن جي لاش نذر آتش ڪئي وئي ۽ ٻاويهه سئو سال پراڻي واز ۾ محفوظ ڪئي وئي ۽ مٿان ”سگمنڊ فرائيڊ(1856-1939ع) لکرايو ويو.

ائين ان عظيم شخص جو انتقال ٿي ويو جنهن انساني نفسيات جي گهراين ۾ وڃي ان جي باري ۾ قابل قدر معلومات حاصل ڪئي هئي ۽ ان قيمتي دريافتن کان دنيا کي روشناس ڪرائيندي مختلف قسمن جي ذهني مرضن جي علاج کي آسان بنايو هو. فرائيڊ اسان جي وقت جو هڪ عظيم اينٽليڪچوئل هيرو آهي هو انسانيت جو عظيم محسن آهي. نفسيات جي علم جي ترقي سبب انساني فطرت جي گهراين کي سمجهڻ آسان ٿيو. انهن سڀني ڳالهين جو اعزاز فرائيڊ ذاتهن وڃي ٿو. جنهن هزار مشڪلن ۽ مخالفتن جي باوجود پنهنجن نظرين تي اصرار جاري رکيو ۽ انهن جي عملي افاديت ۽ اهميت کي نيٺ دنيا کان ميڃرائي ورتو. هن جون اهي ڪاوشون ۽ مستقل مزاجي انسانيت جي لاءِ عظيم احسان ثابت ٿي.

(22 آڪٽوبر 2004)

# پڙهندڙ نسُل . پَ ن

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪانُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ بيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ پلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي همٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجھَ ۽ ڏاھپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيھہ ڏيندي انھن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيھاريو آھي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آھن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

. . .   . . .

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، ھو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاھا ڪن ٿا، موٽي مَنجھہِ پھاڙ ڇُپن ٿا؛

. . .   . . .

ڪالھہَ ھُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلھہ نيلا پيلا آھن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آھن........

. . .   . . .   . . .   . . .

ھي بيتُ اَٿي، ھي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنھي ۾ فَرَقُ نہ آ، ھي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنھن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنھن ھَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪاٽائي کي پاڻَ تي اِھو سوچي مَڙھڻ تہ ”ھاڻي ويڙھہ ۽ عمل جو دور آھي، اُن ڪري پڙھڻ تي وقت نہ وڃايو“ نادانيءَ جي نشاني آھي.

پَنَن جو پڙھڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ ھوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪاٽن ۽ نادانن جي ھٿن ۾ رھنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن ڪي پڙهي سماجي حالتن ڪي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني ڪي **چو، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن ڪي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ "منهنجا يارُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)